عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر ۳۱

# سون ورني ڌرتي

( ناول )

پرل بڪ

عمر ميمڻ



نالو ڪتاب جو: سون ورني ڌرتي

مصنف : پرل ايس بڪ

مترجم : عمر ميمڻ

ڇاپو : پهريون، نومبر ١٩٨٥ع

تعداد : هڪ هزار

آرٽسٽ : خدا بخش ابڙو

قيمت ٠٠-[illegible] رپيا

قيمت 30-00 روپيه

هي ڪتاب م.ع ميمڻ، عظمت ادبي اڪيڊمي، طرفان، سردار پريس، ڳاڙهي کاتو، حيدرآباد مان ڇپرائي پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

پرل ايس بڪ .... امريڪي خاتون، ۽ جنهن جي زندگيءَ جو گهڻو حصو چين جي سرزمين تي بسر ٿيو ۽ جنهن کي ادب ۾ نوبل انعام به مليل آهي تنهن جو لکيل آهي هي ڪتاب The Good Earth. هي داستان آهي هڪ چيني هاريءَ جي زندگيءَ جو .... جيسين هو هاري آهي، سندس زندگي گهڻي ڀاڱي سنڌي هاريءَ جي زندگيءَ سان ملي ٿي، جيتوڻيڪ اسان جا سنڌي هاري ريتن ۽ رسمن ۾ اهڙيءَ ريت گرفتار ٿيل آهن جو هو هن چيني هاريءَ وانگر بچت نٿا ڪري سگهن.

سخت محنت جي نتيجي ۾ سٺن فصلن "وينگ" کي انهيءَ قابل بڻايو جيئن هو ٻي زمين به خريد ڪري سگهي .... آهستي آهستي هو وڏو زميندار ٿو بڻجيو وڃي، جيڪا ڳالهه سنڌي هاريءَ جي معاملي ۾ ناممڪن آهي ڇو ته اسان جو سنڌي هاري، زميندار جي استحصال جو شڪار آهي .... ۽ ڪجهه سندس به ڏوهه آهي جو هو اجاين ريتن رسمن خلاف بغاوت نٿو ڪري ۽ انهن جي پورائيءَ لاءِ پنهنجو اجهو لٽايو ڇڏي .... زميندار ٿي وڃڻ کان پوءِ وينگ جون عادتون ۽ خصلتون سنڌي وڏيرن سان مشابهه آهن. اسان جو وڏيرو به فصل لهڻ

ڪان پوءِ وڏن شهرن جو رُخ ڪندو آهي ۽ سڀوري پونجي تين وال ڪري، کيسا خالي ڪري، ڳوٺ موٽي ايندو آهي ۽ زمين جو ٽڪرو وڪڻڻ لاءِ تيار رهندو آهي.... ”ويٽنگ“ عياشيون به ڪري ٿو، ٻي شادي به ڪري ٿو، پر زمين ان وقت به نه وڪيائين جڏهن بک وگهي هو پاڻ ۽ سندس ٻار مرڻ ڪنديءَ تي اچي پهتا هئا، ۽ نه اهو قدم کڻڻ جي اجازت پنهنجي اولاد کي اَن وقت ڏنائين جڏهن هو پنهنجي عمر پوري ڪري چڪو هو. ويٽنگ چوائيءَ ڌرتي ته ماتا سمان آهي.... ماءُ کي به ڪير وڪڻندو آهي ڇا؟ پر اسين سنڌي ماءُ جو سودو ڪري رهيا آهيون.... ٽڪرا ٽڪر پنهنجيون زمينون ڌارين جي حوالي ڪري رهيا آهيون، صرف وقتي آسائش خاطر.... اهو ڏينهن به شايد جلد اچي وڃي جڏهن سنڌ جي زمينن تي سنڌين جو ڪو حق باقي نه رهندو!!

هن ناول ۾، چين جي خوفناڪ ڏڪار جو به ذڪر آهي ۽ ڊاڪٽر سن يات سين واري انقلاب جي جهلڪ پڻ.

ترجمو ۽ ڪتاب جي ٻيهڪ ڪهڙا آهن؟ تنهن سلسلي ۾ پڙهندڙن جي راءِ جو انتظار رهندو.

سات سلامت

— عمر ميمڻ

اڄ وڻنگ ليڻنگ جي شاديءَ جو ڏينهن هو. صبح جو جنهن وقت سندس اک کلي تڏهن اجهان اونده جو راڄ قائم هو. پر واريءَ ڪوٺڙيءَ مان سندس پيءُ جي کنگهڻ جو آواز اچي رهيو هو. پوڙهو سڄي رات پيو کنگهندو هو. صبح جو وڻنگ کنگهه ٻڌندو، پر ڪوٺڙيءَ مان تيسين ٻاهر نه نڪرندو هو جيسين پوڙهو کنگهندو کنگهندو سندس پرسان نه اچي بيهندو. پر اڄ هن انهيءَ جو انتظار نه ڪيو، اک کلندي ئي بستري مان نڪري آيو. دريءَ جي وٿين مان ٿوري ٿوري روشني اندر اچي رهي هئي. هو اگهڻ تي نڪري آيو ۽ اگهڻ جو دروازو کولي پنهنجي ٻنيءَ تي نظر وڌائين. اوپر لڳي رهيو هو ۽ هوا ۾ گهم هئي، اهي آثار مينهن پوڻ جا هئا. فصلن کي مينهن جي ضرورت پڻ هئي. وڻنگ موسم جي رخ کي ٿورو ٿورو سمجهندو هو. گهميل هوا محسوس ڪري هن اندازو لڳايو ته اڄ آسمان سندس زمين تي ٻڪ مهربان ٿيندو. سندس زال ڀاڳوان هئي جهڪا بارش کي پاڻ سان نيو پئي آئي. اگهڻ تي ٻڌل ڍڳي جي وڇو اچي هن سندس منهن ۽ ٻُٺن تي پيار مان هٿ ڦيريو. ڍڳو ڪنڌ مٿي ڪري، زبان ٻاهر ڪڍي پنهنجي مالڪ کي چٽڻ لڳو. وڻنگ، پوءِ وري ڪرڙيءَ ۾ آيو.

وهنجي ڪپڙا مٽائيندي ۽ پوءِ اڱڻ تي باهه ٻاري چانهه
ٺاهڻ لڳو. گذريل ڇهه سالن کان اها سندس ڊيوٽي هئي
ته صبح جو اٿي پوڙهي پيءُ لاءِ چانهه ٺاهي جنهن ۾
ٿالهه ساتر ٻتي هوندي هئي، ۽ گرم پاڻيءَ ۾ پيڻ سان سندس
ڪنگهه ۾ ٿوري ڪجهه فائدو ٿي ويندو هو. جڏهن کان
وينگ جي ماءُ دنيا مان لاڏاڻو ڪيو هو، وينگ پيءُ
جي خدمت دل و جان سان ڪري رهيو هو. پر هاڻ
شايد ڪيس ڪجهه آرام ملي وڃي. ڇو جو هڪ عورت
هن ڪچي گهر ۾ اچي رهي هئي ۽ سندس اچڻ ڪري
صبح جو اٿي ڪيس چانهه نه ٺاهڻي پوندي ۽ هاڻ هو
به پيءُ وانگر ڪٽ تي ليٽيو پيو چانهه جو انتظار ڪندو.
زال جي تصور سان ڪڏ وينگ جي ذهن ۾ ٻارن جو
خيال آيو جيڪي سندس اڱڻ تي جنم وٺندا ۽ راند
ڪندا پوءِ هي گهر اڄ وانگر خالي خالي نه لڳندو.

سندس گهر لڻ ڪرڻين ۽ اڱڻ وارو هو ۽ ماءُ
جي مري وڃڻ کان پوءِ هر وقت ڇڻ ته ڪاٺ ايندو
هو. ماءُ جهڙي هئي ته ڪونه ڪو موهڻ پيو ايندو
هو، خاص ڪري سندس چاچو سندس ٿلهي زال ۽ ٻار.
اهڙيءَ ريت گهر ۾ اڪيلائي ڪونه ٿيندي هئي.

هو اڃان انهن سوچن ۾ هو ته پوڙهو کنگهندو ۽
کانگهارا ڪيندو اڱڻ تي نڪري آيو ۽ سندس آواز
تي وينگ خيالن جي دنيا مان نڪري آيو. "اڃان چانهه
جو پاڻي گرم نه ٿيو آهي؟"

وينگ وراڻيو. ”ڪاٺيون شايد آليون آهن. هوا
رات کان گهميل آهي، ڇه.“

چانهه جا ٻه چار گرم ڍڪ پيڻ کان پوءِ
پوڙهي جي چٽي ڪجهه صاف ٿي پر هن وري ٻه
شڪايت ڪندي چيو ”تون چانهه ۾ پتي گهڻي ٿو
وجهين، پتي ته چانديءَ جي اگهه تي وڪامي.“

”هاڻ پاڻيان ٿو ته اڄ مون ڪجهه گهڻي پتي وڌي
آهي. اندازو نه رهيم.

خير اهڙو ڏينهن تون جيڪي ٻه ڪرين سو
جائز آهي. وڃ ڏس مون واري ڪوٺڙيءَ ۾ تنهنجي
ماءُ جي پيتي پئي آهي، شايد ان ۾ تنهنجي ڪنوار
لاءِ ڪو وڳو ڪپڙن جو پيل هجي.“

وينگ کي زال ماڻ جو ڪو آسرو ڪونه هو. هو
محنتي هاري هو پر غريب هو. ۽ سون چانديءَ کان
سواءِ زال ڪٿان ٿي ملي. پر سندس پوڙهي پيءُ ڳوٺ
جي وڏي حويليءَ جي مالڪن کي هٿ ٻڌي عرض
ڪيو هو ته هوءَ پنهنجي ڪا خريد ڪيل ٻانهي سندس
محنتي پٽ کي ڏين. پر ڪٿي اها سهڻي نه هجي. پوڙهو
رٽائر ٿيڻ کان اڳ پنهنجي سموري جواني وڏي حويليءَ
جي شاهي لوهي دروازي تي چوڪيدار ٿي رهيو هو. ۽
سندس انهيءَ خدمت عيوض، جاگيردارڻيءَ سالس واعدو
ڪيو ته هوءَ ضرور مٿس اها مهرباني ڪندي. ۽ اڄ
اهو ڏينهن اچي ويو هو. پوڙهي وينگ کي چيو ”تو کي

زال ڪپي. هڪ عورت. پوءِ کڻي سندس چهري تي ماتا
جا داغ هجن ٿا سندس چپ ڦاٽل هجي. پر اٿين به نه
آهي. تون وڏي حويليءَ جي ڦاٽڪ تائين پهچي پنهنجي
اچڻ جو اطلاع ڪرائج. ڦاٽڪ تي چوڪيدار هوندو.
کيس چئج ته تون پراڻي چوڪيدار جو پٽ آهين،"
هو تو لاءِ دروازو کوليندو ۽ توکي اندر اچڻ ڏيندو.

پر بابا، ڇا مون کي بالڪل اڪيلو وڃڻو پوندو؟

ها پٽ. تنهنجو چاچو شايد انهيءَ ڪري نه آيو
جو کيس ڪجهه ڏيڻو نه پوي ۽ اسان جو پاڙيسري
رڇن سٺو ماڻهو آهي، پر اسان وانگر غريب آهي!!

پوءِ پوڙهي کيس پتل جا ڪجهه سڪا ڏنا ۽ هڪ
چانديءَ جو سڪو به ۽ چيائينس ته بازار مان ڪجهه
مٺائي وٺي گڏ کڻي ۽ ماڻس جو ٺهرائي رکيل ڪنوار
وارو وڳو به گڏ کڻي وڃي.

وينگ لينگ پوءِ انهيءَ پيچري تي روانو ٿيو جيڪو
وڏي حويليءَ ڏانهن ٿي ويو. مٿي تي اها پيٽي کنيو
جنهن ۾ ڪنوار وارو وڳو رکيل هو ۽ ٿوري مٺائي
جيڪا هن رستي ۾ هڪ دوڪان تان ورتي هئي. وڏي
حويليءَ جي ڦاٽڪ تي پهچي هن چوڪيدار کي موجود
ڏٺو. کيس ٻڌايائين ته آءٌ وينگ لينگ آهيان. اڳوڻي
چوڪيدار جو پٽ.

اڪيلو آهين؟ چوڪيدار پڇيو.

ها. ٻيو ڪير ڏيڻ سوران گڏ نه آيو.

ڪمسي ۾ ڪجهه اٿئي؟ چانديءَ جي ڪنجي هر دروازو کولي سگهي ٿي.

آءٌ غريب آهيان، توکان اڳ واري چوڪيدار جو پٽ.

شاديءَ لاءِ ڪوبه غريب خالي هٿين نه ايندو آهي پٽ، مون کي بيوقوف نه سمجهه.

ته پوءِ ڪٿي تلاشي وٺ. وينگ سمجهيو هو ته چوڪيدار سندس تلاشي نه وٺندو پر هن سندس ڪمسي مان پٽل جا ۽ هڪ چانديءَ جو سڪو ڪڍي ورتا. وينگ جو منهن لهي ويو.

چوڪيدار چيو "آءٌ صرف چانديءَ جو سڪو ڪڍندس." ايترو چئي هن دروازو کوليو ۽ چيائين اچ ته توکي اندر پهچايان.

وينگ جي دل ۾ آيو ته چوڪيدار جو مٿو ڦاڙي وجهي، پر پوءِ ڪاوڙ ضبط ڪري، هو پٺتي ۽ مٿائي ڪٿي چوڪيدار پٺيان هلڻ لڳو. هو ڏنل ٿي لڳو ۽ گهبرائي رهيو هو. وڏي حويليءَ ۾ داخل ٿيڻ ڪا جهڙي تهڙي ڳالهه نه هئي. چوڪيدار ڪمس مهمانخاني ۾ ترسائي پاڻ اندر هليو ويو. پوءِ وينگ کي هڪڙا پگهر لٿا ٿي ته پيا چڙهيا ٿي. ايتري ۾ چوڪيدار موٽي آيو ۽ ڪمس اندر وڃڻ لاءِ چيائين. وينگ جا چپ سڪي ويا هئا. جسم ڏڪي رهيو هو. هو ڏچندو ڏچندو اندر روانو ٿيو. هڪ وڏي شاهي ايوان ۾ جاگيرداريءَ آرامده

تخت تي ريشمي وهاڻن سان ٺهڪ لڳايو ويٺي هئي. پانهون ڪيس هوا هئي رهيون هيون. ۽ هوءَ آنهم واري چانهه مان لطف اندوز ٿي رهي هئي. هال جي فرش تي نهايت قيمتي نرم قالين وڇايل هو جنهن تي هلڻ جو وينگ کي ڪو تجربو نه هو. هن کي ائين ٿي محسوس ٿيو ڄڻ ڏاڍي ۾ قامي رهيو هجي. مالڪڻ کي قيمتي ريشمي سان جو لباس پهريل هو جنهن تي سوني ڌاڳي سان پرت پريل هو ۽ چمڪ اهتري هئي جو نگاهه بيٺي ٿي نٿي. امارت جي انهيءَ زبردست مظاهري ۽ مالڪڻ جي چهري جي وقار اڳيان وينگ هڪدم جهڪي ويو. هن سر جهڪائي تعظيم جو مظاهرو ڪيو. مالڪڻ مخاطب ٿي چيس "سڌو ٿي بيهه. تنهنجي تعظيم قبول پيئي. هو سڌو ٿي بيٺو. ونچاري غريب هاريءَ کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته ڇا ڪري، ڇا نه ڪري. مالڪڻ چوڪيدار کان پڇيو. هي نوجوان ڇو آيو آهي؟ وينگ دل ۾ سوچيو "اسر مالڪن جو حافظو ڪيترو ڪمزور ٿيندو آهي."

چوڪيدار چيو "هي شايد توهان جي پانهي اولين جو ٿيندڙ مڙس آهي." چوڪيدار جي ياد ڏيارڻ تي مالڪڻ کي به ياد آيو. "مون کان وسري ويو هو. پر وسرڻ ته گهرجي هو. هي ته ڪنڌي ۽ ڪڏيءَ جي هادي آهي. خير تنهنجو پيءُ اسان جو پراڻو نمڪ خوار آهي. مون سالس واعدو ڪيو هو ته آءٌ سندس پٽ لاءِ

پنهنجي هڪ ٻانهي وقف ڪندس. ها، توهان ڪيترا ڏيندا؟ (original: پنهنجي هڪ ٻانهي وقف ڪندس. ها، تون ڪيترو
ڏيندو آهين؟

ٻه هزار آهيان سرڪار ٽوڙڙي ٻني آهي ذاتي.

مالڪ آڪيم جي چسڪي پري ۽ هڪ ٻانهيءَ کي سڏي چيائين. ”اولين کي سڏي اچو.“ هڪڙو، ٻيو کان پوءِ ويو، آيو، سالن جي هڪ صحتمند ڇوڪري ايوان ۾ داخل ٿي. هن کي عورت به چئي سگهبو ٿي. وينگ ليڏي اڪ سان ڪيس ڏٺو. مالڪ چيو ”اولين اسان تنهنجي شادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. پنهنجي ور کي ڏسي وٺ.“ اولين ادب ۽ شرم وگهي پنهنجون نظرون جهڪائي ڇڏيون. اهو ڏسي مالڪ چيو ”يعني تو هن کي قبول ڪيو. ته پوءِ وڃ پنهنجي ڏيج واري پيتي کڻي اچ. ٻانهي ريشمي پردن پويان غائب ٿي ويئي. سندس وڃڻ کان پوءِ پوڙهي رئيساڻيءَ چيو ”هيءَ اڃان ڇهه ست ورهين جي هئي ته اسان ڪيس خريد ڪيو هو. تن ڏينهن هنن جي علائقي ۾ ڏڪار پيو هو ۽ مائٽن پنهنجا ٻار وڪرو پئي ڪيا. سستو مال ته هرڪو خريد ڪري وٺندو آهي. هن جا مائٽ ان وقت بک ۾ ٻاهر پئي ٿيا، مون چانديءَ جا ڪجهه سڪا انهن کي ڏنا، هو پنهنجي ڌيءَ مون کي ڏيڻ تي راضي ٿي ويا. مون ان غريب گهراڻي تي رحم ڪرڻ چاهيو پر ڏٺم ته هن ٻارڙيءَ جي ڳلن تي چمالن جا نشان هئا ۽ سندس جسم تي لباس به پورو نه هو. تنهن ڪري

مون کيس خريد ڪري ورتو. اولين سهڻي ڪوٺي آهي
پر منهنجي خيال ۾ توکي خوبصورت عورت جي ضرورت
به نه هوندي. انهن جي ضرورت صرف عياش مردن کي
هوندي آهي. ۽ جيتري قدر آءٌ ڄاڻان ٿي، هن جي عصمت
به محفوظ آهي. اڄ ان صحيح معنيٰ ۾ ڪنواري آهي،
۽ تنهنجو هر حڪم مڃيندي، ۽ تنهنجا ٻار ڄڻيندي.
هي اڄ تائين منهنجي خدمت ڪندي رهي آهي ۽
مون کي ڪانئس ڪڏهن به ڪا شڪايت نه ٿي آهي.
سندس آرهن کي ڪنهن هٿ به نه لاتو آهي ۽ هو
ڪنهن سان به سٽي نه آهي.

مالڪڻ جي تقرير دوران اولين هڪ پيتي مٿي تي
کنيو هال ۾ داخل ٿي. مالڪڻ کيس ڏنو ته مخاطب
ٿي چيائينس، پنهنجي مڙس جو هر حڪم مڃج. هن لاءِ
ٻار پيدا ڪج. پٽ ۽ جڏهن ٻهرون پٽ ڄمي ته ان
کي ڪٽي ڇت اڇجو.

ائين ٿي ٿيندو. وينگ ۽ اولين هڪ آواز ٿي ورائيو.

۽ پوءِ هو مالڪڻ جي اجازت سان روانا ٿيا. ملائي
اولين کنئي، ۽ پيتيون وينگ پنهنجي مٿي تي کنيون.
پوءِ هو آهستي آهستي دروازي ڏانهن وڃڻ لڳا. رستي
هلندي وينگ کي خيال آيو ته هو هڪ عورت کي
پاڻ سان گڏ وٺي وڃي رهيو آهي. عورت، لذيذ گوشت،
اهڙو گوشت جنهن کي اڄ تائين اڳ ڪنهن ڇهيو به
نه هو. انهيءَ سوچ اينديءَ ٿي سندس دل جي ڌڙڪڻ

جي رفتار تيز ٿي ويئي. ۽ عجيب قسم جو احساس
سندس وجود ۾ گشت ڪرڻ لڳو. هو ٽڪڙو ٽڪڙو
گهر ڏانهن ويندڙ پيچري تي هلڻ لڳو. آسمان ڪڪرن
سان ڍڪيل هو. بارش ڄڻ آئي. گهر جي دروازي تي
پوڙهو سندن منتظر هو. پر جڏهن هو ويجها آيا ته هن
ڏانهن نهاريو ئي ڪون. ۽ آسمان ڏانهن نهارڻ لڳو.
پوءِ جڏهن سندس نظر ننهن جي هٿن ۾ جهليل ٽوڪري
تي پيئي تڏهن پٽ کان پڇيائين "ڇا آندو اٿئي" وينگ
وراڻيو، کاڌ پيٽ جو سامان آهي، اڄ مهمانن کي جو
گهرايو اٿئون، ته ڇا هو هتي اڄ بکيا رهندا؟. ايترو
چئي وينگ ٽوڪرو کنيو ۽ گهر اندر داخل ٿيو. سندس
ڪنوار به ڪنڌ جهڪايو سندس پويان گهر آئي. وينگ
سڌو رڌڻي اندر ويو ۽ اولين کي چيائين، ٽوڪري ۾
گوشت ۽ مڇي آهي، کاڌ وارا ڪل ست ماڻهو هوندا
ڇا تون ماني ٺاهي سگهندئين؟
اولين وراڻيو. آءٌ حويلي ۾ اهوئي ڪم ڪندي
هيس تون. چنتا نه ڪر.
مهمان، وقت کان ڪجهه اڳ ئي پهچي ويا. وينگ
جو چاچو، سندس پٽ، سندن پاڙيسري رچن ۽ ٻه مهمان
پر واري ڳوٺ جا واپاري هئا جن کان وينگ ٻج خريد
ڪندو هو ۽ پنهنجو فصل وڪرو ڪري ڏيندو هو.
وينگ مهمانن کي ويهاري، پاڻ رڌڻي ۾ ويو ۽ اولين
کي چيائين ته ماني کڻي اچ، هر زال جي واتان اهو

ٻڌي ته ”آءٌ توکي ٽانءُ ڏيان ٿي، وڃي ميز تي ماني لڳائي، آءٌ غير مردن اڳيان ڪين اچان“. هو ڏاڍو خوش ٿيو. سندس زال باحيا هئي ۽ هوءَ صرف وينگ جي هئي، ٻئي ڪنهن مرد اڳيان وڃڻ به هن پسند نٿي ڪيو.

پوءِ وينگ مهمانن اڳيان ماني اچي رکي ۽ ڏاڍيان چيائين ”چاچا، ماني شروع ڪريو ۽ ڀائرو توهان به.“

چاچي پڇيو ”ڪنوار ڪٿي آهي؟“

اڃان اسين هڪ نه ٿيا آهيون چاچا. ”زال مڙس وارو رشتو اڃان قائم نه ٿيو آهي.“ وينگ ورائيو. انهيءَ جواب تي سڀ کليا ۽ پوءِ ماني کائڻ ۾ جنبي ويا. وينگ وچ وچ ۾ بار بار ائين به چوندو رهيو ته معمولي ماني آهي. خبر نه آهي منهنجي زال گوشت سٺو ناهيو به آهي يا نه. پر اهو چوندي به هو فخر محسوس ڪري رهيو هو. گوشت ۽ مڇي ڏاڍا لذيذ ٺهيل هئا ۽ وينگ کي پڪ هئي ته اهڙو لذيذ کاڌو سندس مهمانن اڄ کان اڳ ڪڏهن چکيو به نه هوندو.

پوءِ جڏهن مهمان هڪ هڪ ڪري ويا هليا تڏهن وينگ پنهنجي ڪوٺڙيءَ ڏانهن ويو. اولهن سندس انتظار ڪري رهي هئي. هن پنهنجي زال جو هٿ پڪڙي ورتو. اوچتو کيس شرم محسوس ٿيو. هن ميز تي پيل ڳاڙهي رنگ جي ميڻ بتي روشن ڪئي ۽ سوچيائين، هيءَ عورت هاڻي منهنجي آهي. هاڻ مون کي ڇا ڪرڻ

کھرجي. ۽ اھو سوچي ھو پنھنجا ڪپڙا لاھڻ لڳو. اولين
ڪٽ جي ھڪ ڪنڊ ۾ پنھنجي جسم تي ڪمبل وجھو
ليٽي پيئي ھئي. وينگ جي دباغي ڪيفيت عجيب ٿي
رھي ھئي. سندس پوري وجود تي سرور ۽ ڪيف طاري ھو.
دل جي ڌڙڪن تيز ٿي وئي ھئي ۽ ھونڪا نڪا ساھہ کڻي
رھيو ھيو. بدن تي ڄڻ باکوڙيون ٻري رھيون ھيون.
ھٿ ڏڪي رھيا ھئس. پوءِ ھن بتي وسائي ھن اولين
کي ڇڪي ڪڻي پنھنجي ياکر ۾ ورتو.

# باب ٻيو

ڪنواري جوان مرد جي زندگي ۽ شادي شده زندگيءَ ۾ ڪيڏو نه واضح فرق آهي. هڪ باڪردار، باحيا عورت جي موجودگي، جيڪا ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين مرد جي وفادار هجي، گهر کي جنت بڻايو ڇڏي. زندگيءَ ۾ خوشيءَ جا اڻ ميا خزانا موجود ٿيو پون! اولين اهڙي ئي زال هئي. وينگ پنهنجي بخت جي چڱائيءَ تي ڏاڍو خوش هو. سندس زال صبح جو سوير ئي اٿي کڙي ٿي ۽ بسترو ڇڏي پنهنجي جسم کي لباس ۾ لڪايائين. ۽ گهر جو ڪم ڪرڻ لاءِ ڪوٺڙيءَ مان ٻاهر وڃڻ لاءِ تيار ٿي. پوڙهي جي کنگهڻ جو آواز اچي رهيو هو. وينگ اولين کي چيو. ”پهرين ٻاٻا کي گرم گرم پاڻي ڏي. پوڙهي جي ڦڦڙن ۾ ڏتل ڪانگهارن کي گرم پاڻي ئي ڪڍي سگهندو.

گرم پاڻيءَ ۾ پتي ڪونه وجهبي ڇا؟ اولين پڇيو. وينگ سندس الهيءَ سوال تي منجهي پيو. هن چوڻ چاهيو ٿي ته چو نه اسين ڪو ٻيو آهيون ڇا. پر هو ڪجهه به چئي نه سگهيو. چو ته هن ڄاتو ٿي ته وڏي حويليءَ ۾ هر وقت چانهه جي ڪوپ ۾ پتي ترندي نظر ايندي هوندي، ۽ اتي ڪو معمولي ملازم به صرف

گرم پاڻي نه پيئندو هوندو. پر هو پنهنجي پيءُ جي فطرت کان واقف هو. جي پهرئين ڏينهن ئي اولين هن لاءِ ٿڌو ڪو ناهي ڪٿي وڃي ته هو سندس فضول خرچيءَ تي ناراض ٿيندو. پر هن سوچيو، پنهنجي غربت ۽ ناداريءَ کي زال کان ڪيستائين لڪائي سگهندو. هر ڏينهن ته ڇپائين. نه نه ڇاڪاڻ سان سندس ڪنگهه وڌيو وڃي.

اڄ ورهين کان پوءِ هو کٽ تي ليٽيو رهيو. اڄ نه ڪنهن باهه ٻارڻي پيئي ۽ نه پيءُ لاءِ پاڻي گرم ڪرڻو پيو. هاڻ اهو ڪم اولين جو هو.

اولين پاڻي گرم ڪرڻ لاءِ ٻاهر وئي هلي ۽ هو انهيءَ بستري تي ليٽيو پيو گذريل رات متعلق ويچاري رهيو هو جنهن ساڻ بستري تي زندگيءَ ۾ پهريون دفعو ڪا عورت ساڻس گڏ ستي هئي. هو سوچي رهيو هو ته ڇا اولين کيس پسند ڪيو؟ ڇا اولين کي راتوڪي ملاپ مان تسڪين حاصل ٿي؟ صبح جو اولين جي چهري جي تاثرن مان ڪا به ڳالهه ظاهر نٿي ٿي. پر اينري وينگ کي پڪ هئي ته اولين رات تائين واقعي ڪنواري رهي هئي. وڏي حويليءَ جي عياش جاگيردارن اولين کي انهيءَ ڪري هٿ نه لاتو هو جو هوءَ سهڻي نه هئي ۽ سندس هٿ پير نرم نازڪ نه هئا. پر انهيءَ سان ڇا ٿي ٿيو. وينگ ته اهو محسوس ئي ڪونه ڪيو ته سندس زال سهڻي نه هئڻ ڪري ڪيس لطف نه آيو. هو ته سڄي رات اولين جي اگهاڙي جسم

تي هٿ ڦيريندو رهيو. هو اڃان انهن ئي ويچارن ۾ هو
ته اولهن ڪوٺڙيءَ ۾ داخل ٿي. سندس هٿ ۾ چانهه
جو پيالو هو جنهن مان ٻاڦون پئي نڪتيون. هن پيالو
ڏانهس وڌائيندي چيو "چانهه پي وٺ. بابا کي ته مون
صرف گرم پاڻي ڏنو آهي، جيئن تو چيو، پر تو لاءِ
ويٺڪ محسوس ڪيو ته سندس زال سندس خدمت جي
جذبي سان سرشار آهي.

اوندڙ ڪجهه مهينا هن زال جي چوڪسي ڪرڻ
۾ گذاريا. هن ڏسڻ ٿي چاهيو ته سندس زال واقعي
شريف عورت هئي يا اهو سڀ ڪجهه ڏيکاءُ هو. هو صبح
جو سج نڪرڻ سان پنهنجي ڍڳي ۽ هر کي ساڻ ڪٺي
ٻنيءَ تي هليو ويندو هو. هن ڀيري ڪڻڪ جو فصل
تيار ٿي رهيو هو. بصر ۽ ٿوم به پوکيا هئائين ۽ زمين
جي هڪ ٽڪر تي ڀاڄيون پن. اڳ جڏهن هو سڄي
ڏينهن جي محنت مزوريءَ کان پوءِ ٿڪل ٽٽل گهر
واپس ايندو هو ته پيءُ ۽ پنهنجي لاءِ ماني به ڪيس ئي
ٺاهڻي پوندي هئي. هو اڌ ڪچيون اڌ پڪيون مانيون
پچائيندو هو ۽ ڪجهه ڦڪو ٻوڙ ٺاهي رکندو هو ۽ هاڻ
ته ايترو وقت ٿي ويو هو اهڙي خوراڪ کائيندي جو
ڪمن ساليءَ جو ذائقو ئي وسري ويو هو. بس پيٽ
ڀرڻو هوندو هو. پر هاڻ زندگيءَ ۾ هڪ نيواڻ اچي
وئي هئي. هو جڏهن واپس موٽندو هو ته ڏهن ماني تيار
هوندي هئي. گهر جي صفائي ٿيل هوندي هئي، تازه ٿيا

صاف هوندا هئا، ميرا ڪپڙا ڌوئل هوندا هئا ۽ ٻاهر لاءِ
سڪيون ڪاٺيون به اولهن پاڻ پرواري جهنگ مان
چونڊي ايندي هئي، يا وري رستي تان ڪنهوڙن جي لڏ
۽ ڍڳن مينهن جا بوسا چونڊي ايندي هئي، انهن کي
ٿڦي، سڪائي ڇڏيندي هئي ۽ سڪل ڪلن ٻوءِ ڪجهه
ٻارڻ طور استعمال ڪندي هئي، ڪجهه وري زمين لاءِ
ڀاڻ طور ڪتب آڻيا هئا. وينگ شام جو جڏهن گهر
ايندو هو ته ڪيس هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ پاڻي ڏيندي ۽
ڍڪي اڳيان ڇنارو وجهندي، ان کي ماني پيارٻندي
۽ وهنجارٻندي. ۽ انهيءَ سڀ ڪرڻ لاءِ وينگ ڪيس
ڪڏهن به نه چيو هو. هوءَ سڀ ڪجهه پاڻ پيئي ڪندي
هئي. اهو روز جو دستور هو. وينگ جو پيءُ به
منجهانس خوش هو جو هوءَ سندس ضرورتن ۽ خواهشن
جو خيال رکندي هئي. ۽ ايترو ڪجهه ڪرڻ جي
باوجود هوءَ نه ٿڪ جي شڪايت ڪندي هئي نه ڪا
فرمائش ڪندي هئي، اڄان رات جو جڏهن وينگ سندس
جسم تي هٿ ڦيرائيندو هو ته هن ڪڏهن سندس خواهش
کي اهو چئي نه ٺڪرايو ته آءُ ٿڪل آهيان، ۽ نه وري
وينگ کي اهو احساس ٿيڻ ڏيندي هئي ته هيءَ
مجبوريءَ جي ڪري خاموش آهي! هن هر طرح پنهنجي
مڙس کي خوش رکڻ تي چاهيو ۽ بس وينگ اڪثر
سوچيندو هو ته لڙلين آخر ڪهڙي مخلوق آهي. نه ڪلي
ٿي، نه روئي ٿي، نه شڪايت ڪري ٿي نه ڪا فرمائش

ڪري ٿي. اهو سوچي سوچي هو پريشان ٿي ويندو هو. گهر ۾ اهڙي ڪا ڳالهه ٿيندي ئي نه هئي جنهن تي هو خوش ٿئي يا ڪلڻ جو موقعو ملي. صبح کان شام تائين جيئن ڏکيو هر ۾ جوتيل رهندو هو تيئن اولهن ڪي به مختلف ڪم ڪرڻا پوندا هئا. آرام ۽ سڪون نه ڏينهن جو هو نه وري رات جو، جيتوڻيڪ رات جي مزوريءَ پڄاڻان هڪ عجيب فرحت ۽ سرور ضرور حاصل ٿيندو هو. پر وينگ اهڙو ڪو طريقو سوچي نه سگهيو جنهن سان پنهنجي زندگيءَ جي يڪسانيءَ کي دور ڪري سگهي. هو هاري هو. غريب هو... ڪيس پيٽ جي باهه وسائڻ لاءِ سڄو ڏينهن محنت ڪرڻي پوندي هئي. انهيءَ طرز زندگيءَ ۾ تبديلي اچي به ڪيئن ٿي سگهي!! هڪ ڏينهن جڏهن وينگ پنيءَ تان موٽيو ته ٽڪ سان ڳڏوڳڏ سندس چهري تي پريشانيءَ جا آثار به هئا. سندس ذهن تي بار هو. جهڙيءَ ريت سنگ پڇي وڃڻ تي ڪٽڪ جا سلا بار ڪري نمي پوندا آهن! فصل تيار هو. لاباري جا ڏينهن ويجها پئي آيا ۽ هو اڪيلو هو! اوچتو محسوس ڪيو ته ڪير سندس پر ۾ بيٺو آهي. اولهن سندس زال. هن پڇيس. اڄ ڪهڙو ٿڪو آهين ڇا؟

نه ته...

ته پوءِ ڇا پيو سوچين؟

فصل تيار آهي. لاباري جو وقت آهي ۽ فصل ٿيو به سٺو آهي. سوچيان اهو پيو ته اڪيلو آءٌ لابارو وجهي

ڪٿان ٻورو ٿوندس.

پر تون هاڻ اڪيلو ڪٿي آهين؟

ڇا ٻيئي ڇوٽن؟

نيڪ ٻيئي ڇوٽا آءٌ توسان گڏ لاٻارو وڃهنديس. ٻاڻ ڪي اڪيلو نه سمجهه.

ٻئي ڏينهن ڪان هوءَ ويڻنگ سان گڏ ٻنيءَ تي وڃڻ لڳي. باقي ٻيا ڪم جيڪي اڳ ئي هن پنهنجي ذمي ڪٿي ڇڏيا هئا سي به پورا ڪندي هئي. ڪڏهن آسمان هيٺ سج جي روشنيءَ ۾ ڪم ڪندي سندس رنگ سانورو ٿي ويو هو. لاٻارو ٻيل ڪٽڪ جيان. هڪ ڏينهن شام جي وقت زمين تي ڪم ڪندي ڪندي اوچتو هن ڪوڏر زمين تي رکي ۽ نپل آواز ۾ ٻڌڪيائين "آءٌ گهر وينديس."

ڇو؟

"شايد وقت اچي ويو آهي.." اهو چئي ڇڻ هوءَ ڪا شيءِ سنڀاليندي گهر ڏانهن رواني ٿي. ويڻنگ بيوقوفن وانگر وات ٽٽيو ڪيس ويندي ڏسندو رهيو. اولين ابڏي وڏي خبر ڪيس اڳين ٻڌائي هئي ڇڻ چوندي هجي. ڇانهه ڪٿي اچان؟ ٻوه جڏهن خيالن جي دنيا مان نڪتو ته گهر روانو ٿيو. ٻيءَ جي ڪوٺڙيءَ ۾ وڃي ٻيءَ کي ٻڌايائين. شايد اسان جي گهر ننڍڙو مهمان اچڻ وارو آهي.

ٻوڙهي ڪلندي چيو "مبارڪ هجيئي سٺي خبر آهي.

# باب ڏهون

جڏهن ٻار جي ڄمڻ جو وقت ويجهو اچي پهتو
تڏهن وينگ اولين کي چيو، "هن وقت ڪا عورت
گهر ۾ هجڻ گهرجي"
پر اولين جيڪا وير جي سورن ۾ ورتل هئي،
تنهن ڪنڌ کي ناڪار ۾ لوڏيو. وينگ جو پوڙهو پيءُ
پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ سمهيو پيو هو. هو هي ٻئي اڪيلا
هئا. ڪوٺڙيءَ ۾ ڏيئي جي جهڪي جهڪي ڏڪندڙ
روشني پکڙيل هئي ۽ اولين جي چهري تي ايترو پگهر
هو جڻ ستاندس ڪنهن پاڻيءَ جا مٽ هاري ڇڏيا هئا.
پر اهو سڀ انهيءَ ڪري هو جو هن رڙيون نه ٿي ڪيون.
سور کي برداشت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ايترو پگهر
ٿيو هوس. "وينگ اهو ڏسي چيو" پنهنجي ڳوٺ ۾ نه
ڪا دائي به نه آهي.
اولين وراڻيو "دائيءَ جي ضرورت به ڪونه آهي."
پوءِ ڪيئن ٿيندو. مون نه ڪڏهن ڪنهن ڳئون
کي به جنم ڏيندي ڪونه ڏٺو آهي؟
تون ڪوبه فڪر نه ڪر، ايترو چئي، پوءِ وري
ڄڻ هوءَ خيالن ئي خيالن ۾ ڪنهن سان ڳالهائڻ لڳي
"جي ٻٽ ڇاڙو نه آءٌ کيس هنج ۾ کڻي وڏي حويلي

ونندس ۽ مالڪڻ کي چوندس، مون کي ٻٽ ڄاڻو آهي، مون کي انعام ڏيو."

پوءِ جڏهن وقت بالڪل سر تي اچي ويو تڏهن اولين ونگ کي ٻه ٻاهر موڪلي ڇڏيو جيڪو ڪوٺڙيءَ جي دروازي تي ويهي ٻار جي آواز ٻڌڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. پوءِ هن اولين جو آواز ٻڌو جيڪا ڪيس مخاطب ڪري چئي رهي هئي "مون کي سرءَ جي ڪاٺي آڻي ڏي ٻڪي، جنهن سان آءٌ ٻارڙي کي پاڻ کان جدا ڪريان"

ونگ ٽڪڙو ٽڪڙو گهران نڪتو ۽ ٻيءَ واري ٽلاءَ جي ڪپ تي بيٺل سرڻ مان اهڙي ڪاٺي ڪپڻ لڳو جنهن جي اولين کي گهرج هئي. پوءِ هو ڪاٺو ڪٽي گهر پهتو ۽ اهو اولين جي حوالي ڪيائين. پوءِ هو پوڙهي جي ڪوٺڙيءَ ۾ آيو. جنهن ڪيس پريشان ڏسي چيو "ڳڻتي نه ڪر، اجهان دير لڳندي، مون کي چڱي طرح ياد آهي ته، جڏهن تون ڄائو هئين ته تنهنجي ماءُ شام جو بستري تي ليٽي هئي ۽ جڏهن صبح جي سج ڌرتيءَ تي نور پکيڙيو تڏهن مون تنهنجي روئڻ جو آواز ٻڌو هو. پوءِ ٻيون ٻار سولائيءَ سان ماءُ جي جسم کان ڇڏي. پوءِ ڪجهه وقت رکي هن چيو "صبحاڻي صبح ٿائون آءٌ ڏاڏو ٿيندس ۽ تون پيءُ!

ونگ پوڙهي جون ڳالهيون غور سان نه ٻڌي رهيو هو. سندس ڌيان پنهنجي زال ڏانهن هو. جيڪا سندس

وارث پيدا ڪرڻ جي عمل مان گذري رهي هئي. پوءِ
هو اٿيو ۽ بي اختيار پنهنجي ڪوٺڙيءَ ڏانهن وڃڻ
لڳو. دروازي وٽ ئي تازي رت جي ڌپ سندس نڪ
محسوس ڪئي ۽ هلڪيون دانهون ٻڌائين. هو اڃان
انهيءَ ٻڌتر ۾ هو ته اندر وڃي يا نه. ايتري ۾ ننڍڙي
ابهم جي روئڻ جو آواز ٻڌڻ ۾ آيس.

اتاولو ئي پڇيائين. پٽ آهي يا ڌيءَ.

اولين هيٺي آواز ۾ ورائيو. پٽ.

اهو ٻڌي وينگ جو سڄو سرير خوشيءَ جي
اڻ مٽي احساس مان ٿڙڪار ٿي ويو. ۽ پوءِ هو تقريباً
ڊوڙندو پيءُ جي ڪوٺڙيءَ ڏانهن ويو ۽ خوشيءَ ۽
جوش مان ڀرپور لهجي ۾ ڪيس چيائين ”مون کي
پٽ ڄائو آهي بابا. آءٌ پيءُ ۽ تون ڏاڏو بڻجي وئين.
”ڏاڏا... ها.. واه... اهو ته مون کي بڻجڻو ئي هو.“
ڀر واري ڪوٺڙيءَ مان ننڍڙي جي روئڻ جو آواز اچي
رهيو هو. هو هن نئين دنيا سان خود کي مانوس ڪرڻ
جي ڪوشش ڪري رهيو هو. شايد ڪيس پتو پئجي
ويو هو ته هاڻ جنهن نئين دنيا ۾ آيو هو، تنهن ۾
سندس جهڙن انسانن لاءِ ڏکن ۽ سورن کان سواءِ ٻيو
ڪجهه نه هو. انهيءَ ڪري ڪيس روئڻ جي عادت وجهڻ
گهرجي جيئن ڪنهن به ڏک يا تڪليف وقت روئي
ڏک هلڪو ڪري وٺجي. وينگ جي ذهن تي جيڪو
بار هو سو هاڻ لهي چڪو هو. ڪيس فخر پئي محسوس

ٿيو نہ هو هڪ ٻٽ جو ٻيءُ هو. ٻوڙهي کي خوشخبري
ٻڌائي هو وري پنهنجي ڪوٺڙيءَ ڏانهن آيو. ڪوٺڙيءَ
جي واڻومنڊل ۾ رت جي ڏپ پکڙيل هئي. پر رت
ڪٿي به ڏسڻ ۾ نہ آيو، شايد اولين ڀائيءَ سان رت
ڏوئي ڇڏيو هو! ڏيئي جي روشني ڪمري ۾ پکڙيل
هئي ۽ اولين جي پر ۾ هڪ ننڍڙو وجود ليٽيل هو.
هن ابهم ڏانهن نهاريو. جنهن جو چهرو سرائيل هو،
مٿي تي ٿورا ٿورا وار هئا، ۽ اکيون بند هوس. هن
اولين ڏانهن نهاريو. جنهن جا وار پگهر سان ڀنل هئا،
۽ چهري تي ٿڪ ۽ ڪمزوريءَ جا آثار ظاهر هئا. وينگ
ڪهس ڏسندي چيو "صبحاڻي آءٌ بازار ويندس ۽ ڳاڙهي
رنگ جي کنڊ وٺي ايندس جنهن کي ٻي تون وري اکي
جهان صحت مند ۽ طاقت ور ٿي ويندينءَ" ايترو چئي
هن هڪ دفعو وري پنهنجي ٻٽ ڏانهن نهاريو ۽ سندس
چپن تي مرڪ پکڙجي وئي-.

وڪرو نہ ڪيو هو جو لاباري وارن ڏينهن ۾ فصل
جي قيمت گهٽ ملندي هئي، هوءَ اهڙن هارين مسان
نہ هو جهڙڪي سڄو سال قرض تي گذارو ڪندا هئا ۽
لاباري کان اڳ ئي پنهنجي فصل جو بنهہ ٿورو اگهہ
۾ سودو ڪري وٺندا هئا. ويتر هڪ هوشياري هاري
هو ڪيس اجايو خرچڻ کان نفرت هئي. هن پنهنجي
گهرائي جي رهڻي ڪهڻي ۽ کاڌي پيتي جي معيار ۾ بہ
اجان ڪو ردوبدل نہ ڪيو هو. هن رقم آئي ويل لاءِ
بچائي تي رکڻ چاهي، فضول خواهشن پٺيان خرچ ڪرڻ
نہ. پاڻي بہ تہ هو صرف ڏي هئا. پوڙهي پيءُ جنهن کي
ڪنهن بہ اهڙن شيءِ جي ضرورت نہ هئي، پاڻ ۽ سندس
زال جيڪي، هر حال ۾ صابر رهڻ چاهيندا هئا ۽ سندن
ننڍڙو پٽ، جنهن لاءِ ماءُ جي ڇاتين ۾ اڃا خوراڪ
موجود هئي جو هوءَ هڪ ئي وقت اهڙن ٽين بہ ٽن
ٽن ٻارن جون ضرورتون پوريون ڪري ٿي سگهي. ويتر
کي هينئر شديد سيءَ پوڻ جو انتظار هو جڏهن سنلس
داڻن جي قيمت ڏيڍي ۽ ٽوڻي ٿي ملندي، ويتر جو
چاچو هميشه بيٺل فصل جو سودو ڪري ڇڏيندو هو
ڇو تہ هو هر وقت ضرورت مند رهندو هو ۽ جلد رقم
حاصل ڪرڻ لاءِ بيٺل فصل ئي وڪرو ڪري ڇڏيندو
هو جنهن جا ڪيس تمام ٿورا پئسا ملندا هئا. پر هو
ائين ڪرڻ لاءِ مجبور هو ڇو تہ انهيءَ ڪري جو
سندس زال اجايا خرچ ڪندي هئي ۽ پيو تہ هو پاڻ

جواري هو ۽ نشاسٽي پڻ، ۽ انهن ٻنهي فعلن لاءِ ڪيس رقم جي هر وقت ضرورت رهندي هئي. جوا ۾ هو هميشه هارائيندو هو ۽ ڪٿي جي اميد ۾ پيو هارائيندو هو ۽ ڳالهه کي سمجهندو ڪونه هو. هاڻ شديد سيءَ به پوڻ لڳا. برفاني هوائون ڏکڻ ڪان اوپر طرف لڳڻ شروع ٿيون جن اصل جسم کي وڍيو ٿي. ۽ وينگ کي انهن ڏينهن جو انتظار هو. انهي وچ ۾ هن پنهنجي پٽ جي ڇهن مهينن جو ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ هڪ دعوت جو به بندوبست ڪيو جنهن ۾ صرف انهن ماڻهن کي گهرايائين جن کي هن پنهنجو سچو همدرد، هڏڏوکي ۽ غمخوار سمجهيو ٿي. سندس پٽ صحت مند هو. سهڻو ۽ ڪلمک... مهمانن سندس خلوص جي تعريف ڪئي ۽ ٻارڙي جي تندرستي ۽ وڏي عمر لاءِ دعا ڪئي. پوءِ وينگ پنهنجي فصل جو سودو ڪيو ۽ بدلي ۾ ڪيس ايترا چانديءَ جا سڪا مليا جن جو ڪوبه غريب هاري تصور ئي نٿي ڪري سگهيو. هاڻ مسئلو هو انهيءَ دولت کي لڪائڻ جو جنهن جي ٻئي ڪنهن عزيز قريب کي خبر نه هئي. نيٺ ٻئي زال مڙس گڏجي ويچار ڪرڻ ويٺا ته انهيءَ مسئلي کي ڪيئن منهن ڏجي. هيئنر وري اولين جي ذهن ڪم ڏيکاريو ۽ وينگ به انهيءَ تي راضي ٿيو ته پنهنجي ڪوٺڙيءَ ۾ کڏ کوٽي سڪا پوري ڇڏجن. اولين اهو ڪم به ڪيو ۽ پوءِ ٻئي مطمئن ٿي ويا. ڇو ته سندن محنت ۽ پورهئي جي ڪمائي هاڻ محفوظ ٿي وئي هئي.

# باب پنجون

نئين سال جي آمد جي موقعي تي وينگ ڪابه
فضول خرچي نه ڪئي، جڏهن ته سندس واسطيدارن
کيس ڪنجوسيءَ جا ڏاڍا طعنا به ڏنا. پر وينگ ڄاتو
ٿي ته نئين سال يا ڪنهن به ٻئي ڏڻ تي اجايو خرچ
ڪرڻ بي فائدو آهي ۽ اهڙين فضول خرچين جي ئي
ڪري ماڻهو ٻين اڳيان جهولي ڦهلائڻ تي مجبور ٿئي
ٿو ۽ ٻين جي زيربار ٿئي ٿو. تنهن کان سواءِ اها به
هڪ ڳالهه هئي ته وينگ پنهنجي خوشحاليءَ جو پڙهو
نٿي ڪڍائڻ چاهيو. کيس اهڙي ڏيکاءَ کان سخت
نفرت هئي.
اولين به کيس انهيءَ لاءِ مجبور نه ڪيو. پر هن
ايترو ضرور ڪيو جو نئين سال جي خوشيءَ ۾ پنهنجن
هٿن سان هڪ ڪيڪ ناهيائين ۽ ٻي ڪجهه مٺائي پڻ.
هن چاهيو ٿي ته خوشيءَ جي انهيءَ ڏينهن تي هوءَ
پنهنجي پٽ کي وٺي پنهنجي مالڪڻ جي خدمت ۾
حاضر ٿي اچي ۽ مالڪڻ کان پنهنجو انعام به وٺي
اچي. انهيءَ کان وينگ به کيس نه روڪيو، هو به خوش
هو انهيءَ ڳالهه تي ته جنهن حويليءَ ۾ سندس زال
هڪ ٻانهيءَ جي حيثيت ۾ زندگي گذاري هئي، انهيءَ

حويليءَ ۾ هوءَ هڪ اهڙي ماريءَ جي زال جي حيثيت
۾ مهمان بڻجي وڃي رهي هئي جيڪو پنهنجي قسمت
جو پاڻ مالڪ هو، جنهن تي ڪنهن جو قرض نه هو
۽ جيڪو ڪنهن جو ملازم نه هو... انهيءَ خوشي واري
موقعي تي هن پنهنجي لاءِ هڪ ڊگهو ڪاري رنگ جو
ڪوٽ سبرايو ۽ اولين لاءِ سالن جو نئون وڳو.

نئين سال جي پهرئين ڏينهن هو صبح جو اڳي کان
سوير جاڳي پيو. اولين ڪانئس به اڳ جاڳيل هئي ۽
هن ننڍڙي کي وهنجاري ڳاڙهي رنگ جو لباس پهرائي
ڇڏيو هو جيڪو خوش قسمتيءَ جي علامت سمجهيو
ويندو آهي. هوءَ پاڻ به وهنجي چڪي هئي. وينگ به
جهٽ تيار ٿي ويو ۽ پوءِ اهو قافلو وڏي حويليءَ ڏانهن
اسهيو. هڪ سال ۽ ڪجهه مهينا اڳ جڏهن وينگ پهريون
دفعو اوڏانهن ويو هو تڏهن هو اڪيلو هو ۽ اڄ هو
ٽي ڀاتي هئا. ننڍڙو وينگ جي ڪڇ تي هو ۽ مٿئي
جي نوڪري اولين جي هٿن ۾. جڏهن هو حويليءَ جي
ڦاٽڪ تي پهتا ته ساڳيو چوڪيدار موجود هو. ڪنهن
ڏسي پليڪار ڪندي چيائين، "اڄ اڄ پائو وينگ گهر
واري به گڏ اٿئي؟ ڀلي ڪري آيا" ۽ پوءِ وينگ جي
ڪڇ تي ننڍڙي کي ڏسي چيائين "پانيان ٿو ته پٽ
آهي؟ مبارڪ هجيئي."

ها، پٽ آهي. مهرباني.

چوڪيدار حسد جي باهه ۾ سڙندي، پر متاثر ٿي رو

مرڪندي چيو ”پاڻنجي ٿو تہ گذريل سال توتي چڱو
مهربان رهيو آهي“ وري چيائين. اڄ- تون هيڏانهن
منهنجي غريبائي جهڳيءَ ۾ ويهہ. جيڪا تنهنجي لائق
تہ ڪونهي آءٌ تنهنجي زال ۽ پٽ کي مالڪن جي
خدمت ۾ پهچائي اچان.

وڻنگ ڪيس ڪو جواب نہ ڏنو. ۽ انهيءَ بيٺو اولين
۽ پنهنجي پٽ کي حويليءَ جي ايوان ڏانهن ويندي
ڏسندو رهيو. ۽ پوءِ پاڻ بہ چوڪيدار جي ڪوٺڙيءَ ۾
ويو جتي چوڪيدار جي زال سندس آڌرڀاءُ ڪيو ۽ چانهہ
جو پيالو سندس سامهون رکيائين جنهن کي ڪيتري
دير تہ هن ڇهيو بہ ڪين، ڇو تہ پتيءَ جي خوشبو کا
اهڙي وڻندڙ ڪونہ هئي.

ڪن پل کان پوءِ اولين چوڪيدار سان گڏ ئي
موٽي آئي. زال جي جلد موٽي اچڻ تي وڻنگ کي
عجب بہ ٿيو ۽ پشيماني پڻ. هن اولين جي ڇهري جي
تاثرن مان سبب پروڙڻ جي ڪوشش ڪئي پر اٿي تہ
ڪو تاثر ڪونہ هو. نديڙي کي اولين کان وٺندي هن
چوڪيدار جا ٿورا مڃيا ۽ ڪانئن اجازت ورتي. ڦاٽڪ
اڪري پار ڪري هن اولين کان پڇيو ”پاڻيان تو
ٻرائي مالڪن توسان چڱو سلوڪ نہ ڪيو...

اولين جواب ۾ ڪجهہ دير تہ ماٺ ڪيو علندي
رهي، پوءِ ورائيائين ”حويليءَ وارن جي حالت چڱي

۽ آهي. مالڪن کي اڄ به اهائي شال اوڍيل هئي جيڪا ڳنڍيل سال ولس ڏولڏي هئي. هن حويليءَ جا ته نوڪر ۽ ٻانها ٻانهيون به سال پراڻا ڪپڙا نه ڍڪيندا هئا.

اهو ٻڌي وينگ چيو ”ڪا خبر پوندي ته هو ڇو ڪهڙي سبب ڪان غريب ٿي ويا آهن؟“

ها. آءٌ رڌلي ۾ به ويٺي هئس، پنهنجي پراڻي استاد کي سلام ڪرڻ. ان ٻڌايو ته جاگيردار جي انيڪ پٽن کي هر رات هڪ نئون جسم گهرجي. هتي روز نيون نيون داشتائون ڏسڻ ۾ اينديون آهن، انهيءَ ڪانسواءِ سيٺن کي آفيم گهرجي، ۽ مالڪن پاڻ بي انداز آفيم استعمال ڪرڻ شروع ڪيو آهي. جڏهن ائين آهي ته پوءِ هو غريب ڇو نه ٿيندا. مالڪن پنهنجي نينگريءَ جي شادي هڪ وڏي رئيس جي پٽ سان پڪي ڪئي آهي. هاڻي هن لاءِ ڏيج تيار ٿي رهيو آهي جنهن تي اهڙي نموني دولت لٽائي پئي وڃي. جو جيڪر ڪا رياست به وڪرو ٿي وڃي. مالڪن مون کي چيو ته هو پنهنجي ڪجهه زمين وڪرو ڪرڻ ٿي گهري، ڳوٺ جي پرواري زمين. جتي پلن چانورن جو پلو فصل ٿئي ٿو.

اهو ٻڌي وينگ خوشيءَ گاڏڙ جوش ڀرئي لهجي ۾ چيو ”اها زمين آءٌ خريد ڪندس، پاڻ وٺندا سون اها زمين“.

چا چيئي؟ ايتري قيمتي زمين پاڻ پلا ڪيئن وٺي سگهنداسين؟

چو ڪونه وٺي سگهنداسين. پاڻ وٽ چانديءَ جا ڪيترا سڪا آهن. انهن کي زمين ۾ لڪائي رکڻ مان چا هڙ حاصل؟ زمين وڪڻڻ، ماءُ وڪڻڻ برابر آهي، اسان جا اهي جاگيردار، رئيس بي غيرت آهن. جيڪي ڌرتي ماتا جو سودو ڪرڻ کان به نٿا مڙن ۽ ڪو عار نٿا محسوس ڪن. صرف پنهنجي خسيس خواهشن جي پورائي لاءِ. آءٌ نه وٺندس ته ڪو ٻاريو وٺندو، جڏهن ته کوٽ واري زمين اسان جو حق آهي" مون فيصلو ڪري ورتو آهي.

پر چاچي جي زمين چو نٿو وٺين؟ اها زمين ته پنهنجي گهر کي ويجهي آهي ۽ هو وڪرو به ڪرڻ چاهين ٿا.

"بيوقوف عورت تون نٿي سمجهين. چاچي واري ٻنيءَ جي حالت اها آهي جيڪا ڍڳيءَ جي ٿڻن مان کير جو ڦڙو ڦڙو ڪڍي وٺڻ کان پوءِ ٿڻن جي هوندي آهي. ۽ ويجهي يا پري هجڻ جي ته منهنجي نظرن ۾ ڪا اهميت نه آهي. آءٌ پنهنجي گڏ ڪيل ڪل هڙ موڙي حويليءَ وارن جي قدمن ۾ ڍير ڪري ڇڏيندس ۽ ڪمن زمين مون کي ڏيئي پوندي...

اولهن خاموش ٿي ويئي. فخر جو احساس رت ٻڌجي

سندس شرمانن وسيلي سڄي جسم ۾ ڀڪڙجي ويو ته هوءَ
هڪ اهڙي شخص جي زال هئي جيڪو علائقي جي
وڏي ۾ وڏي جاگيردار کان زمين خريد ڪرڻ جي
سگهه رکندڙ هو... انهي احساس تي سندس چپن تي
دلفريب مرڪ طاري ٿي وئي.

# باب چوٿون

ٻئي ڏينهن وينگ زمين کوٽي چانديءَ جا سورا سڪا ڪڍي ورتا ۽ انهن کي هڪ ڪپڙيءَ ۾ ٻڌ ڪري پنهنجي لباس جي اندرئين پاسي ٽهيل ڪيسي ۾ رکيائين ۽ وڃي وڏي حويلي پهتو. چوڪيدار کيس ٻڌايو ته وڏو جاگيردار اڃان سمهيو پيو هو. اهو جواب ٻڌي وينگ کي عجب ٿيو. سج ڪيترو مٿي اچي چڪو هو ۽ جاگيردار اڃان آرام ڪري رهيو هو. چوڪيدار کيس ٻڌايو ته گذريل ٽي ڏينهن ۽ ٽي راتيون سانده، جاگيردار پنهنجي عياشيءَ واري ايوان ۾ هڪ نئين نوجوان داشته سان گڏ داد عيش ڏيئي رهيو هو. "پر تون ساڻس ڇو ٿو ملڻ چاهين."

وينگ سوچيو "جي جاگيردارن جا ڪرتوت اهڙا ڪندا نه هجن ته اِڪين پنهنجيون سون ورنيون ٺهيون چوڪر وڪرو ڪرڻيون پون، پر خير... مون کي ڇا..." ۽ پوءِ چوڪيدار کي جواب ڏنائين.

آئون اهو ٻڌي آيو آهيان ته حويليءَ وارا ٻني لڪر وڪڻڻ ٿا چاهين. مون وٽ چاندي آهي. چوڪيدار چيس "ته انهيءَ لاءِ جاگيردار سان ملڻ ضروري ڪونه آهي. وڃي وڏي منشيءَ سان حالي احوالي ٿي. ۽ ها

پئي. سودو هوشياريءَ سان ڪجان، منشي جي وڏي
وات ۾ چند سڪا هئندين ته هو پلي پنيءَ جو وڏو
ٽڪر تنهنجي نالي ڪري ڇڏيندو. جاگيردار کي ته
اها به خبر نه آهي ته سندس زمين جي اراضي ڪيتري
آهي. سمجهيئه؟

ها سمجهيم. مهرباني پر وڏو منشي ڪٿي ملندو؟

ڏاهي لفظي مهربانيءَ سان ڪم ڪين هلندو. منهنجي
ترىءَ تي چانديءَ جو هڪ سِڪو رک ته منشيءَ
جو ڏس ڏيانءِ. دولت ملي اٿئي ته دولتمندن وارا
اوصاف به ڏار. بخشش جي عادت وجهه.

وينگ چوڪيدار جي هٿ تي چاندي جو هڪ
سڪو رکيو ۽ پوءِ ٿوري ئي دير کان پوءِ هو سودو
مڪمل ڪري چڪو هو.

هالي وينگ وٽ گهڻي زمين هئي. انهيءَ ڪري
ڪين محنت به گهڻي ئي ڪرڻي پئي. پوڙهو وينگ جي
پٽ کي سنڀاليندو هو ۽ اولين به سڄو ڏينهن مڙس سان
گڏ زمين تي محنت ڪندي هئي. صبح جو اوير کان
اپرندڙ سج انهن ٻنهي زال مڙسن کي ڌرتي ماتا جي
سيوا ڪندي ڏسندو هو ته شام جو موڪلائڻ وقت به
هي زمين تي ئي هوندا هئا... اهڙي ئي هڪ ڏينهن
وينگ محسوس ڪيو ته سندس فصل جيان سندس زال
جي جسم ۾ به هڪ نئون فصل تيار ٿيڻ وارو هو.
ڪم جا ڏينهن هئا ۽ اهڙي وقت جڏهين ڪيس زال

جي مدد جي شديد ضرورت هئي هوءَ ٻار ڄڻڻ واري هئي. هن زال کي مخاطب ٿي ٽڪل ٽڪل لهجي ۾ چيو "نه هن دفعي وري جڏهن فصل کي تنهنجي ڏانٽي جي ضرورت آهي، تون ٻار ڄڻڻ واري آهين؟

اولين چيو "ڳڻتي نه ڪر. آءٌ ڏينهن ٻن ۾ چاڪ ٿي ويندس، پهرئين ٻار پيري ڪجهه ڏکيائي ٿئي ٿي، هاڻ ائين ڪونه ٿيندو."

ٻئي ڏينهن جڏهن سج اڃان وچ آسمان تي هو. اولين ڏانٽو زمين تي رکي، سڌي ٿي بيهي رهي- وينگ ٿورو پرڀرو ڪم ۾ لڳل هو، هن کيس ڪجهه نه چيو ۽ اولين آهستي آهستي گهر ڏانهن وڃڻ لڳي. وينگ سمجهي رهيو هو ته سندس جفاڪش زال چو اڄ انهيءَ وقت گهر وڃي رهي هئي. هن خود کي اڃان گهڻو ڪم ڪرڻو هو، تنهن ڪري هو اولين سان گڏ نه ويو. شام جو جڏهن سج لٿي کان پوءِ هو پنهنجي گهر پهتو ته اولين ڪوٺڙيءَ ۾ بيحال پيئي هئي. جيئن تمام گهڻي محنت کان پوءِ مزور بيحال ٿيندو آهي. وينگ پڇيس. "ڇا ٿيو؟ پٽ يا ڌيءَ؟"

اولين وراڻيو. "پٽ"

انهيءَ کان وڌيڪ ڪا ڳالهه ٻولهه نه ٿي. وينگ خوش ٿيو ته سندس گهر ۾ هڪ ٻئي محنتي مزور جنم ورتو هو جيڪو وڏو ٿي سالس ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هر هلائيندو، زمين کي ريج ڏيندو، گڏ ڪيندو فصل

اڻندو ۽ وينگ جي مدد ڪندو. پر هو اهترو ته ڏکل هو جو پنهنجي تازي چاول پٽ جي شڪل ڏسڻ جي ضرورت به نه محسوس ڪيائين. اولين پنهنجي ننڍڙي پٽ سان ڪٽ تي سمهي پيئي هئي- هي بار اڳئين بار کان ڪجهه هلڪو هو.. ٻني ۾ هر هلائڻ لاء ڏکن جي ضرورت ٿيندي آهي ۽ ڏکيا پٽسن سان ملندا آهن، پر اولين وينگ کي ٻنا پٽسن جي محنت ڪندڙ هاري جڻي ڏيئي رهي هئي. سندس شاديء کي ٻيو سال مس پورو ٿيو هو ته ٻيو پٽ ٿيو هو ۽ اهڙيء ريت شايد هر سال هڪ نئون پٽ.. وينگ پنهنجو ٿڪ لاهي پوڙهي جي ڪوٺڙيء ۾ ويو ۽ کيس اها خبر ڏنائين بابا، تنهنجي ننهن تولاء هڪ ٻئي پوٽي کي جنم ڏنو آهي ۽ تون چائين ٿو ته گهر ننڍو آهي سو هاڻي تنهنجو وڏو پوٽو توسان گڏ سمهندو.

وينگ جي پوڙهي پيء جي سراڪيل چهري تي خوشيء جون ريکائون ظاهر ٿيون ۽ هن انهيء جي به منظوري ڏني ته وڏو پوٽو ساڻس گڏ سمهي.

هن دفعي به فصل ڏاڍو سٺو ٿيو. وينگ پنهنجي گذريل سال جي سموري ڪمائيء سان جهڪا نئين زمين ورتي هئي تنهن هڪ ٻي فصل ۾ پنهنجي قيمت ڪڍي ڏني. وقت اچڻ تي وينگ سمورو اناج وڪيو ۽ سندس گهر ۾ سوني ۽ چانديء جي سڪن جو وڏو تعداد اچي گڏ ٿيو، جن کي هن اڳي جهان زمين کوٽي دفن

ڪري ڇڏيو. هاڻ ڳوٺ وارن کي به خبر پئجي ويئي
هئي ته وينگ وڏو زميندار بڻجي ويو آهي، اهڙو جو
هو وڏي حويليءَ وارن کان زمين خريد ڪرڻ جي
سگهه رکي ٿو! ڳوٺ وارا ڪيس ڳوٺ جو مُکي بڻائڻ
متعلق سوچڻ لڳا.

# باب ستون

وينگ جو پوڙهو بيڪار چاچو هاڻ مٿي جو سور ثابت ٿي رهيو هو. ۽ انهيءَ جي وينگ کي اميد به هئي! جيسين وينگ ۽ سندس ڀيڻ غريب هئا ۽ سندس ڪفالت نٿي ڪري سگهيا تيسين هو ٻني سني ڪٽان ڏيکو هٿ ڪندو هو ۽ ٻي ڏليءَ سان زمين ۾ هر هلائيندو هو ۽ ٻج ڇٽيندو هو، ۽ انهيءَ معمولي محنت عيوض به ڄڻن ڌرتي ماتا هن لاءِ آن اپائيندي هئي ته هو جيسين اهي چند سڪا کيسي ۾ هوندا هئا وري نه ٻيو ڪو ڪم ڪندو ۽ نه زمين جي شڪل ڏسندو هو. جوا، نشو، ٻارن جي لاڏ ڪوڏ ۽ نڪمي زال جي خواهشن جي پورائي، اجايو، دعوتون، ميلن ٺيلن ۽ ڪاڄن تي اجايو خرچ ڪري هو جلد پنهنجي ڪل موڙي خرچ ڪري ويهندو هو ۽ باقي وقت قرض ۽ پن سن تي ٻيو گذارو ڪندو هو. وينگ جي چاچي جون ڌيئر جوان ٿي ويون هيون ۽ انهن سان ٻه ته سامائجي چڪيون هيون ۽ شادي ڪرڻ قابل هيون، پر چاچي کي انهيءَ ڳالهه جو ڄڻ ڪو فڪر ئي نه هو، ڇوڪريون به مٿي اکهاڙيون، پنهنجي شباب جون ڀرپور دعوت ڏيندڙ نشانيون کنيو بنا هٻڪ گلين ۾ پيون رلنديون هيون

۽ غيرمردن سان ڳالهائڻ کان به نه ڪيٻائينديون هيون.
هڪ ڏينهن جڏهن راهه ويندي وينگ پنهنجي سوٽ کي
هڪ غيرمرد سان ڳالهائيندي ڏٺو تڏهن هو ٻنيءَ تي
وڃڻ بدران چاچي جي گهر ويو ۽ اڱڻ چڙهندي ۽
ڪاوڙ مان چاچيءَ کي مخاطب ڪيائين هاڻ توهانجي
لاڏليءَ سان ڪير شادي ڪندو جڏهن ته هوءَ گلين ۾
ڪنتر پيئي ٿئي ۽ هر شخص سان رلي ملي سگهي ٿو؟
اڄ ڪيئن سامائي به ٽي چار سال ٿي ويا آهن ۽ اڄ مون
هڪ لوفر کي سندس ٻانهن پڪڙيندي ڏٺو، هوءَ ڪيس
ٺٺڙ هٽڻ بدران بيباڪيءَ سان ڪلڻ لڳي.

وينگ جي چاچي ٿلهي هئي ۽ سندس بدن ۾ صرف
هڪ عضوو اهڙو هو جيڪو حرڪت ڪندو هو ۽ خوب
ڪندو هو. سو هو سندس زبان. سو وينگ جون ڪڙيون
ڳالهيون ٻڌي هن به خار مان ورائيو "ڪهڙو منهن
ڪٺي هيڏانهن آيو آهين؟ اسان وٽ ته ڪائڻ لاهه دائا
ڪونهن سو هن جو ڏيج ڪٿان آڻيون. ٻنان ڏيج جي
ڪير سنس شادي ڪندو؟ آهه چاڻان تي تون وڏي
واڪ انهيءَ ڪري ڳالهائي رهيو آهين جو تو وٽ
تمام گهڻي دولت ٿي ويئي آهي. هر فصل کان پوءِ
نئين زمين ٿو وٺين، ٻيا هاري به سکيا آهن، پر تنهنجي
چاچي ته جڻ آسمان جو ڪو ڏوهه ڪيو آهي جو سندس
زمين ۾ دائا تين ٿي ڪولو." ايترو چئي ٿلهي مائي
چاني ۽ مٿو پٽڻ لڳي ۽ وٺي هاءِ گهوڙا مچايائين. وري

ساهي ڀَني چيائين ”ڪاش تون ڄَڻندو هجين ها ته مالڪن جا گهر ورهين کان زمين مٿان اڏول بيٺا آهن پر اسان جو هي گهر هر دفعي مينهن ۽ طوفان ۾ زمين برابر ٿيو وڃي. اسان جو ڀاڳ ئي ڦٽل آهي.

وينگ خاموش ويٺو اهو واويلا ٻڌندو رهيو ۽ مائي جڏهن ماٺ ڪئي تڏهن چيائين، آءٌ توتي ٽوڪون ڪرڻ يا نصيحت ڪرڻ ڪونه آيو آهيان، سون ته صرف ايترو ئي چوڻ چاهيو ته نينگرين کي ان وقت گهر مان رخصت ڪري ڇڏڻ گهرجي جڏهن هو اڃان ڪنواريون هجن ۽ سندن عصمت محفوظ هجي. ايترو چئي هو واپس روانو ٿيو. رستي هلندي سوچيائين ته چاچي جي گهر وڃي غلطي ڪئي هئائين. هن دفعي فصل لٿي پڄاڻان هن وڏي حويليءَ وارن کان ڪجهه ٻي ٻه زمين خريد ڪرڻ ٿي چاهي ۽ پنهنجي اڱڻ تي هڪ وڏيڪ ڪوٺڙي ٿي ٺاهڻ چاهيائين، پر هاڻ ڇا ٿي ٿي سگهيو. تير ڪمان مان نڪري چڪو هو، ڪانئس اهو برداشت نه ٿيو ته سندس خاندان جي ڪا جوان نينگري اهڙي ريت بازار ۾ رُلي ۽ غير مردن سان ميل ملاپ رکي! ٻئي ڏينهن اڃان سج مس اڀريو هو ته وينگ جو چاچو ٻنيءَ جي انهيءَ ٽڪر تي پهچي ويو جتي وينگ ڪم ۾ لڳو پيو هو. اولهن موجود نه هئي، سندن ٻئي ٻار جي عمر ڏهه مهينا ٿي ويئي هئي ۽ هاڻ ٽيون ٻار اچڻ وارو هو پر هن دفعي اولهن جي طبيعت ٺيڪ نه هئي. ٻنهي جي

پيدائش کان اڳ هوءَ چاڪ چڱي ڀلي هئي پر هن
دفعي سندس حالت هر سال آباد ٿيندڙ زمين جهڙي هئي
جيڪا ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندي ويندي آهي، اولين
۾ رت جي هوئي ڪونه، جسم به لاغر ٿي ويو هوس
۽ ڪانئس زمين تي ڪم به نٿي پڄتو.

وينگ جي چاچي جي جسم تي نالي ماتر لباس هو
۽ تيز هوا جي ڪري اهو اڻ پورو لباس به اڏي اڏي
سندس جسم جي نمائش ڪري رهيو هو. وينگ کيس
ايندي نه ڏٺو. چاچو ڪجهه دير خاموش ويٺو وينگ
کي ڏسندو رهيو پر جڏهن وينگ ڏانهس متوجه نه ٿيو
ته کيس مخاطب ڪري چوڻ لڳو ”منهنجا ته نصيب
ئي کوٽا آهن. زمين ۾ جيڪو ٻج ڇٽيان ٿو سو به
سمورو زمين مان اسري نٿو جيڪي سلا نڪرن ٿا سي
به ڪمزور ۽ سڪل. هن دفعي ته شايد اسان کي پنهنجي
ٻنيءَ جو ان به نصيب نه ٿيندو. ۽ اسان کي پنهنجن
۽ ڀراون کان اوڌر سوڌر وٺي گذران ڪرڻو پوندو.

وينگ ڏانئو رکي چاچي ڏانهن متوجه ٿيو. هو چئي
رهيو هو. تنهنجي چاچيءَ نه مون کي گهڻيون ڳالهيون
ٻڌايون آهن. پر آءٌ سمجهان ٿو ته تو جيڪي ڪجهه
چيو هو سو سچ هو ۽ تو اسان جي ڀلي جي ڳالهه
ڪئي هئي. منهنجي ڌيءَ- تنهنجي پڻ جي هن وقت
تائين شادي ٿي وڃڻ گهرجي هئي. هوءَ هاڻ سترهن
ورهين جي اڇي ٿي آهي، هن عمر ۾ ته ڪيس ساهه

ٻڌجي وڃڻ گهربو هو. سون کي ڊپ آهي ته, ڪٿي هوءِ ڪو اهڙو ٻار نه ڄڻي وجهي جنهن کي زمانو حرامي چوي. ۽ جيڪو پيدا ٿي پنهنجي خاندان لاءِ بدنامي ۽ رسوائيءَ جو سبب بڻجي.

وينگ وٽ انهن سڀني ڳالهين جو جواب هو, هن کيس چوڻ چاهيو ٿي "گهر جا سمورا در ۽ دريون بند ڪري ڇڏيو, نينگرين کي گهر جو انتظام هلائڻ جي سکيا ڏيو. کين رڌ پچاءَ ۽ سلائي پرائيءَ ۾ مصروف رکو, پوءِ اهو سڀ ڪجهه نه ٿيندو. پر هو ڪجهه به نه ڪڇيو. چاچي جو کيس خاموش ڏٺو سو وري چيائين" جي منهنجو ڀاڳ خراب نه هجي ها ۽ آءٌ اهڙي زال جو مڙس نه هجان ها جيڪا هر سال ڌيءَ ڄڻيندي رهي آهي ۽ جيڪو هڪ پٽ ڄائو اٿس سو به پٽ گهٽ ڌيءَ وڌيڪ آهي, ته آءٌ به اڄ تو وانگر سکيو هجان ها, تو اڳيان هٿ نه ڊگهاريان ها پر تون منهنجي در تي سوالي هجين ها, جي تنهنجون ڌيئر هجن ها ته انهن لاءِ لائق ور ڳولهيان ها, تنهنجو گهر مينهن ۾ ڪري پوي ها ته اهو ٺهرايان ها, تنهنجي گهر وارن کي ننڊ نه اچي ها ته آءٌ به اوهان سان گڏ اوجاڳا ڪريان ها! ان لاءِ ته اسان جو رت ساڳيو آهي, هڪ ڌر جي تڪليف کي ٻي ڌر به ايتروئي محسوس ڪري ها.

وينگ چاچي جي انهيءَ فصيح تقرير جو مطلب

سمجهي رهيو هو، هن جند چڙائڻ لاءِ چيو "چاچا توکي خبر آهي ته آءٌ ڪو تونگر نه آهيان، مون کي به هڪ زال، ۽ ٻن ٻارن جي پيٽ پرڻ لاءِ جاڪوڙ ۽ محنت ڪرڻي ٿي پوي، مٿان وري تيون ٻار اچڻ وارو آهي. پوڙهي ٻيءَ جون به ڪي ضرورتون آهن جيڪي مون کي ئي پوريون ڪرڻيون ٿيون پون".

چاچي چڙ مان چيو "ڪير ٿو چوي ته تون امير نه آهين؟ تو وڏي حويليءَ وارن ڪان سندن اڳهه تي زمين ورتي آهي جيڪا ٻيو ڪوبه نٿي وٺي سگهيو. پوءِ به چوين ٿو ته امير نه آهين، اميرن کي پوءِ سنگ هوندا آهن ڇا؟

هاڻ وينگ کي به ڪاوڙ اچي وئي، خار مان چيائين "آءٌ امير ڪونه آهيان چاچا، پر مون وٽ چانديءَ جا ڪجهه سڪا آهن، انهيءَ ڪري جو آءٌ محنت ٿو ڪريان، منهنجي زال به محنت ڪندي آهي، آءٌ تو وانگر جوا ۽ بنهنجو الهه تلهه نه وڃائيندو آهيان ۽ نه ئي نشي پوڻان پنهنجي محنت جي ڪمائي ضايع ڪندو آهيان.

چاچو اهو ٻڌي ڪاوڙ ۾ اڳتي وڌيو ۾ وينگ کي هڪ ئي وقت ڪيترئون چماٽون هڻي ڪڍيائين ۽ چيائين تون اهو سڀ ڪجهه پنهنجي بزرگ چاچي کي چئي رهيو آهين بي شرم، ڇا خاندان جي بزرگن سان ائين ڳالهائبو آهي؟ نندين کي ته وڏن جا گناه ۽ ڏوهه به

سندن سامهون ورجائڻ نہ گهرجن!

وينگ مان ڪيو سڀ ڪجهہ ٻڌندو رهيو، شايد ڪيس پنهنجن لفظن تي ندامت هئي، پر سندس دل ۾ لالچي چاچي لاءِ نفرت کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نہ هو.

چاچي وري چيو ”اڄ صبحاڻي پنچائت گهرائيندس تو مون سان گهٽ وڌ ڳالهايو، منهنجي نوجوان پاڪباز ڌيئرن تي ڪوڙا الزام هنيا آهن، اڄ توکي ڏسي وٺندس. آخر تون مون کان ڇا ٿو چاهين؟ وينگ پريشانيءَ مان پڇيو...

اهو ٻڌي پوڙهو وري مرڪي ٿي پيو، مرڪندي چيائين ”مون چاتو ٿي تہ تون نيڪ ۽ صالح اولاد آهين. ٻڌ پٽ، مون کي پندرهن ويهہ چانديءَ جا سڪا ڏي، پوءِ ڏسجان تہ ڪيترو نہ جلد اڄ تنهنجي پيءُ جو گهر آباد ٿو ڪريان. اڄ بہ چاٺان ٿو تہ موسوي جي پڇي وڃڻ کان پوءِ ان کي وڻ تان لاهي وٺجي نہ تہ اتيئي بيٺي بيٺي سڙي ڳري ويندو ۽ هوا جي هلڪي جهوٽي تي ڪنهن جي هنج ۾ وڃي ڪرندو.

”اڄ مون سان ڳڏ اڄ چانديءَ جا سڪا امرن جيان ڪنهن ۾ ڪٿي نہ گهمندو آهيان. وينگ اهو چئي گهر ڏانهن هلڻ لڳو. سندس چاچو پويان اچي رهيو هو. وينگ چاهيو ٿي تہ ٻي زمين خريد ڪري. پر هاڻ ڇا ٿي ٿي سگهيو، جيتوڻيڪ چاتائين ٿي تہ اها چاندي ڪجهہ ئي دير کان پوءِ جوا جي ميز تان ڪنهن

ٻنهي جي ڪمسي ۾ منتقل ٿي ويندي. گهر ۾ وينگ جا
ٻئي پٽ اڳڻ تي راند ڪري رهيا هئا. هو انهن ڏانهن
ڪو ڌيان ڏيڻ بنا اندر هليو ويو. چاچي ٻنهي ٻارڙن
کي پاڻ ڏانهن سڏيو ۽ انهن کي ڇاتيءَ سان لائي پيار
ڪرڻ لڳو. ۽ کين دعا ڪرڻ لڳو. وينگ ڪوٺڙيءَ
۾ داخل ٿيو ته اندر اونده هئي. اولين ٽاٽ جا پردا
ڇڪي ڪوٺڙيءَ ۾ اونده ڪري ڇڏي هئي. وينگ
کي اندر تازي خون جي بانس محسوس ٿي. اولين کان
پڇيائين "ڇا وقت اچي ويو" اولين ورائيو "وقت گذري
ٻه ڇڪو. هن دفعي پنهنجي اڳڻ تيءَ ڌيءَ آئي آهي.

ڌيءَ! وينگ سوچڻ لڳو! اهي منحوس لينـگريون.
جن سان هڪ منهنجي چاچي جي گهر ۾ ٻاهه ٻاري ڏني
آهي! ڇا منهنجي اڳڻ تي ٻه ڪا اهڙي ئي ڌيءَ
آئي آهي؟

پر پوءِ انهن خيالن کي دل مان ڪڍي هن زمين
۾ پوريل دولت مان چانديءَ جا ڪجهه سڪا ڪڍيا.
اهو محسوس ڪري اولين چيو "ڇا پيو ڪرين؟ مون کي
ته ڪنهن به شئي جي ضرورت نه آهي.

"تو لاءِ نه. آءٌ اهي سڪا پنهنجي چاچي کي بطور
قرض ڏيڻ لاءِ مجبور آهيان" منهنجي خيال ۾ انهيءَ
کي قرض نه چئو. بس ڏيڻا آهن. ملندائي ٿورڙي واپس
تنهنجي ڳالهه صحيح آهي، آءٌ چاهيان ٿو ته پنهنجو
گوشت ڪٽي چاچي کي ڏيئي رهيو آهيان. ايترو چئي

ويڻگ ڪاوڙ ۾ ٻاهر نڪتو، سڪا ڇاڇي جي ٽري تي
رکيائين ۽ ٽڪڙو ٽڪڙو پنهنجي زمين ڏانهن هليو ويو.
سندس ذهن ۾ رکي رکي اهو خيال گردش ڪري رهيو
هو ته ٿوري ئي دير ۾ سندس محنت جي ڪمائي جوا
جي ٽڪريءَ تي هارجي ويندي. اها دولت جيڪا هن
ڌرتي ماءُ مان حاصل ڪئي هئي ۽ جنهن ۾ سندس
پگهر ۽ رت شامل هو. شام ٿائين هو بي زبان جانور
جيان ڪم ۾ لڳو رهيو. جڏهن اوندهه ٿي وئي تڏهين
ڪيس ٿڪ جو احساس ٿيو ۽ هن واپس وڃڻ جو قصد
ڪيو. هاڻ هو پنهنجي ڌيءَ متعلق سوچڻ لڳو، ڪاوڙ
۾ جنهن جي شڪل به نه ڏٺي هئائين. اها ڌيءَ جنهن
کي پالي نپائي وڏو ڪندو ۽ ڪنهن ٻئي جي حوالي ڪري
ڇڏيندو ڇوڪرين جي پرورش ڪيڏي نه ڏکي آهي. هر
وقت ڄڻ سر مٿان سنهڙي ڌاڳي ۾ ٻڌل تلوار لٽڪي رهي
هوندي آهي. ڇوڪريءَ جو هڪ قدم غلط رستي تي
اٿيو ۽ مائٽن جي نصيب ۾ خواري ۽ رسوائي لکجي
ويئي. اوچتو ڪانون جو هڪ ٽولو ڪان ڪان ڪندو
سندس مٿي تان لنگهي ويو. ويڻگ جي دل اڻ ڄاتل خطري
جي خوف کان ڪنبي ويئي. هو وهمي هو. ڪانون جو
ائين لنگهڻ ڪو نيڪ شگون نه هو.

# باب اٺون

قدرت جا رنگ نرالا آهن. مهربان ٿئي ته سڀ ڏک ڏولاوا دور ٿي وڃن، رنج ٿئي ته ڌرتيءَ تي جيئڻ ئي حرام ٿي وڃي. هن دفعي قدرت پنهنجن ٻانهن تي ناراض ٿي لڳي. ڌرتيءَ ماءُ کي پاڻيءَ جي گهرج هئي. پاڻي ملي پوي ته ڌرتي ملڪ ملير ڪيو ڇڏي. پر جي سنڌس آڄ ئي ختم نه ٿي ته؟؟ آسمان تي ٻري ٻري ڪڪرن جا ڪي به آثار ڪونه هئا. سج ٻوري آب تاب سان چمڪندو پنهنجو سفر پورو ڪندو رهيو ۽ رات جو تارا بي رحميءَ سان سڪل، اڃايل ڌرتيءَ جي بيوسي ڏسندا رهيا. ڌرتي ماءُ پاڻيءَ لاءِ واجهائيندي رهي پر آسمان خاموش ئي رهيو. وهنگ پنهنجو آرام تيڳ ڪري ڏينهن رات ڌرتيءَ تي محنت ڪئي هئي، ڪٽڪ جا ڪي سلا ڌرتيءَ جو سينو چيري مٿاڇري تي آيا پڻ، پر پاڻي نه هئڻ ڪري سڪي ويا. زمين جو سينو سڪي ٽوٽ ٿي ويو ۽ زمين ڪيترن ئي هنڌن تان ڦاٽي پيئي، وڏا وڏا ڏار پئجي ويا. ڌرتي هاڻ هڪ اهڙي ماءُ مثل هئي جنهن جي آڙهن ۾ کير جو هڪ ڦڙو به نه بچيو هو. اهڙي حال ۾ هوءَ ابهم جي بک ميٽائي ته ڪيئن؟ آسمان کان نااميد ٿي وهنگ پر واري تلاءَ مان

پاڻي آڻڻ جو فيصلو ڪيو. صبح کان شام تائين هو پاڻيءَ جا ڏول پري، ڪانواٽيءَ وسيلي کلهن تي کڻي زمين جي اَڃ ختم ڪرڻ لاءِ پيو پاڻ پتوڙيندو هو. سندس خيال هو ته اهڙيءَ ريت هو ڌرتي ماءُ کي راضي ڪري سگهندو، پر سندس اها سوچ خام خيالي ثابت ٿي. تلاءُ جو پاڻي به نيٺ سڪي ويو. سندس ٻنيءَ پرسان هڪ کوهه هو، تنهن جو پاڻي به خبر نه آهي ڪيڏانهن ويو.

هڪ ڏينهن اولين چيو ”پاڻي ختم ٿي رهيو آهي ڇا تون پنهنجن معصوم ٻارن ۽ پوڙهي پيءُ جي اَڃ ڪسي فصل ٿو اڱڻ چاهين؟

اهو ٻڌي وينگ کي ڪاوڙ اچي وئي. سندس اکين مان ٻي وسيءَ جا ڳوڙها ڳڙڻ لڳا. سندس آواز روئڻهارڪو ٿي ويو. فصل نه لٿو ته اسين سڀ بک وگهي مري ويندا سون. زمين اڃايل رهي ته پاڻ سين کي اڃايل رهڻو پوندو.“ هو سچ چئي رهيو هو. ماءُ جا آرهه سڪل هجن ته هوءَ اولاد کي کير ڪٿان ڏيندي؟

اولين خاموش ٿي وئي. انهيءَ کان پوءِ ٻن هفتن تائين وينگ زمين جي صرف انهيءَ حصي تي محنت ڪندو رهيو جنهن مان کيس داڻن ماڻ جي ٿوري گهڻي اميد هئي. وينگ کي هڪ خيال رکي رکي ستائي رهيو هو ته بدحاليءَ جي هن دور ۾ زمين سستي ملندي ۽ جيڪي چار داڻا زمين ۾ ٿيا تن کي وڪڻي زمين وٺجي. جڏهن

فصل لٿو تڏهن وڻنگ شهر وڃي پنهنجو فصل وڪڻي
آيو جنهن جا کيس تمام گهڻا پئسا مليا. اهي پئسا کڻي
هو وڏي حويليءَ طرف هليو. حويليءَ جو پوڙهو مالڪ
هر طرف پئسن لاءِ واجهائي رهيو هو، ڇو ته پئسن کان
سواءِ نه ته کيس شراب ٿي ملي سگهيو ۽ نه جوان خون!
هو پوڙهو هو، جهور پوڙهو. منجهس مردانگي بلڪل
نه رهي هئي پر تڏهن به هو پنهنجي عادت کان مجبور
هو. کيس هر رات هڪ جوان عورت جي ضرورت پوندي
هئي جيڪا سندس مٿل ۽ ٿڌي جسم ۾ ٿورڙي جان
وجهي سگهي ۽ سندس رت کي گرمائي سگهي. تنهن
کان سواءِ سندس زال به آفيم واپرائيندي هئي ۽ اهي
سڀ شوق اهڙا هئا جنهن لاءِ هو زمين ته ڇا پنهنجو
روح به وڪڻي يا گروي رکي سگهيا ٿي. وڏي حويليءَ
جي مالڪن کي زمين جي نه پر عياشيءَ جي ضرورت
هئي. پوڙهي جاگيردار کي نوجوان، گرم خون وارين
نامطمئن ڇوڪرين جي ضرورت هئي ڇو ته اهڙيون
ڪچيون ڇوڪريون ٿورڙي مستيءَ سان ئي مطمئن ٿي
ٿي ويون جڏهن ته پڪي عمر واريون تجربيڪار عورتون
هاڻ صرف ڇيڙڇاڙ سان مطمئن نٿي ٿي سگهيون ۽ کين
مڪمل لذت ۽ سرور گهربو هو جيڪو پوڙهي جاگيردار
جي وس ۾ ڪونه هو ۽ اجايل رهجي وڃڻ تي اهڙيون
عورتون وري ڪر سڄي ڳوٺ ۾ جاگيردار جي نامردانگيءَ
جي ڳالهه مشهور ڪري ڇڏين.

مينهن زمين جي ڪنهن به حصي ۾ ڪونه پيو هو ۽ وڏي حويليءَ وارا به انهيءَ خشڪسالي‌ءَ کان بچيل ڪونه هئا، بک کان بيحال ۽ حيواني ۽ شيطاني خواهشن اڳيان مجبور. انهيءَ بدحاليءَ واري زماني ۾ وينگ حويليءَ جي وڏي منشيءَ وٽ پهتو ۽ کيس چيائين ”مون وٽ چاندي آهي“..... اهو اعلان بلڪل اهڙو هو جهڙوڪر ڪنهن هفتن جي بکايل انسان اڳيان اعلان ڪجي ته ”مون وٽ ماني آهي“.... اهو انسان جيڪر ڇا نه ڏئي، مانيءَ کپي خاطر؟ ڪجهه سڪا منشيءَ جي کيسي ۾ ويا ۽ باقي پوري رقم ڏيئي وينگ حويليءَ وارن جو هڪ تمام وڏو حصو پنهنجي نالي ڪرائي ورتو ۽ انهيءَ سودي جي خبر هن پنهنجي وفادار زال اولين کان به لڪائي.

آسمان جي نامهرباني اڃا جاري هئي. مينهن نه وسيو هو سو نه وسيو. ڌرتيءَ جو سينو چيريل هو، سڪل ڌرتيءَ ۾ خشڪيءَ جي ڪري وڏا وڏا ڏار پئجي ويا هئا، کوهه ۽ تلاءُ به سڪي ويا هئا، وڻن جا پن ڇڻي ويا هئا ۽ رکو سڪل بُنڊ پنهنجا وات پٽيو آسمان ڏانهن واجهائي رهيا هئا. وينگ ۽ گهر وارن کي احساس ٿي ويو هو ته ڏڪار جو عفريت پنهنجو اجگر جيڏو وات پٽيو ڏانهن وڌي رهيو هو. انهيءَ عالم ۾ صرف ننڍڙي نينگريءَ کي ڪا پرواهه ڪونه هئي ڇو ته سندس خوراڪ ماءُ جي ارهن ۾ محفوظ هئي ۽ سندس

ماءُ جا ارهه اهڙا هئا جن جي جلد خشڪ ٿيڻ جو ڪو
خطرو ڪونه هو... پر قدرت کي شايد معصوم جان جو
اطمينان به پسند نه پيو. اولين وري پيٽ سان ٿي وئي
۽ سنڌس ڇاتين ۾ کير سڪي ويو! هاڻ ننڍڙي معصوم
جي رڙين سان سڄو گهر گونجڻ لڳو. پر هاڻ ڇا ٿي
ٿي سگهيو! ٻنگ کي پنهنجي ڏڳي سان ڏاڍو پيار هو.
اهو بي زبان جانور وهنگ جو مزدور ساٿي هو هن پاڻ
بکيو رهي ڏڳي جو پيٽ پرڻ لاءِ جتن ٿي ڪيا، پر
آخر ڪيستائين؟ وڻن تي ڪو هڪ پن به نه رهيو.
هنن ڏينهن ۾ زمين تي ڪم ڪرڻ جو ته ڪو سوال
ئي نٿي پيدا ٿيو، تنهن ڪري هنن ٻج لاءِ رکيل داڻا
به پيٽ جي باهه وسائڻ لاءِ ڪتب آندا. پر جلد ئي اهي
به ختم ٿي ويا. وهنگ ڏڳي جي رسي کولي ڇڏي ته
جيئن هو پاڻ ئي پنهنجي لاءِ خوراڪ ڳولهي وٺي، پر
جڏهن ڏڪار ختم ٿيڻ جو ڪو آسرو نه ڏٺائين تڏهن
ڪجهه ڏهاڙن پڄاڻان، ڏڳي کي وري ٻڌي ڇڏيائين.
انهيءَ ڊپ سان ته ڪٿي ڪو بکايل خاندان ڏڳي کي
کهي کائي نه ڇڏي! ڏڳو ويچارو هاڻ صرف هڏين جو
ڍانچو وڃي رهيو هو جنهن تي کل مڙهيل هئي. پوءِ
نيٺ هڪڙو ڏينهن اهڙو آيو جڏهن گهر ۾ کائڻ لاءِ
ڪو هڪ داڻو به نه بچيو. وهنگ جو پوڙهو پيءُ جيڪو
بک ۾ اڄ وکهي ويتر گهڻو ڪمزور ٿي ويو هو تنهن
چيو ”ڏڳي جو وجود اسان لاءِ هاڻي بيڪار آهي. اسان

کي ڍڳي کي ڪاٺي پنهنجي ٻڪ منڍائن ڪهرجي."

وينگ جڏهن پنهنجي مزور ساٿيءَ متعلق اهي لفظ ٻڌا ٻڌڻ هو ڪاوڙ وچان ڏڪڻ لڳو ۽ چيائين "اڄ ڍڳو ڪاٺون صحائي وري هڪ ٻئي کي ڪاٺيندا سون. ڍڳو ڪاٺي وياسون ته هر ڪير وهائيندو؟ هي ڍڳو اڃان ننڍڙو گابو هو ته پٽس خريد ڪيو هو، ۽ وينگ کيس سانڍي وڏو ڪيو هو ۽ هيترن ڏينهن ۾ ڍڳي ڪڏهن به کيس دوکو نه ڏنو هو تنهن کي ڪاٺڻ متعلق هو ته سوچي به نٿي سگهيو...

پوڙهي چيو "چا ڍڳي جي زندگي تنهنجي ٻارن ۽ پيءُ جي زندگيءَ کان وڌيڪ قيمتي آهي؟ ڍڳو سڪين ڏينهن ۾ وري به وٺي سگهجي ٿو، ساهه نه!

پر وينگ ها نه ڪري سگهيو. هڪ صديون برابر ڏينهن پيو به گذري ويو. هڪ قيامت خيز رات ٻي به گذري. ننڍڙا معصوم هاڻ روئي به نٿي سگهيا. اولين رحم طلب نگاهن سان وينگ ڏانهن نهاريندي رهي ۽ نيٺ مجبور ٿي وينگ کي اهو فيصلو ڪرڻو ٿي پيو جيڪو هن نٿي ڪرڻ چاهيو. پر ته به هو خود ڍڳي کي ذبح نٿي ڪري سگهيو. اولين کي چيائين "ڍڳي کي ذبح ڪري ڇڏ، پر آءٌ ائين نه ڪري سگهندس." ٻاهر چئي هو پنهنجي ڪوٺڙي ۾ هليو ويو ۽ مٿي ۽ ڪنن کي چڱيءَ ريت ڪمبل سان ويڙهي ڇڏيائين جو هن ذبح ٿيندڙ ڍڳي جون رڙيون به نٿي ٻڌڻ چاهيون. اولين

ڪات ڪٽي ٻاهر نڪتي ۽ اڪيون پوري ڍڳي جي ڪنڌ تي وار ڪيائين ۽ پوءِ ڪيتري دير تائين ڍڳي جي کل لاهيندي رهي ۽ گوشت جا ٽڪرا ڪندي رهي. وينگ انهيءَ وقت تائين ڪولڙيءَ مان نه نڪتو جيستين اولين قتل جي انهيءَ واردات مان فارغ نه ٿي ويئي. پوءِ هن ٿورو گوشت ڪٽي رڌڻ لاءِ ٻاهر تي رکيو ۽ باقي گوشت سنڀالي رکيائين. پوءِ جڏهن ماڻي سان گهون آئي ته وينگ گوشت نه کاڌي سگهيو. سندس پوڙهو پيءُ وڏا گرهه کائي پنهنجي بک ختم ڪري رهيو هو ۽ جڏهن وينگ کي ائين ٿي ويٺل ڏٺائين تڏهن چيائين "ڏسو انسان نه هو بيوقوف. هڪ ته هو پوڙهو ٻه ٿي چڪو هو ۽ مٿان وري ڏڪار ڪري اهڙي حالت ٿي ويئي هيس جو اسين نه کائون ها ته ٻه ڏينهن ۾ اوس مري وڃي ها. تنهن ڪري تون خود کي ظالم نه سمجهه. جيڪي ٿيو سو صحيح ٿيو.

پيءُ جي واتان اهي لفظ ٻڌي وينگ کي ڪجهه اطمينان ٿيو ۽ پوءِ هن به کائڻ شروع ڪيو. ڪجهه ئي ڏينهن ۾ ڍڳي جو گوشت به ختم ٿي ويو. ڳوٺ وارا وينگ کان نفرت ڪندا هئا. هو سمجهندا هئا ته وينگ تمام گهڻي چاندي ۽ ان لڪائي رکيو آهي. سندس چاچو به اهائي ڳالهه سوچي پنهنجي زال ۽ ستن ٻارن سميت وينگ جي گهر آيو ته ڪي ڪيس کائڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ملي ويندو. پر سندس اها

اميد پوري نه ٿي. وينگ مٽ کن جوئر جي داڻن جي
چاچي ڏاڍهن وڏائيندي چيو "يقين ڪر چاچا ته انهن
کان پوءِ منهنجي ٻارن ۽ پيءُ لاءِ به ان ڪٺو گـهر
۾ نه بچيو آهي." پر چاچي مٽس اعتبار نه ڪيو ۽ ڪاوڙجي
موٽي ويو. ۽ انهيءَ ڏينهن کان هو وينگ جو سخت
دشمن ٿي ويو. ڳوٺ جي گهر گهر وڃي ماڻهن کي
آيارينڊو هو ته وينگ جي گهر ۾ چانديءَ ۽ اناج سان
مٽ ڀريا پيا آهن پر هو هن ڏکيءَ ويـل به ڪنهن
جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. ڳوٺ ۾ صرف هڪ
شخص اهڙو آهي جنهن جا ٻار اڃا ٿلها متارا آهن. ڳوٺ
وارا بک وگهي چٽا ٿيا ويٺا هئا، انهن جو اهو ٻڌو سي
لٺيون کڻي وينگ جي گهر تي ڪاهي آيا، وينگ ماڻهن
جو گوڙ ٻڌي ٻاهر آيو ته عوام جي مچريل هجوم کيس
هڪ طرف ڌڪي گهر ۾ گهڙي آيو ۽ تـلاشي وٺڻ
لڳو پر اتي ڪجهه هجي ته ملي. مايوس ٿي ماڻهن ڪٽون،
ڪمبل، مٽ ۽ ناديون کڻي شروع ڪيون. اهو ڏسي
اولين انهن جي اکيان اچي بيهي رهي!! ۽ چيائين، اسان
ڪهڙو ڏوهه ڪيو آهي؟ تلاشي وٺڻ کان پوءِ ته توهان
کي پڪ ٿي گهرجي ها ته اسين به اوهان جهڙائي غريب
۽ بکايل آهيون. اسين به وٽن جا پن چباڙي گـذران
ڪري رهيا آهيون. ڀرين اوهين پنهنجن گهرن جـو
سامان وڃي وڪـڻـو، اسان جي سامـان تي توهان جو
ڪهڙو حـق آهي؟؟ اولين جنهن نمـوني ڪمـن چيـو

تنهن ماڻهن جا سِر ندامت مان جهڪائي ڇڏيا. هو
سڀ اڄ ۾ بک جي ڪري ڇڙيا ٿي پيا هئا، بنيادي
طور تي خراب انسان نه هئا. سڀ هڪ هڪ ڪري
اتان ويا ويا هليا. صرف هڪ ماڻهو اتي بيٺو رهيو. اهو
هو وينگ جو شريف خاموش طبع پاڙيسري چن، جنهن
جو جسم به هن وقت هڏائون پڃرو هو. سندس ننڍڙي
ڌيءُ بک وگهي روئي رهي هئي، ۽ ان جي روئڻ چن
کي اها ڪريل حرڪت ڪرڻ تي مجبور ڪيو جو
هو پنهنجي پاڙيسريءَ جي گهر لٽ جي مال مان حصو
وٺڻ آيو هو. هو نادم هو. شرمسار هو. هن پنهنجي
ندامت جو اظهار ٿي ڪرڻ چاهيو پر ڪڇي نه سگهيو
۽ پوءِ سر جهڪائي، آهستي آهستي اتان ويو هليو.
وينگ اڱڻ تي اداس بيٺو هو. جنهن تي اولين ان
چڙهيندي هئي ۽ زمين تي ان جا ڍير لڳا پيا هوندا
هئا. پر هينئر اتي ڪجهه به نه هو. اڱڻ ائين خالي هو
جيئن سندس پيٽ. سندس زال اولين ڏاڍي صابر عورت
هئي، نه ان جي حالت سڀ کان وڌيڪ نازڪ هئي جو
ڪمي پنهنجي پيٽ ۾ موجود ننڍڙي جان لاءِ به خوراڪ
جو بندوبست تي ڪرڻو پيو. وينگ وٽ ڪجهه به
ڪين هو سواءِ زباني دلاسن جي ۽ سين چانسو ٿي ته
انهن دلاسن جي حقيقت ڪجهه به نه هئي. پر وينگ
کي انهن سڀني ڳالهين جي باوجود هڪ ڳالهه جو اطمينان
هو ته هن زمين وٺي عقلمنديءَ جو مظاهرو ڪيو هو.

جي اج سون ۽ چاندي کهڙ ۾ موجود هجي ها يا هن
ان جو ذخيرو ڪجهه هجي ها ته اج جيڪر سڀ ڪجهه
کائنس ڦرجي وڃي ها ۽ ٻي وسيءَ سان پنهنجي لٽ جي
جو تماشو ڏسندو رهي ها پر زمين سندس ملڪيت هئي،
زمين کڻ به کائنس ڦري نٿي سگهيو. هن سوچيو،
آسمان نيٺ مهربان ٿيندو. هي ڏکيا ڏينهن جيئن تيئن
ڪري گذري ويندا ۽ هڪ دفعو وري پنهنجي زمين
۾ ٻج ڇٽيندو، محنت ڪندو، ۽ ثمر حاصل ڪندو.

# باب ڏهون

وينگ پنهنجي اڱڻ واري دروازي سان ٽيڪ لڳايو ويٺو هو ۽ ويچاري رهيو هو ته ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ گهرجي. بي وسيءَ جي عالم ۾ ويٺي ويٺي هن موت کي ڳلي لڳائڻ نٿي چاهيو، جيتوڻيڪ هو تمام گهڻو لاغر ۽ نٻل ٿي چڪو هو، پر هو هڪ باهمت انسان هو. هاريءَ کي ڪڏهن به مايوس نه ٿيڻ گهرجي. هن جي زندگي سخت ترين محنت ۽ مشقت جو داستان هوندي آهي سو وينگ به زندگيءَ مان مايوس ٿيڻ نٿي چاهيو ۽ زنده رهڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪرڻ ضروري هو. هن قسمت اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻ نٿي چاهيا! منجهس حالتن سان مقابلو ڪرڻ جو اُتساهه ۽ حوصلو موجود هو. پر ڪجي ته ڪجي ڇا؟ ڪمزوري ڏينهون ڏينهن وڌي ٿي ويندي هاڻ هلڻ به نٿي ٿيو، اَن ته اَن جي ماڳ هاڻ ته آسمان ۾ ڪو پکي پکڻ به نٿي ڏسڻ ۾ آيو نه ئي جهنگ ۾ ڪو جانور بچيو هو. ٻارن جا پيٽ ڦوڪجي ويا هئا ۽ ڪو ٻار گهر کان ٻاهر راند ڪندي نظر نه ايندو هو! وينگ جا ٻار به ٻين ٻارن کان مختلف نه هئا. سندس سڀ کان ننڍي ڌيءَ هر وقت کٽ تي پئي هوندي هئي، اڳ هو، ٻڪ وچان سڄو ڏينهن

پئي روئيندي هئي، پر هاڻي شايد ڪانئس روئڻ به نٿي
پڄتو. سندس، چپ نيرا ٿي ويا هئا، اکيون اندر پيهي
ويون هيون، ڳلن ۾ ڪڏون ٿي ويون هيون. ڪيس ڏسي
وينگ کي ناڪارده ڏوه جو احساس وڌڻهي ويندو
هو. هن معصوم جان لاءِ به ته ڪجهه نٿي ڪري سگهيو!
ڪڏهن هو ڪيس هنج ۾ کڻندو هو ۽ چوندو هو.
"منهنجي ننڍڙي ڪڏي. ۽ جڏهن جواب ۾ ننڍڙي ڪومائل
ڪڏي پنهنجي بيجان نگاهن سان ڏانهس نهاريندي هئي
ته وينگ جي اکين ۾ لڙڪ تري ايندا هئا ۽ هو ننڍڙي
معصوم جان سان اکيون ملائڻ جي به سگهه نه ساري
سگهندو هو. ۽ ڪيس ڪنهو اڱڻ تي نڪري ايندو هو ۽
پري پري تائين پکڙيل پنهنجي ٻنين کي ڏسندو جتي
ويراني ۽ سڃ کانسواءِ ٻيو ڪجهه نظر نه ايندو هو.
وينگ جو پوڙهو پيءُ اڃان حيات هو، شايد اڃان سندس
وقت نه پڄتو هو. پر هو هر وقت کٽ تي ويٺو ٿيو پيو
هوندو هو. وينگ کي جهڪو ڪو داڙو يا ڪاٺڻ جهڙي ڪابه
شئي ملندي هئي ته اها آڻي پيءُ کي ڏيندو هو ۽ پوڙهو
ڍڳي وانگر پيو اوڳاريندو هو. وينگ چاهيو ٿي ته مرڻ
وقت پيءُ کي اهو خيال دل ۾ نه هجي ته سندس پٽ
سندس پوڙواري نه ڪئي. هن سوچيو هو ته جي ضرورت
پيئي ته پنهنجي جسم تان گوشت ڪپي به پوڙهي کي
کارائيندو.

هڪ ڏينهن پوڙهي مرڻگ آواز ۾ چيو "مون الهي

کان به ڏکيو وقت ڏٺو آهي. جڏهن ماڻهو پنهنجي جگر جي ٽڪرن کي رڌي کائي ويندا هئا.

نه نه.. ائين ڪڏهن نه ٿيندو. اهڙو وقت ڪونه ايندو بابا.. وينگ پيءُ جي ڳالهه هڏي ڏکي ويو هو.

هڪ ڏينهن چن وٽس لنگهي آيو. هو هاڻ صرف پنهنجي زندهه وجود جو ڍانچو ٿي لڳو. سندس چپ سڪل هئا ۽ اکيون ڏار ڏنل. هن چيو ”ڳوٺ ۾ ماڻهن ڪتا کائڻ شروع ڪيا آهن. گهوڙا ۽ ٻيا جانور اڳ ئي بک جو شڪار ٿي چڪا آهن. اسان پنهنجا مزور ساٿي ڍڳا به کائي ويا آهيون. جانورن جي خوراڪ گاهه ۽ ٻوهه به اسان انسانن پورو ڪري ڇڏيو آهي. وڻن جا پن به ختم ٿي ويا آهن. هاڻ کائڻ لاءِ ڇا رهيو آهي؟

وينگ ڪنڌ ڌوڻي سندس انهن خيالن جي تصديق ڪئي.

چن اجان وڌيڪ ٿيندي چيو ”هڏو اٿئي هاڻ ڳوٺ وارا انساني گوشت کائڻ لڳا آهن. اهو به ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته تنهنجو چاچو به ائين ڪري رهيو آهي نه ته جيڪر هو اجان ڏينهن زندهه ڪيئن هجي ها؟ سندس جسم تي گوشت موجود آهي ۽ هو هلي ڦري به پيو.“

اهو ٻڌي وينگ وسامي ويو. هن کي چن کان ئي خوف محسوس ٿيڻ لڳو. ٿورو ترسي چيائين ”اسين هن ڳوٺ مان لڏي ويندا سون. اتر ڏانهن هليا ويندا سون.

چئن ورائيو "تون ته پوءِ به جوان آهين. آءٌ ۽
منهنجي زال ته پوڙها ٿي چڪا آهيون. اسان کان ته
اهڙو پنڌ هليو به نه ٿيندو. تنهن ڪري اسان کي همت
رهي اچ ۽ بک وگهي مرڻو پوندو. بس هڪڙو خيال
اچيم ٿو ته اسان جي معصوم نينگريءَ کي هن وهي ۾
مرڻ نه گهرجي، هن وچاريءَ ته دنيا ۾ ڪجهه به نه
ڏٺو آهي.

وينگ چيو "تون ڀاڳ وارو آهين! مون سان ته
پوڙهو پيءُ ۽ ٽي ننڍڙا ٻار آهن ۽ چوٿون به اچڻ وارو
آهي. اسان کي هر حالت ۾ هتان لڏڻ گهرجي متان
اسين جانورن وانگر هڪ ٻئي کي نه کائون. لڳون ڏاڍو
هيڻ کي چٽ نه ڪري وڃي. پوءِ انهيءَ وقت هن
اولين کي سڏ ڪيو. اولين جيڪا ڪو ڪم نه هجڻ
ڪري کٽ تي ليٽي پيئي هئي سا سندس آواز ٻڌي ٻاهر
نڪري آئي ۽ در کي جهلي بيهي رهي. وينگ چيو
"اسان کي هتان لڏي وڃڻ گهرجي.

اولين ورائيو "ها، تنهنجو ويچار صحيح آهي. هلندي
هلندي مرڻ هتي بي وسيءَ جي عالم مرڻ کان پوءِ به
بهتر رهندو، پر اسان کي هڪ ڏينهن انتظار ڪرڻو پوندو
شايد صبحاڻي تائين آءٌ فارغ ٿي وڃان. مون کي اميد
آهي ته ائين ٿي ٿيندو."

ڇڱو ڀلا صبحاڻي. هڪ ڏينهن سان ڪهڙو ٿو فرق
پوي. وينگ ورائيو ۽ غور سان اولين جي چهري تي

نظر وڌائين. جنهن جي ڇپن تي ڪائي ڇميل هئي. ۽
اڪيون ڏار ڏيئي وٺون هيون. ”پر تون ته هن حال ۾ پنڌ
ڪري ڪِي ته سگهندين؟ وينگ ڇيو ۽ پوءِ ڇپن ڏانهن
نهاري چيائين ”ڇا تو وٽ ان جا ڪي ڏاڻا بچيل آهن؟
جي هجن ته خدا جي واسطي منهنجي ٻارن جي ماءُ جي
زندگي بچائڻ خاطر اها مهرباني ڪر.“
رچن ”ڇيو“ آءٌ قسم کڻي ٿو چوان ته منهنجي گهر
۾ مٺ کن سڪل دائن کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي،
۽ اهي داڻا به مون انهيءَ خيال کان اگهن ۾ دفن ڪري
رکيا آهن ته آخر وقت دل ۾ اهو خيال نه رهي ته
ڪو اهين بک وگهي مري رهيا آهيون، منهنجو هڪ
به پٽ نه آهي ۽ آءٌ جيان يا مران تنهن سان ڪهڙو
فرق ٿو پوي ”اهو چئي هو هليو ويو ۽ ڪجهه دير
کان پوءِ موٽيو ته سندس هٿ ۾ هڪ رومال هو جنهن
۾ مٽيءَ گڏيل ڇٽا پڌل هئا. انڌڙن ٻارن کي ڇڙ ته
ان جي خوشبو اچي وئي سي سڙي اچي وينگ کي
وڪڙجها ٿيا، پر وينگ کين پري هٽائي زال واري ڪوٺڙيءَ
۾ ويو ۽ ٿورڙا داڻا سندس ترِيءَ تي رکيائين. هن ڇاتو
ٿي ته جي اهي به چار داڻا به اولين کي نصيب نه ٿيا
ته هوءَ مري ويندي. د ڏن مان ڪجهه داڻا هن پنهنجي
وات ۾ وڌا ۽ انهن کي ڇپن لڳو. داڻا ڇپڻ ۾ ڪيس
تڪليف ٿي رهي هئي، شايد ڏند ڇپڻ وساري ويٺا هئا،
ڪافي دير سان جڏهن انهن دائن کي ڏندن جي جنڊ

۾ ميڊو ڪري ورتائين تڏهن ننڍڙي ڏيءُ ڏانهن وڌيو ۽ سنڌس سڪل ڇڻن سان پنهنجا چپ ملائي اهو ميڊو سنڌس منهن ۾ ڏڪي ڇڏيائين. ڪجهه ساعتن کان پوءِ محسوس ڪيائين ته ننڍڙيءَ جي سرير ۾ ڇڻ ننڍو ساهه پيئجي ويو هجي. اها رات وينگ پنهنجي ڪوٺڙيءَ جي در تي ويٺو رهيو، ۽ سنڌس ٻئي پٽ ڏاڏي سان گڏ ستا پيا هئا ۽ اولين ڪمري ۾ اڪيلي ويهر جا سور برداشت ڪري رهي هئي. ڪجهه دير کان پوءِ اندران نئين چاول هار جي ڪمزور رڙ ٻڌڻ ۾ آئي. خبر نه آهي ڌيءُ هئي يا پٽ، پر هن وقت انهيءَ ڳالهه جي ڪا اهميت نه هئي، اهميت هئي ته صرف انهيءَ جي ته هڪ جاندار جو اضافو ٿي رهيو هو جنهن کي به زنده رهڻ لاءِ خوراڪ جي ضرورت پوي ها جيڪا سنڌن گهر ۾ ڪونه هئي. ذهن ۾ خيال آيس ڪاش اهو معصوم دنياوي ڏکن کان اڄو ئي وڃي. ۽ ٿيو به. ائين ڪافي دير تائين جڏهن ٻار جي ٻي رڙ ٻڌڻ ۾ نه آئي تڏهن هن ٻاهران ئي پڇيو. ”توهان ٺيڪ ته آهيو؟ پر اندران ڪو آواز نه آيو. وينگ جي دل ٻڏڻ لڳي، ڪٿي اولين به سنڌس ساٿ ڪونه ڇڏي وڃي، پر ڪن ساعتن کان پوءِ اولين جو آواز آيو ”اندر اچ هو اندر ويو اولين ڪٽ تي اڌ مئي ٿي پيئي هئي. وينگ پڇيو“ ٻار ڪٿي آهي؟ اولين اشاري سان ٻڌايو زمين تي هڪ گوشت جو ٽڪر پيو هو. بي جان.

مري ويو؟

ها.

پر سون ته هن جو آواز ٻڌو هو.

اولين ڪو جواب نه ڏنو. سندس اکيون بند هيون. وٺنگ ڪجهه نه ڪڇيو ۽ لاش کڻي اڳڻ تي نڪري آيو. اڳڻ تي هڪ ڪنڊ ۾ ٽاٽ جو ٽڪر پيو هو. وٺنگ لاش کي ٽاٽ ۾ ويڙهيو ٿي ته سندس نظر ٻارڙي جي ڪنڌ وٽ ٻن ننڍڙن نشانن تي پيئي هن ٿڌي آهه ڀري آسمان ڏانهن نهاريو ۽ لاش کڻي قبرستان ڏانهن وڃڻ لڳو. قبرستان ويجهو ٿي هو پر وٺنگ ائين محسوس ڪيو ڄڻ هو تمام گهڻو پنڌ ڪري آيو هجي. اوچتو وٺنگ جي نظر هڪ ڪُتي تي پيئي جيڪو ٿورو پريرو ويهي ڏانهس نهاري رهيو هو. ڪتي جي جسم تي ٻه ملس موجود نه هو پر سندس منهن تي گوشت ۽ رت لڳل هو. هو ٻه بکيو هو ۽ گوشت جي خوشبوءِ تي قبرستان اچي پهتو هو. وٺنگ زمين تان پٿر کڻي ڪيس هنيو، پر ڪتو جتي هو اتيئي ويٺو رهيو. وٺنگ ٽاٽ ۾ ويڙهيل لاش زمين تي رکيو ۽ ٻنهي هٿن سان پنهنجو منهن لڪائي ٻي وسيءَ ۽ لاچاريءَ جي تصوير بڻيو واپس آيو. هن کي پنهنجو ٻاڻ تي رحم اچي رهيو هو. هئي ڏينهن سج وري ساڳي آب تاب سان اڀريو پر وٺنگ سوچڻ لڳو ته ڇا هو هڪ لاغر پوڙهي، ٽن ننڍڙن ٻارڙن ۽ هڪ ڪمزور عورت سان گڏ سئو ميل ڏکيو سفر

ان ڪٿان ٿو ملي؟ چاچي آسمان ڏانهن هٿ ڪڍي چيو" مون کي قسم آهي آسمان تي رهندڙ جو ته منهنجي گهر ۾ ان جو هڪ ڪڻ به نه آهي. تنهنجي چاچي ته سڪي ڪنڊا ٿي وئي آهي، سندس جسم تي گوشت جو ذالو به ڪو نه رهيو آهي ۽ ٻار سٽن مان چار وڃي بچيا آهن، ٻيئي ننڍيون ڇوڪريون موڪلائي ويون، انهن کي مرڻو هو سو مري ويون.

ڇوڪرين کي ماري انهن جو گوشت ته نه کاڌو اٿو؟

ڇا آءٌ ڪوڙ ٿو ڳالهايان؟ خير ڇڏ انهن ڳالهين کي. مون کي ته هردم اوهان جو خيال ٿي رهيو. تنهنجي پيءُ جو، جيڪو منهنجو وڏو ڀاءُ آهي. هي ڏس مونسان ڪڏ ڪير آهن؟ اهي شهر جا واپاري آهن. انهن مونسان اڄ ڏينهن جو واعدو ڪيو آهي، پر انهيءَ شرط تي ته آءٌ کين زرخيز زمين وٺي ڏيان. هي توکي انهيءَ عيوض چاندي ڏيندا اڄ. تنهنجي پيءُ، زال ۽ ٻارن لاءِ نئين زندگي.

وينگ اڪ ڪٺي واپارين ڏانهن نهاريو به ڪونه. ڪجهه دير ترسي چيائين "آءٌ زمين ڪونه وڪڻندس. پر انهيءَ وقت سندس نظر پنهنجي ٻارن تي پيئي جيڪي ٻک ۾ پاڻ تي رهيا ۽ قبر جي ڪنڌيءَ تي اچي بيٺا هئا. انهن کي ڏسي وينگ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. ڏڪندڙ آواز ۾ پڇيائين "ڇا ڏيندا؟"

واپارين وراڻيو "في ايڪڙ چانديءَ جا پنج سڪا."

ڇا؟ وينگ کان رڙ نڪري ويئي. مون هيءَ زمين في ايڪڙ سئو سڪن عيوض ورتي هئي.

اڪ جي ڪالهه ڇڏ. اهي پنج سڪا به توکي چند ڏينهن وڌيڪ زنده رکي سگهندا نه ته تون ۽ تنهنجو خاندان اڄ صبحاڻ ۾ مري ويندا.

نڪري وڃو. دور ٿي وڃو منهنجي نگاهـن کان. هيءَ ڌرتي اساڻ جي ماءُ آهي. هن اسان کي جنم ڏنو آهي ۽ اهائي اسان کي پاليندي رهي آهي. ان کي وڪڻڻ کان بهتر آهي اسين ان جي پيٽ ۾ ئي سمهي رهون. وينگ ڪاوڙ ۾ ڏڪندي چيو.

واپارين تي وينگ جي ڪاوڙ جو ڪو اثر ڪونه ٿيو. هنن سمجهيو ٿي ته وينگ کي بک چريو ڪري ڇڏيو هو. اڃان ڪجهه دير کان پوءِ جڏهن سندس ذهن ٺڪاڻي تي ايندو تڏهن هو نيٺ زمين کين ڏيڻ جو فيصلو ڪندو. انتري ۾ اولين ڪوٺڙيءَ مان ٿـڙندي ٿاٻڙندي ٻاهر نڪتي- نجاڻ منجهس ايتري سگهه ڪٿان آئي جو هوءَ ايترو به هلي سگهي. پوءِ واپاريـن کي مخاطب ٿي چوڻ لڳي ”زمين اسين ڪنهن به قيمت تي نه وڪڻنداسون. چاڪاڻ ته هڪ ڏينهن اسين پنهنجي ڏاڏائي ڏيهه موٽي اينداسون ۽ ان وقت زمين نه هئي ته اسين ڇا ڪنداسين؟ ڪجهه وٺو ٿي اٿو ته گهر جـو باقي سمورو سامان وٺو. ڪٽـون، بسترا، ٿانءَ، ميـز، ڪرسي. بس زمين ۽ هر جو ڦالو نه وٺو.“ اولين جي

لهجي ۾ جيڪا خود اعتمادي ۽ پختگي هئي سا وڻنگ
جي لهجي ۾ نه هئي. انهيءَ مان واپارين کي اندازو ٿيو
ته زمين هو واقعي ڪونه وڪڻندا. هڪ واپاري چيو
ٻيون شيون ته ٺارڻ جي ڪم ايندڙون. خير چانديءَ
جي ٻن سڪن عيوض اسان کي اهو سودو به منظور آهي.
منظور. ڏيو رقم. ايترو چئي هن پنهنجو هٿ اڳتي
وڌايو. واپارين گهر جي سمورين شين تي قبضو ڪري
ورتو ۽ ٻه سڪا ڏيئي روانا ٿي ويا. واپارين جي وڃڻ
ڪان پوءِ وڻنگ چوڌاري نظر ڊوڙائي. ڪٿي پنهنجو پرڀل
پرڀل گهر پيڙپانگ نظر آيو. رڳو هڪ ڪنڊ ۾ هر
پيو هو ۽ ٻيو بس. هن هڪ ٿڌو ساهه کنيو ۽ مطمئن
لهجي ۾ چيائين. ”مون زمين ته نه وڪي. زمين ته
منهنجي آهي. مون پنهنجي ماءُ جو ته سودو نه ڪيو،
ڌرتي ماءُ کي ته نه وڪيم.

# باب ڏهون

هاڻ باقي ڇا رهيو هو؟ ڪيس گهر کي در ڏنـو
هو ۽ هي ڪنهن منزل لاءِ روانو ٿيو هو. هنن ڪهو
به اٿمن ٿي. وٽن ڪوبه سامان نه هو ڪوته، جنهن کي
کڻندي تڪليف ٿئي ها پوبان ڇڏڻ تي ڏک ٿئي! سو
هي ننڍڙو قافلو روانو ٿي ويو. آهستي آهستي جهنگن
جانور ڪوس گهر ڏانهن وهندا آهن. ننڍڙيءَ کي وهنگ
ڪڇ تي کنيو هو، سندس پٺ پيادا هلي رهيا هئا.
سندس پوڙهو پيءُ به پير گهلي پئي اڳتي رڙهيو. اهو
جڏهن وهنگ ڏٺو تڏهن ڏيءَ اولين کي ڏنائين ۽ پيءُ
کي ڪلهي تي کنيائين. پوڙهو ڏاڍو ڪمزور ٿي چڪو
هو پر تنهن هوندي به وهنگ جي گوڏن مان نڪاءُ نڪري
ويو. هو پاڻ به نه بڪيو هو نه. پوءِ ٽڙندو ٽاٻڙندو هو
اڳتي وڌندو رهيو. هلندي هلندي ٻارن کي به
ڇتائيندو رهيو جيئن هو ٿڪجي نه پون. ڪين ڇمائين
ٿي نڪا هلو. منزل تي پهچي توهان کي کائڻ لاءِ ڪجهه
نه ڪجهه ضرور ملندو. اڙٻل چانور ۽ مڇي. يا ٻيو ڪجهه
وهنگ پاڻ کان به هليو نه ٿيو. ٻيءَ کي ڪلهن جي
ڪري هو پڪهر ۾ ٿڪل ٿي ويو هو جهتوليڪ هوا ٿڌي
هئي. اوچتو هن بکايل انسانن جو هڪ ٻيو گروهه ڏٺو

جيڪو سنڌس پوڻان اچي رهيو هو. جڏهن هو ڪين
ونجهو پهتا ته وينگ انهن مان هڪ مسافر کان پڇيو،
اوهين ڪيڏانهن پيا وڃو؟ مسافر ورائيو ”اسين اتر ڏانهن
پيا وڃون. اتي شايد بکئي پيٽ لاءِ ڪجهه ملي وڃي.
اڃهو هتان هڪ گاڏي هلڻ واري آهي جيڪا اسان کي
شهر تائين پهچائيندي.“

وينگ اڳي هڪ گاڏيءَ متعلق ٻڌو هو ته اها
ٻڦ تي ۽ انسانن ۽ جانورن کان تيز هلندي آهي ساڳئي
مسافر کان پڇيائين ”ڇا اسين به انهيءَ گاڏيءَ ۾ سوار
ٿي سگهنداسون؟

هن جواب ڏنو. ڇو ڪين؟ جي تو وٽ چانديءَ
جا سڪا آهن؟

چانديءَ جا ٻه سڪا وينگ وٽ هئا. اهو ٻڌي هو
ڏاڍو خوش ٿيو ته هاڻي سفر آرام سان ڪٽجي ويندو.
ايتري ۾ پريان هڪ ڪارو ديو جهڙو انجڻ تمام گهڻو
گوڙ ڪندو ۽ ٻڦ ڪڍندو، لوهه جي پٽڙيءَ تان ايندو
نظر آيو. سڀ مسافر وٺي اوڏانهن ڀڳا.

وينگ چانديءَ جا سڪا گاڏيءَ جي آفيسر جي
حوالي ڪيا جنهن وري پتل جا ڪجهه سڪا کيس
واپس ڏنا ۽ هو گاڏيءَ ۾ چڙهي ويٺا. گاڏي ۾ ويٺل
هڪ پوڙهو، جيڪو شايد اڳ به اتر جو سفر ڪري
چڪو هو، پنهنجي پر ۾ ويٺل هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي
سمجهائي رهيو هو ته شهر پهچي ڪجهه تڏا ۽ بانس جا

لڪڙا وڍي هڪ جهڳي ٺاهي وڃان جنهن سان اوهان
جو رهائش جو مسئلو حل ٿي ويندو. پوءِ شهر ۾ وڃي
پنڻ شروع ڪجو، اوهان جي حالت ڏسي شهري مڙيئي
ڪجهه نه ڪجهه پيا اوهان کي ڏيندا ۽ ائين اوهان جو
پيٽ گذر پيو ٿيندو.

ونگ به پوڙهي جون هدايتون ٻڌي رهيو هو. هن
زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ڪنهن اڳيان هٿ نه ٽنگيو هو
۽ نه ئي سوال ڪيو هو. پوڙهي جي ڳالهه ٻڌي ويچار
۾ پئجي ويو. ڇا شهر ۾ محنت مزوريءَ جو موقعو نه
ملندو؟ هن وٽ اجان ايترا سڪا هئا جن سان هو تڏا
۽ بانس وٺي ٿي سگهيو پر پنڻ ڪانئس ته نه پڄندو.
هن پنهنجي هٿن ڏانهن ڏٺو ۽ سوچيائين "ڇا هي هٿ
پنڻ لاءِ آهن؟ ساڳئي پوڙهي کان سوال ڪيائين. "ڇا
شهر ۾ هٿن کي صرف پنڻ جو ڪم ڪرڻو پوندو آهي؟
ڪو محنت مزوري وارو ڪم نه هوندو آهي؟"

پوڙهي ورائيو "ڇونه؟ تون شهر ۾ هٿ گاڏي هلائي
سگهين ٿو جنهن ۾ مسافرن کي هڪ هنڌان سندن منزل
تي پهچائڻو آهي. انهيءَ عيوض چڱا چوکا پئسا ملي
ويندا آهن! اهو ٻڌي ونگ کي خوشي ٿي. هن جو جسم
مضبوط هو ۽ محنتي هو. هو شهر ۾ محنت ڪري
پنهنجي ٻچن جو پيٽ پالي ٿي سگهيو، پنڻ وانگر
پنڊو ڪونه.

گاڏي جڏهن شهر ۾ پهتي تڏهن ٻڪا مسافر هڪ

هئي ڪي ڪِرندا، ڪيرائيندا جلد از جلد شهر ۾ ڪامي پورڻ لاءِ جتن ڪرڻ لڳا. سندن بڪابل جسمن ۾ نه چاڙ ڪٽڻ طاقت اچي ويئي هئي. ويتڪ ڀ. پنهنجي خاندان کي گاڏيءَ مان لاهي هڪ پاسي ٿيو ۽ پوءِ ڪين ويهاري پاڻ تڏا ۽ بانس وٺڻ لاءِ روانو ٿيو. شهر ۾ هر طرف زندگيءَ ۾ هلچل ۽ جوش هو. ٽڪرا ٽڪرا ماڻهو هيڏانهن هوڏانهن اچي وڃي رهيا هئا. دوڪانن تي گوشت، ڀاڄيون ۽ ميوا وڪرو ٿي رهيا هئا، خريدارن جو هجوم هو. ڪنهن جي به انداز مان اهو نٿي معلوم ٿيو ته هنن ڪڏهن به بک جو منهن ڏٺو هوندو. ويتڪ اهي لقاءَ ڏسندو تڏن واري دوڪان تي پهتو، تڏا ۽ بانس وٺي واپس موٽيو ۽ پوءِ هن پاڻ ۽ اوائين ڪنجي هڪ جهڳي ٺاهي ورتي. انهيءَ مسئلي ڪان واندا ٿي هو سڀ خيراتي ڪيمپ ۾ پهتا. جتي شهر جي امير ماڻهن جي چندي مان ڏڪاريل، بکايل انسانن لاءِ خيرات طور کاڌو پڪي ورهايو ويو. شهر ۾ ڪمترن ئي هنڌن تي اهڙا ڪيمپ قائم ڪيا ويا هئا. هنن مان هر هڪ جي هٿ ۾ جست جو هڪ هڪ وٽو هو. جيڪو چانورن سان پرجي ملين، ۽ هو چرين وانگر پنهنجي پيٽ جي بلهه وسائڻ لڳا. جڏهن پيٽ ۾ ڪجهه پيو تڏهن هنن پيو دفعو چانور ورتا ۽ کڻي پنهنجي جهڳيءَ ڏانهن وڃڻ لڳا ته هڪ شخص سندس رستو روڪيو ۽ چيائين "هتان اوهين ڪجهه به پاڻ سان کڻي نٿا وڃي سگهو،

جيترو ڪاٿي سگهو، ڪاٿو، انهيءَ ڪان ڪا روڪ نه آهي باقي ڪٿي وڃڻ جي اجازت نه آهي.“

وينگ چيس ”اهو اسين ڪئي ڏينهن لاءِ ڪٿي پيا وڃون.“

سپاهي چيو ”ڪئي ڏينهن به ڪيمپ ۾ اچي پيٽ پري وڃجو توهان کي ڪير نه روڪيندو. ايترو چئي هن چانور ڪانڻن ڪسي ورتا.

وينگ ۽ اولين پنهنجن ٻارن جا لڙڪ اگهندا پنهنجي جهڳيءَ تي واپس وريا. في‌الحال ته سندن پيٽ پريل هئا. پر خيراتي ڪيمپ مان آخر ڪيترو وقت ڪين ڪاڏو ملي سگهندو. ڪجهه نه ڪجهه ته ڪرڻو ئي هو. اهو ڏينهن گذري ويو. ٻئي ڏينهن جو سج پنهنجي سفر تي روانو ٿيو. وينگ پريشان ٿي اولين ڏانهن اهڙين نظرن سان ڏٺو جيئن هو پنهنجي ويران ٿيءَ ڏانهن ڏسندو هو. اولين سندس نگاهن جو مطلب سمجهندي چيو ”آءٌ ٻار ۽ بابا شهر وڃون ٿا ۽ شهرين اڳيان هٿ ڦهليون ٿا، شايد ڪين منهنجن ڦاٽل ڪپڙن، بابا جي ٿڪل جسم ۽ سفيد وارن ۽ ٻارن جي سوال تي رحم اچي وڃي. ۽ پوءِ هوءَ ڇوڪرن کي پنڻ جو طريقو سيکارڻ لڳي. ”هر اينڌڙ ويندڙ جي اڳيان پنهنجا هٿ وڌايو ۽ روڏندي روئندي چئو سائين الله جي نالي هڪ سڪو. اسين بکايل آهيون سائين خدا جي نالي تي. اولين ٻارن کي پنڻ جا گُر سيکاري رهي هئي ته وينگ روئي پيو. نه

هن پاڻ ڪڏهن پنهو هو ۽ نه وري اهو خواب خيال ۾ هوس ته زندگيءَ ۾ ڪڏهن سندس محنتي زال ۽ پيارن ٻچن کي ائين بُک لاءِ مجبور ٿيڻو پوندو. هن اولين کان پڇيو "توکي بُک جي طريقي جي ڪهڙي خبر؟" اولين ورائيو "زندگيءَ مون کي سڀ ڪجهه سيکاريو آهي. جڏهن آءٌ ننڍڙي هوس تڏهن به هڪ دفعو اهائي حالت ٿي هئي. منهنجي ماءُ مون کي وڪڻڻ کان اڳ بُک جا ڪر سيکاري بُک تي به مجبور ڪيو هو. ۽ پوءِ اولين پنهنجن ٻنهي ٻچن جي ڳلن تي ڏڙاڏڙ چماٽون وهائڻ شروع ڪيون. چماٽن لڳڻ ڪري ڇوڪرا روئڻ لڳا ۽ لڙڪ زار و قطار سندن ڳلن تي وهڻ لڳا. تڏهن اولين چيو "وڃو هاڻ جلدي وڃو. شايد توهان جي لڙڪن تي ئي ڪنهن کي رحم اچي وڃي. پر ياد رکو هر ماڻهو اڳيان سوال ڪجو. ۽ انهيءَ نموني روئندي سوال ڪجو.

وينگ کان اهو سڀ ڏٺو نه ٿيو. ۽ هو ٻچا ڪندو انهيءَ هنڌ وڃي پهتو جتي هٽ ڪاڌيون مسواڙ تي ملنديون هيون. هٽ ڪاڌين جو مالڪ هڪ بي انتها ٿلهو ماڻهو هو جنهن جون ڪاڌيون ڪير به مسواڙ تي ڪونه وٺندو هو ڇو ته شهر جي مزورن ڪاڌين ۾ ڪڏهن ۽ ڏکن وانگر جوڙجڻ ڇڏي ڏنو هو. ٿلهي مالڪ مان واپاري ناهه طئي ڪرڻ ۾ ڪابه دير نه لڳي ڇو ته مالڪ به بيڪار ويٺو هو ۽ وينگ به ضرورت مند هو ۽ سيٺ وينگ جي ڳالهائڻ مان صحيح ڪري ورتو ته

اهو جفاڪش انسان ڪنهن دولاب نه ڏيندو. گڏهه صرف محنت ڪري ٿاڇي. دوکو ۽ فريب سندس سرشت ۾ شامل نه آهن.

وينگ هڻ گاڏي وٺي آيو، پر انهيءَ ڪي هلائڻ سندس وس جي ڳالهه نه هئي. هن اڄ تائين ڏڳن کي هر ۾ جوٽيو هو اڄ ڪيس خود ڏڳي جي پوزيشن سنڀالڻي پيئي هئي. ڪيس رکي رکي پنهنجي وفادار ڏڳي جو خيال اچي رهيو هو جيڪو سر جهڪايو سندس اشارن تي عمل ڪندو هو. جڏهن ته سندس ڪنڌ تي ڪيڏو بار پيل هوندو هو. ڏڳي جي محنت جي اهميت ۽ تڪليف جو احساس اڄ وينگ کي ٿي رهيو هو. جڏهن هو ڀاڻ هڻ گاڏيءَ جا لڪڙا پنهنجن ڪلهن تي رکيو ڪيس ڇڪي رهيو هو. بهرحال هاڻ نخرن جو وقت نه هو. هو سڄو ڏينهن گاڏيءَ ۾ جوٽيل رهيو. پر ڪيس ڪوبه اندازو نه هو ته سوارين کان ڪيترو ڀاڙو وٺجي. سڄي ڏينهن جي محنت کان پوءِ جڏهن هو شام جو اڏي تي پهتو ته مالڪ پڇيس ”ڇا ڪمائي آيو آهين؟“

وينگ ورائيو ”پتل جا چوڏهه سڪا“

۽ پنڌ ڪيترو ڪيئي؟

خبر نه آهي. بس بازار کان چار مينار تائين ۽ اتان وري بازار تائين ڪيترائي دفعا.

تون ته ڪو صفا درويش آهين. سڄو ڏينهن وهيو آهين ۽ مزوري اها ڪمائي اٿئي. اڙي پوک سواري

ويهارڻ کان اڳ پاڙو طئي نه ڪندو هئين ڇا؟
وڻنگ چيو ”نه سيٺ جنهن جيترو ڏنو اهو ڪانئس
ورتم. وڌيڪ لاءِ ضد نه ڪيم- ائين ڪيئي ته ڪير به
پوري مزوري نه ڏيندءِ. هي شهر آهي، هتي هڪ کان
هڪ بي ايمان پيو آهي مزور کي سندس حق ڏيڻ پنهنجي
بي عزتي سمجهندا آهن. ’هتي‘ پنهنجو حق کسڻ سک.
سواريءَ کي جي پڪ ٿي ويئي تون سندس بي عزتي
ڪرڻ کان به نه ڪسندي ته ٿي هو توکي تنهنجو حق
ڏيندو، باقي جي پائين نه ماڻ مٺي ۽ تنهنجي شرافت
کان متاثر ٿي ماڻهو توکي پوري مزوري ڏيندا ته اها
تنهنجي پورائي ۽ خام خيالي آهي.

اهو نئون سبق هنئين سان هنڊائي ۽ سچي ڏيهن
محنت مان پنهنجو حصو فقط نه سڪا ڪٿي جڏهن
جي وڻنگ گهر پهتو ته اولين ۽ هارڙا اتي موجود هئا. ۽ اولين
وٽ ڪل چاليهه سڪا هئا. سندس نندي پٽ پنجويهه
سڪ، وڏي اڻ ۽ اولين ست سڪا ڪمايا هئا. پوڙهي
خالي هٿين آيو هو. پٽ کي ڏسي پوڙهي شرمسار ٿيندي
چيو ”مونکي پنهنجي ڪونه اچي. جيسين لنگن ۽ پاڻهن
ست هوم، تيسين مزوري ڪيم، آءُ ڪنهن اکيان
هٿ ڊگهاري نه سگهيس ۽ نه سوال ڪري سگهيس
وڻنگ جڏهن اهو ٻڌو ته سندس اکين مان لڙڪ وهي
هليا.“ ۽ هن پيءُ جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو
”صبحاڻ کان تون پنهنجي نه وڃجان بابا.“

# باب ٻارهون

وينگ ۽ سندس خاندان جا ڏينهن ڏکيا سکيا گذري رهيا هئا. وقت تي کين ماني ملي پئي ۽ سر لڪائڻ لاءِ اجهو به وڃن هو. اولين ۽ ٻار بدستور پنندا هئا ۽ هو پاڻ هٿ گاڏي ڇڪيندو هو. هاڻ هو شهر جي رستن ۽ خاص مرڪزن جو واقف ٿي ويو هو ۽ ماڻهن جو تجربو به ٿي ويو هو ته صبح مهل ڪا عورت سوار ٿي سمجهه، اها سودو ساف وٺڻ پيئي وڃي. ان کان وڌيڪ ملڻ جي اميد نه رکجي، جي ڪو مرد هجي ته معني هو آفيس وڃي رهيو آهي ۽ اهڙا ماڻهو به پورو پني مزوري ڏيندا آهن، باقي سچ لهڻ. کان پوءِ سٺي لباس ۾ خوشبو ۽ تيل ڦليل لڳايل مرد هٿ گاڏيءَ ۾ ويهي ته سمجهه هو عياشيءَ لاءِ وڃي رهيو آهي، هو يا ته ڪنهن هوٽل ۾ جوا جي ميز تي قسمت آزمائيندو يا وري اهڙن گهرن ۾ ويندو جتان گهنگهروئن جي جهنڪار ۽ موسيقيءَ جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. انهن گهرن اندر ڇا ٿيندو هو تنهن جي وينگ کي خبر نه هئي ڇو ته هو ٻاهران ٿي پنهنجي مزوري وٺي واپس ٿي ويندو هو ۽ اهڙا ماڻهو دل کولي مزوري ڏيندا هئا ۽ ڪوبه بحث نه ڪندا هئا.

وينگ ۽ سندس خاندان جنهن شهر ۾ هئا سو سندن ڳوٺ کان صرف سٺو ميل پنڌ تي هو، سندس رنگ ۽ نقش شهر وارن جهڙا هئا، سندن ٻوليءَ ۾ ڪو فرق نه هو، ها ڳوٺاڻا ڏيکي. ڏاڍي ڪندا هئا ۽ ترسي ترسي آهستي آهستي ڳالهائيندا هئا، جڏهن ته شهر ۾ ڪوبه ماٺهو ڏيکي ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندو هو، نه پاڻ ڏيکي، نه ٻئي جي ڏيکي برداشت ڪندو. چڻ هر ڪنهن کي هر وقت ڪو ضروري ڪم هجي. ڳوٺ ۾ ڪنهن کي ڀ ڏکڙيون، بصر ڪٿي ملي ويئي ته هو رب جا لک ٿورا مڃيندو، پر شهر وارن کي ته هر ولي تي ست طعام کهربا هئا ۽ ڪنهن جي منهن مان بصر جي ڏپ آئي ته همراهه ڪٿي نڪ تي رومال رکندا يا منهن ٻئي پاسي ڪندا. اهو هو شهر ۽ ڳوٺ جي زندگيءَ ۾ واضح فرق. ۽ انهيءَ ڪري وينگ خودکي شهر ۾ پرديسي پيو سمجهندو هو.

جنهن هنڌ وينگ جي جهڳي هئي، اتي سٺو کن ٻيون به جهڳيون هيون، جن مان ٻه کي پن تي گذر ڪندا هئا ۽ کي وري محنت مزوري ڪندا هئا. انهن جهڳين جي رهاڪن کي هڪ ڏينهن هڪ هنڌ ميڙ جي صورت ۾ گڏ ڪيو ويو ۽ هڪ شهريءَ، اتي بيهي تقرير ڪئي هن چيو ”چين ۾ انقلاب جي ضرورت آهي، اسان کي گڏ ٿي، غير ملڪن کي پنهنجي ملڪ مان ڪڍڻ کهرجي.“ وينگ، جيڪو پڻ انهيءَ ميڙ ۾ موجود هو

سو اهي لفظ ٻڌي اثان کسڪي ويو. هن سمجهيو ته هو به ڪو غير ملڪي آهي جنهن کي ڏيهه نيڪالي ڏيڻ جي ڳالهه ٿي رهي آهي. پر ٻن چئن ڏينهن کان پوءِ وري اهڙي ئي هڪ ميڙ ۾ هڪ ٻئي ماڻهو تقرير ڪندي چيو“ سفيد چمڙيءَ وارن غير ملڪين کي ڏيهه نيڪالي ڏيو. اهو ٻڌي هو مطمئن ٿي ويو ڇاڪاڻ ته سفيد چمڙيءَ وارو نه هو.”

هڪ ڏينهن هو بازار ۾ سواريءَ جي انتظار ۾ بيٺو هو ته هڪ سفيد رنگ جي عورت سندس ڳاڏيءَ ۾ سوار ٿي. منزل تي پهچي هن کيس ٻنا پڇڻ جي پيٽا پئسا ڏنا! ۽ وري هڪ ڏينهن سفيد رنگ وارو هڪ مسافر سندس ڳاڏي ۾ سوار ٿيو جنهن جو قد ڊگهو هو ۽ کيس ڊگهو ڪوٽ پهريل هو پر وينگ اندازو نه لڳائي سگهيو ته سندس مسافر مرد هو يا عورت. هو پنهنجو پورو زور لڳائي ڳاڏيءَ کي تيز هلائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو ته ايتري ۾ سندس پرسان هڪ ٻي هٽ ڳاڏي اچي لنگهي. وينگ ڳاڏي هڪڻ واري کان پڇيو ته ڇا کيس اندازو هو ته سندس ڳاڏيءَ جي سواري ڪير هئي ته هن وراڻيو ”اها هڪ امريڪي عورت آهي، تون پاڳ وارو آهين، شام تائين تون امير ٿي ويندين! اهو ٻڌي وينگ ڳاڏيءَ کي اجهان به تڪڙي سان هڪڻ لڳو. پوءِ ڪجهه دير کان پوءِ جڏهن هن سواريءَ کي هڪ شاندار بنگلي ٻاهران لاٿو ته هن چانديءَ

جا ۽ ڪا ڪيس مزوريءَ طور ڏنا. چاڏي جا ڪا ڏسي وينگ جون اکيون ڦاٽي ويون. ڪيس اڄ تائين اهڙي مزوري ڪڏهن نه ملي هئي.

سندس دل ۾ سفيد چمڙيءَ وارن انهن انسانن لاءِ عزت پيدا ٿي ويئي جيڪي ڪيس سندس حق کان ٻه ودڌيڪ مزوري ڏيندا هئا. هو جڏهن گهر ويندو ته اها ڳالهه اولين کي ٻه ٻڌايائين. اولين اهو ٻڌي چيو "مون ٻه اهڙا ڪيترائي مرد ۽ عورتون ڏٺيون آهن ۽ انهن کان اڄ ضرور خيرات گهرندي آهيان ۽ هو ٻه ضرور ڪجهه نه ڪجهه ڏيندا آهن." پر ٻئي اهو سمجهڻ کان قاصر هئا ته آخر ڪجهه ماڻهو انهن جي خلاف ڇو هئا ۽ کين ڏيهه نيڪالي جون ڳالهيون ڇو ٿي ڪيون ويون.

زندگيءَ جو گاڏو چڪبو رهيو. هاڻ وينگ جي ٻئن ننڍين ننڍين چورين ٻه ڪرڻ شروع ڪيون هيون. انهيءَ ڪم ۾ ننڍو ٻٽ ودڌيڪ قابل هو. پر ڪڏهن ڪڏهن هو پڪڙجي ٻه پوندا هئا ۽ مار کائي گهر موٽندا هئا پر اولين کين روڪيندي ڪونه هئي. وينگ کي انهيءَ جي خبر ئي نه هئي ته سندس ٻٽ چوري ڪرڻ ٻه سکي ويا هئا. هڪ ڏينهن جڏهن هو گهر موٽيو ته اولين باهه تي ٻڪري جي ران ٻڇائي رهي هئي. گوشت کاڌي ڪيس تمام گهڻو وقت ٿيو هو. سو گوشت جي خوشبو سندس نڪ ۾ پهتي ته وات ۾ پاڻي ڀرجي آيس. اولين کان پڇائين پاڻهان ٿو ته

اڄ ڪنهن اڇي چمڙيءَ واري ٽوڪي چانديءَ جا سڪا بطور خيرات ڏنا آهن.

انهيءَ تي سندس ننڍي پٽ چيو ”اهو گوشت مون آندو آهي. ڪاماٺي هڪ پوڙهي مائيءَ کي گوشت وڍي ڏيڻ ۾ مشغول هو ته مون اها ران کسڪائي ورتي ۽ پوءِ ڊوڙي گهر ڪٺي آيس.

اهو هڏي وينگ ٻاهر ٽي ويو. ڪيس ڪهڙي خبر ته اڳ به سندس پٽ ڪيترئون چوريون ڪري چڪا هئا. ڪاوڙ مان ڇپائين. اهو گوشت نه ٻڇندو. ۽ ران کٺي ٻاهر اڇلي ڇڏيائين. اولين سندس ڪاوڙ کي نظرانداز ڪري ران کٺي آئي ۽ ان تان مٽي صاف ڪري وري ٻاهر ٽي ٻچائڻ لڳي. وينگ ڏند ڪرٽيندو هڪ ڪنڊ ۾ وڃي ويٺو. گوشت جڏهن پچي ويو ته اولين هڪ نرم ٽڪر پنهنجي سهريءَ کي ڏنو جيڪو هڪدم کائڻ کي جنبي ويو، وينگ جو حصو بچي پيو ڇو ته هن چوريءَ جو گوشت کائڻ کان انڪار ڪيو ۽ بکيو رهيو. پوءِ جڏهن سڀ کائي پي واندا ٿيا ته وينگ پنهنجي چور پٽ کي هنج ٽي کٺي گهر کان ٻاهرو ٻري ويو جتان سمجهيائين ته سندس رڙيون اولين نه ٻڌي سگهندي ۽ اتي پهچي کيس سزا ڏيڻ شروع ڪيائين، ڏاڍي مار ڏيئي کانئس واعدو ورتائين ته آئنده چوري نه ڪندو ۽ جي وري به چوري ڪيائين ته اجان به سخت سزا ملندس. واپس جهڳيءَ ۾ اچي وينگ کي اهو خيال وڙهي

ودو نہ شهر ۾ جي وڏيءَ وقت رهيو تہ سندس اولاد
ڪرجي ويندو. تنهنڪري بهتر اهو ٿيندو جو هو جلد
از جلد واپس پنهنجي ڳوٺ هليو وڃي. ڳوٺ جتي هڪ
چور نہ هو، جتي چوريءَ جي ضرورت بہ نہ هئي، جتي
شرافت هئي نيڪي هئي، صبرءِ سڪ هو.

# باب ٻارهون

شهر ۾ مزوري ڪندي وينگ کي ڪيترا مهينا ٿي ويا هئا. اولين ۽ ٻئي ٻٽ بدستور پڙهڻ ويندا هئا. سندس پوڙهو پيءُ سڄو ڏينهن جهڳيءَ ۾ سمهيو پيو هوندو هو ۽ سندس ڌيءَ به اتي ٻئي ليٽڙيون پائيندي هئي. وينگ جي ڌيءَ اڃان نه ته ڳالهائڻ سکيو هو ۽ نه وري هلي سگهي ٿي جڏهن ته سندس عمر هاڻ ايتري ٿي چڪي هئي جو ڪيس ٻگلا ڏيڻ کپندا هئا. اولين جون ڇاتيون جيڪي اٿلندڙ نديءَ جيان کير پيدا ڪنديون هيون سي اڄڪلهه وري کير کان خالي ٿي چڪيون هيون ڇو جو اولين وري اميد سان هئي. هوڏانهن وينگ هاڻي ڏينهن رات انهيءَ خيال ۾ رهندو هو ته جلد از جلد شهر ڇڏي واپس زمين تي وڃجي پر ڪيس ڪا خبر نه هئي ته هيل به مينهن پوندو يا نه. مينهن نه پيو ته زمين تي وڃي ڇا ڪبو. انهن ئي ڏينهن هڪ ڏينهن جڏهن وينگ گهر موٽيو ته هوا ۾ اها مخصوص خوشبو محسوس ڪيائين جيڪا مينهن جي اڳڪٿي ڪندي آهي. هن بي صبرائيءَ مان پيءُ کي ننڊ مان جاڳايو ۽ چيائين. ڏس بابا. هوا ۾ ڪهڙي خوشبو آهي. ٻو ڪيءَ جا ڏينهن به آهن، پاڻ کي پنهنجي زمين تي هلڻ گهرجي.

ٻوڙهي ورائيو "منهنجو تجربو ٻڌائي ٿو ته هن سال
مينهن گهٽ پوندو." پر پاڻ وٽ زمين ڪانسواءِ ٻيو
آهي ئي ڇا؟ ڏکيو، هر، اچ.

اهو ٻڌي وينڪ اداس ٿي ويو. ٻوڙهي جي ڳالهه
صحيح هئي. جيتوڻيڪ هو مزدوريءَ وسيلي ۽ اولين ٻنئي
رستي روز ڪافي ڪمائيندا هئا پر ته به هو ڪجهه به
بچائي نه سگهندا هئا. بصر جي ڪنڌي به شهر ۾ ڪوٺ
ڪان چنولي قيمت تي ماڻي ٿي. ۽ زمين لاءِ ته هر به
ڳهربو هو، ٻج به ڳهربو هو.

اولين انهيءَ وقت ڳاڻو سلي رهي. وينڪ ڪيس مخاطب
ٿي چيو "سوچيان ٿو جيڪي ڪجهه پاڻ وٽ آهي سو
وڪڻي هليا هلون. زمين مون کي سڏي رهي آهي."

اولين جواب ۾ چيو وڪڻ جهڙي ڪهڙي شيءِ
پاڻ وٽ آهي؟ بس اها هڪ ڏيءَ آهي، تنهن کي مارڪيٽ
۾ ڪٿي وڃ ۽ وڪڻي اچ.

اهو ٻڌي وينڪ جا رونءَ ڪانڊارجي ويا چيائين
"نا به. اهو آءٌ نه ڪري سگهندس." اولين چيو
ته هڪ ڏينهن وڪالي هئس. هڪ دولتمند خاندان
مون کي انهيءَ ڪري خريد ڪري ورتو جو منهنجي
مائٽن به ڪوٺ واپس وڃڻ تي چاهيو پنهنجي زمين تي،
تون به ڏيءَ کي وڪڻي ڇڏ. زمين ماءُ مثل آهي ۽ ماءُ
خاطر ڏيءَ جي قرباني ڪا وڏي ڳالهه نه آهي."

پر وينڪ ڏيءَ کي وڪڻڻ واري ڳالهه ٻڌڻ لاءِ به

ڏيار نه هو. ۽ انهيءَ کان سواءِ ڪوٽ واپس وڃڻ جي
ٻي ڪا صورت نه هئي.

رات پئجي چڪي هئي. وينگ پريشانيءَ ۾ جهوپڙيءَ
کان ٻاهر نڪري آيو. هڪ پر واري جهوپڙيءَ مان ٻه
هڪ ڏاهو مٽارو همراهه ٻاهر نڪتو وينگ کيس ڪيترا
دفعا ڏٺو هو. هو ڪوبه ڪم نه ڪندو هو، نه مزوري
نه پنڻ، پر تڏهن به سندس گهر ۾ روز گوشت رڌو ويندو هو
۽ سندس صحت سندس خوشحاليءَ جو داستان ٻڌائي
رهي هئي. اهو ڪيئن ممڪن هو. سا ڳالهه وينگ جي
سمجهه کان ٻاهر هئي.

وينگ کي بيٺل ڏسي اهو ماڻهو ڏانهس آيو. سندس
منهن ۾ سلفي هئي جنهن مان تماڪ ۽ آفيم جي بو
اچي رهي هئي وينگ کي ويجهو اچي هن ٻه ٽي سوٽا
هنيا ۽ کيس مخاطب ٿي چيائين ”اني چو بيٺو آهين.“

ائين ٿي. گهر ۾ سک نه آهي.

پانيان تو غريبيءَ جي ڪري پريشان آهين.

ها ڪجهه، ڪجهه. آءٌ واپس ڪوٽ وڃڻ ٿو چاهيان
پنهنجي زمين تي، پر مون وٽ انهيءَ لاءِ ڪوبه ٿمر
ڪونه آهي.

”نه پوهه پڌا. اهو جيڪي ڪجهه ٿي رهيو آهي
سو سدائين نه ٿيندو. هميشه ساڳيو وقت ۽ ساڳيون
حالتون نٿيون رهن. جڏهن امير، اميرتر ۽ غريب غريب‌تر
ٿي ويندا آهن تڏهن ڪجهه نه ڪجهه ضرور ٿيندو آهي.

گذريل سال سياري ۾ مون ٻه ڏيئرون وڪيون هيون جيئن سياري جا سرد ڏينهن ۽ راتيون سڻولي نموني گذاري سگهان. منهنجي گهر واري هيل وري اميد سان آهي، جي وري ڌيءَ ڄڻيائين ته، ان کي ٻيـ وڪڻي ڇڏينديس. پنهنجن ٻارن جي نڙيءَ تي ننهن ڏيئي يا کين بک وگهي مارڻ مان ڪهڙو فائدو. جيڪو ٻار زنده رهڻ لاءِ زمين تي اچي ٿو تنهن کي زنده رهڻ جو حق آهي ۽ سندس اهو حق انهيءَ ريت برقرار رهي سگهي ٿو جو کين اميرن وٽ وڪڻي ڇڏجي، جتي کين کائڻ لاءِ ماني ۽ پهرڻ لاءِ ڪپڙا ته ملندا.

ڪجهه ترسي وري چيائين "ڪجهه مائٽ اهڙا هوندا آهن جيڪي ائين نه ڪندا آهن. اهي وري پنهنجي اولاد کي ماريندا آهن. هڪ ننڍڙي گناهه کان بچڻ لاءِ هڪ وڏو ۽ ڀيانڪ گناهه ڪندا آهن. هوڏانهن ڏس- هو جيڪي جهر جهر ڪندڙ روشنيون پيون نظر اچن ٿ، اهو هڪ مختلف قسم جو شهر آهي. سونهن، جواني ۽ پئسي جو شهر. اتي جوف ٻانهيون ٻه سونا زيور ۽ موتي ٽانڪيل ڪپڙا ٿيون پهرين، چانديءَ جي چمچن سان مانيون ٿيون کائين. جا ٻار کي بک وگهي مارڻ کان اهو بهتر نه آهي ته انهيءَ بازار ۾ وڪڻي ڇڏجي؟

ايترو چئي وينگ جو پاڙيسري سلفيءَ مان سوٽا هڻندو هليو ويو. رات جو وينگ سمهي نه سگهيو. ڪيس اهو خيال پريشان ڪري رهيو هو ته هو ڌيءَ کي

کهڙيءَ ريت زنده رکي سگهندو؟ وٽس ڇا آهي؟
ممڪن آهي ته هوءَ بک وگهي نيٺ مري وڃي. انهيءَ
کان ڇا اهو بهتر نه ٿيندو جو هو ڪيس ڪنهن اهڙي
گهراڻي کي وڪڻي ڏي جتي ڪيس ڪائڻ لاءِ قسمين
قسمين کاڌا ملن ۽ پهرڻ لاءِ بهترين لباس مهيا ٿين؟ ۽
سندس مشڪل ۾ دور ٿي وڃي، هو واپس پنهنجي زمين
تي وڃي سگهي؟؟

سيارو ختم ٿيو ۽ بهار جي مند آئي، سيءَ گهٽيا
ته جهڳين ۾ رهندڙ مزور ۽ پينو رات جو ٻاهر کليءَ
آسمان هيٺ اچي سمهڻ لڳا. جڏهن هو ٻاهر گڏ ٿيندا
هئا ته سمهڻ کان اڳ ڪچهري ڪندا هئا، اوپاريون
لهواريون ڪندا هئا، سڄي ڏينهن جي ڪارگذاريءَ جو
هڪٻئي کي حال احوال ڏيندا هئا. جهڳين واري انهيءَ
وستيءَ ۾ رهندڙ سڀ ماڻهو يا ته مزور هئا يا پن تي
گذارو ڪندا هئا. وينگ به مزور هو. سندس زال ۽ ٻار
پينو هئا، پر هو ته به پاڻ کي انهن ماڻهن کان ڌار
سمجهندو هو. هو خود کي خودمختيار هاري تصور ڪندو
هو جيڪو هڏ خريد ڪيل زمين جو مالڪ هو ۽ جنهن
کي حالتن شهر اچي مزوري ڪرڻ تي مجبور ڪيو
هو. هو پري ۽ الڳ ٿلڳ ويهي مزورن جون ڳالهيون
۽ داستان ٻڌندو هو ۽ انهن ۾ پاڻ حصو نه وٺندو هو
ماڻهو گهڻو ڪري پنهنجي غريبي، ناداري ۽ مفلسيءَ
جو ذڪر ڪندا هئا، مهانگائي جون ڳالهيون ڪندا

ھئا. اميرن ۽ دولت مندن خلاف ڳالھائيندا ھئا ۽
نفرت سان ڀريل لھجي ۾ اميرن جي جوا کيڏڻ، شراب
پيئڻ، وڏين، اڀريل اڀريل گول ڇاتين ۽ سڊول رانن
وارين عورتن کي خريد ڪرڻ ۽ انھن جي جسم جي
مدد سان پنھنجون نفساني خواھشون پوريون ڪرڻ ۽
آني ٻھاني دولت لٽائڻ جا قصا ھڪٻئي کي ٻڌائيندا
ھئا. وستيءَ جا سمورا ماڻھو اميرن جا دشمن ھئا،
ساڻن نفرت ڪندا ھئا. پر وينگ انھن جي ڪچھريءَ
۾ حصو نه وٺندو ھو. ھو سڀني کان ڌار، پنھنجن سوچن
۾ گم رھندو ھو. سندس سوچون به ڪھڙيون؟ بس
ڪنھن به نموني واپس زمين تي پھچي. پر اھو اڃان
ممڪن نه ٿي سگھيو ھو. ۽ سندس بيتابي، بيقراري
ڏينھون ڏينھن وڌي رھي ھئي، انھيءَ عاشق وانگر جنھن
جو محبوب رُسي يا وڇڙي ويو ھجي. ھو سڌو سادو
شريف انسان ھو. ڳوڙھا ويچار ۽ فڪر سندس دماغ ۾
جاءِ نه والاري سگھندا ھئا. پر انھيءَ جي باوجود ھو
اھو محسوس ڪري رھيو ھو ته شھر جي فضا ڪجھ
بدليل ھئي. شھر ۾ ڪي ماڻھو اڪثر ڪري ڪي ڪاغذ
ورھائيندي نظر ايندا ھئا، ڀتين تي به وڏا وڏا ڪاغذ
لڳل ھوندا ھئا، ٻه ٽي دفعا کيس به ڪاغذ مليا. پھريون
دفعو جيڪو ڪاغذ کيس مليو تنھن تي ھڪ اگھاڙي
انسان جو فوٽو ھو جنھن جي جسم تي ڪپڙا ۽ گوشت
بالڪل ڪونه ھو ۽ جنھن جو جسم رت سان وھنجيل

هو، ۽ ڪاغذ تي ڪجهه لکيل به هو. جيڪو پڙهي نه سگهيو ڇو ته هو اڻ پڙهه هو، نه وري هو ان تصوير مان ڪو مطلب ڪڍي سگهيو. ٻيو دفعو جيڪو ڪاغذ ڪيس مليو ان تي هڪ لاش جي تصوير هئي ۽ لاش جا مهانڊا هوبهو وينگ جهڙا هئا. ۽ ڪيس وينگ جهڙائي ڦاٽل ڪپڙا پهريل هئا ۽ لاش مٿان هڪ ٿلهو سان جهڙو ماڻهو بيٺو هو جنهن جي هٿن ۾ خنجر هو ۽ ٻيو ڪجهه لکيل به هو. زندگيءَ ۾ پهريون دفعو وينگ کي پنهنجي اڻ پڙهه هجڻ تي افسوس ٿيو. پوءِ هن ڀر مان لنگهندڙ هڪ ماڻهو کان پڇيو ته ڪاغذ تي لکيل ڇا آهي؟ ان ماڻهوءَ ڪيس ٻڌايو لاش هڪ غريب ماڻهوءَ جو آهي جنهن کي ٿلهي دولت مند ماريو آهي جيڪو جاگيردار آهي" سرمايادار آهي ۽ غريب جي مرڻ کان پوءِ به هو مٿس خنجر سان وار ڪري رهيو آهي.

ڪاغذ ورهائڻ وارو هاڻ وڏي واڪي ماڻهن کي مخاطب ڪري تقرير به ڪري رهيو هو. هو چئي رهيو هو "مينهن نه پيو... ڇا ٿيو؟ انهيءَ ۾ غريبن جو ڪهڙو ڏوهه؟ ڪو غريب بک وگهي نه مري ها جي واپارين ۽ اميرن اناج جو ذخيرو نه ڪيو هجي ها! جي امير ماڻهو ان غريبن ۾ ورهائي ڇڏين ها ته ڏڪر نه پوي ها، غريب انهيءَ ڪري بک وگهي مئا آهن ۽ اڃان مرڻ پيا جو امير نانگ بڻجي پنهنجين تجورين ۽ خزانن جي حفاظت ڪري رهيا آهن. غريبن جا فصل انهن جي

تهه خانن ۾ لڪيل آهن ۽ غريب پاڻ بک مري رهيا آهن. آهي امير جيڪي اوهان کي ماري رهيا آهن اوهان جو خون چوسي رهيا آهن تن کي زنده رهڻ جو ڪو حق نه آهي.

تقرير ڪرڻ واري جي چوگرد چڱو خاصو ميڙ گڏ ٿي ويو هو. ماڻهو، مزور ۽ ٻيئو غور سان سندس تقرير جو هڪ هڪ لفظ ٻڌي رهيا هئا. ٻيو ڪجهه سمجهيائون يا نه، پر ايترو ضرور سمجهي رهيا هئا ته ان جي ڪوٽ ۾ مهانگائي، بک ۽ تڪليفون قدرتي آفت ڪونه هيون، اهي صرف دنيا جي امير ۽ دولتمند انسانن جون پيدا ڪيل هيون. امير، غريبن جا قاتل هئا، جاگيردار، زميندار سرمايادار، هارين ۽ مزدورن جو رت چوسي رهيا هئا ۽ اهي رت چوسيندڙ جوؤرون زنده رهڻ قابل نه هيون. اميرن خلاف هاري، مزور ۽ بک ۾ پاهه ٿيندڙ ٻين بيروزگار انسانن جي دلين ۾ نفرت جا اُلا ڀڙڪڻ لڳا.

وينگ جي ڪيفيت ٻين کان مختلف نه هئي.

هاڻي هر وقت شهر جي ڪنهن نه ڪنهن حصي ۾ تقريرون ٿيڻ لڳيون. رڪي رڪي شهر جي ڪنهن رخ کان نعرا گونجڻ لڳا ٿي. شهر ۾ هر گلي ۾ سپاهي گهمي رهيا هئا. جن وٽ بندوقون هونديون هيون. ڏنڊا هوندا هئا. انهن سپاهين جو ڪم مارڪٽ ڪرڻ هوندو هو. هو بيگناهه عوام کي گهيري وٺندا ۽ مٿن ظلم ڪرڻ لڳندا. جي ڪو دل وارو ڪين سامهون ٿيندو

نہ ماري ماري کيس چورو ڪري ڇڏيندا. وينگ کي اچان ڪنھن سپاھيءَ ڪجھہ نہ چيو ھو، ہر جن کي مار ملندي ھئي، جن تي ظلم ٿيندو ھو سي وينگ جھڙائي ھئا، مزور، غريب، بيروزگار. انھيءَ ڪري وينگ جي دل ۾ ھر وقت ڊپ ويٺو ھوندو ھو. ھو سپاھين کي ظالم ۽ جابر سمجھندو ھو ۽ خود کي مظلوم ۽ مجبور. ۽ اھو بہ سمجھندو ھو تہ ظالم ۽ جابر انسان، مظلوم ۽ مجبور انسانن جي خاندان مان نہ ھوندا آھن.

ھڪ ڏينھن وينگ پنھنجي انھيءَ پاڙيسريءَ کان پڇيو، جيڪو پڙھي چاڙھندو ھو ”ھي سپاھي بي گناھ، رستي ھلندڙ ماڻھن کي پڪڙين ۽ مارين ڇو ٿا؟“

پاڙيسريءَ جواب ڏنو ”سپاھين جو ڪم ئي اھو آھي. ھو سمجھن ٿا تہ اسين جيڪي مزور ۽ ھاري آھيون، جيڪي غريب ۽ بي گھر آھيون سي سڀ باغي آھيون، حڪومت جا غدار آھيون ۽ اسان پنھنجن ڦاٽل ليڙون ليڙون ٿيل لباس ۾ خطرناڪ ظلم لڪايو ٿا گھمون.

ڪجھہ دير ترسي وري چيائين ”ھن دفعي ڪجھہ نہ ڪجھہ ٿيندو. حڪومتون جڏھن اھڙن ماڻھن ۽ ٽولن جي ھٿن ۾ اچي وڃن جيڪي خود کي ڪا خاص مخلوق سمجھن ۽ غريبن جا حق غصب ڪن ۽ غريبن جي زندگي موت کان بہ بدتر ڪري ڇڏين، تڏھن اھوئي ٿيندو آھي. اھوئي ٿيندو آيو آھي. اھو تاريخ جو سبق

آهي، تاريخ جو فيصلو آهي.
وينگ اڻ پڙهيل، سڌو سادو انسان هو، پاڙيسريءَ
جون اهي کوڙهيون ڳالهيون سمجهيائين يا نه پر گهر
اچي اولين کي چيائين "هن شهر ۾ چئني پاسن ظلم
ڏاڍ جي بادشاهي آهي. جلدئي شهر ۾ ڪجهه ٿيڻ وارو
آهي." اولين سندس ڳالهه ٻڌي سادگيءَ سان ورائيو
"ڇا اڃان به ڪجهه رهيل آهي جيڪو ٿيڻ سان
ٿيندو؟"
سپاهي مون کي گرفتار ڪري سگهن ٿا. وينگ
جواب ڏنو.
ڪهڙي ڏوهه ۾؟
بغاوت ۽ غداريءَ جي ڏوهه ۾.
اهي وري ڇا ٿيندا آهن.
خبر نه آهي. پر شهر ۾ روز ڪيترا مزور، هاري
۽ غريب ماڻهو پڪڙيا وڃن ٿا انهي ڏوهه تحت.
"ته ڇو نه پاڻ واپس هليا هلون. پنهنجي ڳوٺ،
پنهنجي زمين تي. جتي امن ۽ سڪون نه آهي.
پر هلڻ لاءِ اسان وٽ ٿمر ڪٿي آهي؟ اڏانگو پند
پوڙهو پيءُ ۽ ننڍڙا ٻار، مٿان وري اميد سان آهين،
هاش پاڻ وٽ چاندي جا ڪجهه سڪا هجن ها، پوءِ
ته ڪو مسئلو ڪونه هو.
آءٌ وري ٿي چوان ته ڇوڪريءَ کي وڪڻي ڇ
اولين صلاح ڏني وينگ اهو ٻڌي ڌيءَ ڏانهن نهاريو.

جنهن جي ڇپن تي معصوم مرڪ هئي، شايد انهيءَ ڪري جو مون ماڻ ۽ ايءَ ۾ ٿيندڙ گفتگوءَ جو مفهوم نه سمجهيو هو. وينگ ڇوڪريءَ ڏاڍهن نهاري رهيو هو ته ٻاهران نعرن جو آواز بلند ٿيو. هڪ زبان، بلند آواز نعرا. ڇڻ سڄو شهر ڦاٽو ٿي. جهڳين جا رهواسي به نعرا هڻندا شهر ڏانهن وڌي رهيا هئا پر وينگ پنهنجي جهڳيءَ مان ٻاهر نه نڪتو، ڪمس ٻاهر نڪرڻ جي همٿ ٿي نه ٿي.

ٻئي ڏينهن شهر جو نمونو ئي ٻيو هو. شهر ۾ رهندڙ ڏاريان ماڻهو جيڪي امير هئا، سي پنهنجي قيمتي سامان ۽ ٻارن ٻچن سان شهر ڇڏي رهيا هئا. هنن دريا جي ڪپ تائين پهچڻ لاءِ هٿ گاڏيءَ وارن کي ٻيڻو ٽيڻو ڀاڙو ڏنو ٿي ۽ پوءِ ننڍين جهازن، آگبوٽن ۽ ٻيڙين ۾ چڙهي ڪنهن ٻئي ملڪ ڏانهن ٻئي آسيا. ٽن چئن ڏينهن کان پوءِ شهر ۾ ڦرلٽ شروع ٿي وئي. اميرن جي جن گهرن کي تالا لڳل هئا ۽ جيڪي پنهنجو سامان سڙو پنهنجن گهرن ۾ ئي ڇڏي ويا هئا تن گهرن کي ڦرڻ جو سلسلو شروع ٿيو. ڪا روڪ ٽوڪ، ڪو ڊپ ڊاءُ ڪونه هو. لاقانونيت جي حڪمراني هئي. جنهن کي جيئن پئي وڻيو تيئن پئي ڪيائين. پوءِ ٽيٽ هڪ ڏينهن فوجي شهر ۾ ڪاهي آيا. هر هنڌ فوجين جي ڊيوٽي لڳي وئي ۽ هو رستن تي گشت به ڪرڻ لڳا. فوجين جي اچڻ کان پوءِ ڦرلٽ جو سلسلو ختم ٿي ويو، ماڻهو پنهنجن گهرن ۾ گهر ٿي ويا،

رستي تي ڪو ماڻهو ڇيڙو نظر ڪونه ايندو هو، هرڪو
هڪ ٻئي کان پيو لهرائيندو هو، ڪاروبار ختم ٿي چڪو
هو. غير ملڪين جا وڏا وڏا دوڪان بند هئا، ۽ جيڪي
مقامي ماڻهن جا دوڪان کليل هئا. انهن جو به ڌنڌو
ڪونه ٿي ٿيو. مزور بيڪار هئا، وينگ به ڪار هو.
سنڌس هٿ گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لاءِ ڪو مسافر ڪونه هو.
شهر ۾ جيڪي غير ملڪي رهيل هئا سي هيسيل ۽
ڊنل هئا، انهن کي هر وقت پنهنجي ساهه جو ڌڙڪو
لڳو پيو هو پنهنجي مال ساڻ گڏو گڏ ڪين جانين جو به
خطرو درپيش هو ۽ هو نه جيئرن گڏ هئا نه مئن گڏ.
هوڏانهن تقريرون ۽ جلوس ختم ٿي چڪا هئا، ڪاغذ
ورهائڻ وارا خبر نه آهي ڪهڙي ڪنڊ ۾ لڪي ويا
هئا. شهر جي ڪنهن ڪنڊ مان ڪنهن به وقت نعرن
جو ڪوڙ نٿي ٻڌڻ ۾ آيو.

وينگ ڪيترن ڏينهن کان بيڪار هو. ڏهاڙي لڳي
ٿي نٿي، سو جيڪي ٻه ٻه چار سڪا ڳوٺ وڃڻ لاءِ
بچائي رکيا هئائين سي پيٽ جي کوهه ۾ ڪم ٿي ويا
۽ وري شروع ڏهاڙن وارو قصو اچي بيٺو. هاڻ ته شهر
جي بدليل صورتحال اچي ڪري شهر مان مسمورا
خيراتي لنگر به کڄي ويا هئا ۽ ان وقتن جي مانيءَ جو
حصول به ناممڪن پئي نظر آيو. بيڪاري ۽ بيروزگاري
وارن انهن ڏينهن ۾ وينگ ڪيترا دفعا اولين جي انهي
صلاح متعلق غور ڪندو رهيو ته ڇوڪريءَ کي وڪڻي

هنن پر وڏو ٿي سندن جهڙو به حشر ٿيندو هو سو تمام برو هوندو هو.

اولين جون اهي ڳالهيون ٻڌي وينگ ننڍڙيءَ کي ڪٺي پنهنجي ڇاتيءَ سان لاتو ۽ چيائين "نه پاڻ پنهنجي ڌيءَ کي ڪونه وڪڻنداسون."

اڃان هو پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا ته اوچتو هڪ هنيانءَ ڦاڙ ٺڪاءُ ٿيو. ڄڻ زمين ڦاٽي هجي يا آسمان ڦاٽو هجي.

پوڙهي پنڪين مان سجاڳ ٿيندي چيو "اهڙو ٺڪاءُ مون سڄي عمر ڪونه ٻڌو. ننڍا ٻار رڙيون ڪري روئڻ لڳا. اولين چيو "اهو توپ جو ٺڪاءُ هو. شايد دشمن شهر تي حملو ڪري ڏنو آهي."

وه شهر مان انيڪ قسمن جا آواز بلند ٿيڻ لڳا. ڄڻ شهر هڪ ڊگهي ننڊ کان پوءِ بيدار ٿيو هجي. جهڳين ۾ رهندڙ مزور ۽ پينو رڙيون ڪندا، ڊوڙندا شهر ڏانهن وڃي رهيا هئا. هڪ ماڻهوءَ ويندي ويندي ڪين مخاطب ٿي چيو... جنهن وقت جو انتظار هو، سو اچي پهتو. امورن جي گهرن جا دروازا ٽٽي ويا آهن، اچو اچو... اوهين به اچو.

وينگ ۽ اولين به بنا سوچڻ سمجهڻ جي انهيءَ جلوس ۾ شامل ٿي ويا جيڪو ٻوڏ جي پاڻيءَ وانگر اڳيان ڪاهيندو پئي ويو. ۽ جيئن جيئن اهو جلوس اڳتي پئي وڌيو ماڻهن جي ڳٽپ ۾ واڌارو پئي ٿيو.

پوءِ اميرن جي گهرن تي ڪاهه شروع ٿي ويئي ڄڻ
ماڪڙ فصلن تي حملو ڪندي هجي. بيروزگار ۽ بکين
انسانن جي انهيءَ هجوم اميرن جي حويلين ۽ محلن
جا لوهي دروازا ڀاڙون پٽي ڇڏيا، جنهن کي جيڪي ٿي
وڻيو، ۽ جيڪي ٿي مليو تنهن کي کڻي ٿي قابو ڪيائون.
وينگ به هڪ گروه سان گڏ هڪ شاهي حويليءَ ۾
داخل ٿيو. حويلي خالي پيئي هئي ۽ ڪوبه ساهوارو
اتي موجود نه هو پر معلوم ٿي ٿيو ڄڻ حويليءَ جي
رهاڪن نڙ تڪڙ ۾ حويلي ڇڏي هجي. ماڻهن سامان
تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ ته
وڌ کان وڌ غنيمت جو مال قابو ڪجي، هو هڪٻئي
کي به ڪتن وانگر چيرڻ ۽ ڦاڙڻ لڳا. وينگ هڪ ڪنڊ
۾ خاموش تماشائي بڻيو بيٺو هو. هن جي نه سمجهه کان
ٿي اهو معاملو ٻاهر هو ته آخر اهو سڀ ڪجهه ڇا ٿي
رهيو هو. هو پاڻ هڪ شريف انسان هو ۽ اڄ تائين
هن ٻئي ڪنهن جي مال ڏانهن اک کڻي نهاريو به
ڪونه هو، مٿان وري هتي هرڪو هڪٻئي جو مٿو
ڦاڙڻ جي ڪوشش ۾ هو سو وينگ انهيءَ جهيڙي کان
پري رهيو. اوچتو هجوم جي ريلي ۾ لڙهندو هڪ وڏي
ايوان ۾ اچي پهتو. ايوان ۾ هلڪي روشنيءَ وارو فانوس
جلي رهيو هو جنهن ۾ هڪدم ڪيس ڪجهه به نظر نه
آيو پر جڏهن اکيون ڪجهه ڏسڻ جي قابل ٿيس، تڏهن
ڏٺائين ته هڪ وڏي پلنگ تي هڪ بي انتها ٿلهو ماڻهو

ڪپڙن جي قيد کان آزاد ٿيو پيو هو ۽ سائس گڏ
هڪ سهڻي جوانڙي به بالڪل اگهاڙي پلنگ تي ٿلهي
سان چهٽي پيئي هئي. ٿلهي جي بدن تي گوشت جا
چڱ ٿها چڙهيل هئا ۽ سندس اکيون سوئر جي اکين
وانگر ننڍڙيون هيون. وينگ کي ڏسي هو ڏڪڻ لڳو
۽ آهه زاري ڪرڻ لڳو. جيتوڻيڪ وينگ جي هٿن ۾
ڪوبه هٿيار نه هو، ته به هو پلنگ تان اٿي، پنهنجي
حالت جي پرواهه نه ڪندي وينگ جي پيرن تي ڪري
پيو ۽ پنهنجي جان بخشيءَ لاءِ ليلائڻ لڳو. سهڻي، جوان
اگهاڙي عورت پلنگ تي ڏڪي رهي هئي ۽ رحم طلب
نگاهن سان وينگ ڏانهن نهاري رهي هئي جيئن بدل
هرڻي شڪاريءَ ڏانهن ڏسندي هجي.

ٿلهو چوڻ لڳو.. ”مون کي بچائي. مون کي مار
نه. آءٌ توکي سڪا ڏيندس، سون ڏيندس. تمام گهڻو.
سون؟ دولت جو لفظ ٻڌي وينگ کي چڱ بيهوشي
مان هوش اچي ويو. هن ته اهڙي ڪا ڳالهه سوچي
ئي ڪونه هئي. ڪيس نه وهم گمان به نه هو ته ڪو
هن ريت هو پئسن وارو به ٿي سگهيو ٿي، سو سڪن
جي ڪيس سخت ضرورت هئي. ڪا اڌ چاڻ هستي رڙيون
ڪري سندس ڪنن ۾ چوڻ لڳي. ”توکي ڏيءَ نه
وڪڻي پوندي. تون ڳوٺ وڃي سگهندين. پنهنجي
زمين تي.

اهي خيال اڀنديئي هن رعب دار آواز ۾ چيو ”نه

پوءِ ڪڏهن به. ڏسان ته تون پنهنجي جان جي ڪمتري قيمت ٿو لڳائين.

اهو ٻڌي ٽلهو بي انتها ڦڙتيءَ سان اٿيو ۽ پلنگ جي هڪ ڪنڊ ۾ رکيل پنهنجي لباس جي هڪ کيسي مان مُٺ ڪن سونا سڪا ڪڍي وهنگ ڏانهن وڌائين. وهنگ اهي ڪاٺس کسيندي وري رڙ ڪئي، "بس"؟

ٽلهي وري ٻئي کيسي مان اوترائي ٻيا سڪا ڪڍي وهنگ جي حوالي ڪيا ۽ چيائين "بس، هاڻ مون وٽ ڪجهه به نه رهيو آهي، قسم آهي مون کي پنهنجي جان جو جيڪا هن وقت تنهنجي قبضي ۾ آهي." انترو چئي هو وري ڏڪڻ لڳو ۽ ايلاز ڪرڻ لڳو "هاڻ ته مون کي معاف ڪر، منهنجي جان بخشي ڪر."

وهنگ نه ڏٺي ڪي به ذبح ڪونه ڪري سگهيو هو. اهڙو نرم دل ماڻهو پاڻ جهڙي ڪنهن انسان کي جهڪر ڪيئن ماري ها، پر ٽلهي کي نه انهيءَ حقيقت جي ڪا خبر نه هئي، سو هو بدستور منٿون ڪندو رهيو. وهنگ مصنوعي رعب سان چيو "پڇي وڃ. دور ٿي وڃ منهنجي نگاهن کان، متان ڪٿي آءٌ تو کي ماري نه وجهان.

ٽلهي اهي لفظ ٻڌا ته وٺي ڀوڳان ڀير ڪيائين. ساڻس ڪٺي اگهاڙي جوانڙي به ڊوڙندي وئي. وهنگ ڪجهه دير انهي پهلو انهن سولن سڪن ڏانهن نهاريندو رهيو جيڪي سندس مُٺن ۾ هئا ۽ پوءِ اهي سڪا پنهنجي

لباس جي اندرئين کيسي ۾ وجهي هو ته ٽڪرو ٽڪرو اتان نڪري ويو.. شهر ۾، رستن تي اجهان ته ساڳي حالت هئي. ڪٿي ڪٿي لاش پيا هئا ته ڪٿي زخمين جو رت ڪٿان وري ڦٽيل انسانن جون رڙيون پئي پئي پئي ٿي آيون. ۽ انهن مئل، ۽ زخمي انسانن ۾ صرف امير ماڻهو ڪونه هئا. اهي غريب مزور به هئا جيڪي ڦرلٽ ۾ شريڪ هئا پر وڌ ۾ وڌ مال حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ هڪٻئي سان وڙهي پيا ۽ پنهنجي جانين کي به نقصان رسايائون. وينگ اهي نظارا ڏسندو ٽڪرو ٽڪرو پنهنجي جهڳيءَ ڏانهن وڃي رهيو هو، هاڻ سندس ذهن ۾ صرف هڪ خيال هو، ڳوٺ واپسيءَ جو خيال. هن وقت وٽس سونا سڪا موجود هئا ۽ هو آرام ۽ سولائيءَ سان ڳوٺ وڃي ٿي سگهيو. وڏيڪ وقت شهر ۾ ترسي ڦرلٽ ڪري وڌيڪ مال ميڙڻ جو ڪيس ڪوبه خيال نه هو.

# باب تيرهون

شهر ۾ پوءِ ڇا ٿيو، تنهن ڳالهه جي ونڪ کي ڪا سُڌ نه هئي. هو ته انهيءَ ڏينهن ٻار ٻچا ساڻ ڪري پنهنجي ماءُ، ڌرتي ماءُ جي قدم ٻوسيءَ لاءِ روانو ٿيو جنهن کان جدا ٿئي ڪيس جام ڏينهن ٿي ويا هئا. زمين ونڪ جي ماءُ به هئي، محبوبه به هئي، زندگي به هئي. زمين سان بي انت پيار هو. زمين جيڪا سندس زندگيءَ لاءِ ان اپائيندي هئي، پر انتهائي مجبوريءَ ۽ بي وسيءَ وچان ڪيس ايترو عرصو پنهنجي ماءُ کان دور رهڻو پيو. هاڻ اتفاق سان جڏهن قسمت جي ديوي مٿس مهربان ٿي ۽ ڪيس وڏي وڏهاري چڱي چوکي رقم هٿ اچي وئي ته هن شهر ۾ رهي وڌيڪ قرابت ۾ شامل ٿي امير ترين ٽٻڻ بدران ڳوٺ جو رستو ورتو جتي پنهنجي ٻنيءَ تي محنت ڪري هو سڀ ڪجهه حاصل ڪري ٿي سگهيو. سون جي ڪجهه سڪن عيوض هن اترئين شهر جي منڊيءَ مان چانورن ۽ ڪڻڪ جو نهايت پلو ٻج هٿ ڪري ورتو هو ۽ سندس ارادو هو ته پنهنجي زمين تي چانورن ۽ ڪڻڪ جي اوچي نسل جي پوک ڪري جنهن جو ٻج ئي حاصل ڪرڻ انهيءَ تر جي هارين ۽ زميندارن جي وس ۾ ڪونه هو جڏهن ته

وينگ هاڻي سونن سڪن جو مالڪ هو. هن ڳوٺ واپس ويندي رستي ۾ هڪ هاريءَ کان پنهنجن سونن سڪن عيوض هڪ ٿلهو متارو، پلو ڏڳو به وٺي ڇڏيو هو. رستي ۾ انهيءَ ڏڳي تي سندس نظر انهيءَ وقت پيئي جڏهن مالڪ ڪمس هر ۾ وهائي رهيو هو. وينگ کي ڏڳي جو مضبوط ۽ سهڻو جسم وڻي ويو ۽ هو سودي جي خيال سان وڏي هاريءَ کي وبجهو ٿيو. ۽ ڪنهن چالاڪ واپاريءَ جي لهجي ۾ چيائين ڏڳو وڪڻندين؟ منهنجو ڏڳو ويچارو مري ويو آهي، انهيءَ جي جاءِ پر ڪرڻ لاءِ مون کي اهڙي ڏڳي جي گهرج آهي.

هاريءَ ورائيو "پوتار، زال کي ته وڪڻي سگهان ٿو باقي هن ڏڳي کي سو وڪڻڻ جو سوال ئي ڪونه ٿو پيدا ٿئي." ائترو چئي هاريءَ ڏڳي کي هڪليو.

وينگ جيڪو خود کي دولت مند سمجهي رهيو هو، سو هاريءَ جي روئي تي شرمسار ٿيو ۽ ڪنڌ جهڪائي پيءَ وٽ آيو ۽ کانئس پڇيائين "بابا توهانجي خيال ۾ اهو ڏڳو ڪهڙو آهي؟"

پلو آهي. ڪيترو تو گهري مالڪ.؟

چوي ٿو ڪونه وڪڻندس.

ليڪ پو هٺي. ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا وڪاڻو نه آهي؟ ٿوري لالچ ڏينس، سونا سڪا ڏيکارينس ته ڏسر ڪيئن نه پاڻ کي به وڪڻڻ لاءِ راضي ٿو ٿئي.

وينگ جي هيئانءَ تي وري وڃي هاريءَ کي وبجهو

ٿيو. پر هو اصل پير ني نہ پيو ڪوڙي. پر آخر جڏهن سونا سڪا ڏناٿين تہ همراهہ ڀڪورجي ويو. هر ڪلي ڊگهي جي ڪنڊ تان لاٿائين ۽ ڊگهي جي رسي وڻنگ جي هٿن ۾ اچي ويئي.

منجهند ڌاري جڏهن هو پنهنجي ڳوٺ پهتا تہ اهو ڏسي وائڙا ٿي ويا تہ سندن ٺهيل ٺڪيل گهر جي جاءِ تي رکو پٿرون سلامت بيٺيون هيون، باقي در، دروازا ۽ ڇتين جا تڏا ۽ لڪڙا سڀ غائب هئا! وڻنگ گهر وارن کي اتيئي ڇڏي ڳوٺ جي بازار ۾ ويو، جتي هاڻ چڱي خاصي هلچل هئي ۽ ڏڪار جو اثر آهستي آهستي ختم ٿي رهيو هو. هن بازار ۾ هڪ بالڪل نئون مضبوط هر ورتو، گهر جي ڇت لاءِ بانس ۽ تڏا ورتائين ۽ ڪجهہ ٻيو ضروري سامان خريد ڪري سج لهڻ کان اڳ ڳوٺ واپس موٽي آيو. شهر کان ڳوٺ ڏانهن جي مسافري ۽ وري ڳوٺ جي بازار جي پنڌ وڻنگ کي ٿڪائي ڇڏيو هو پر هن کي اڄوڪي ٿڪ جي ڪا پرواهہ نہ هئي. اڄ تہ هو پنهنجي وڇڙيل محبوب سان مليو هو، پنهنجي ماءُ سان مليو هو، تنهن کي پلا ٿڪ جي ڪهڙي پرواهہ. بهار جي مُند هئي ۽ ٽڏڙي هر ڪُلي رهي هئي جيڪا وڻنگ کي فرحت رسائي رهي هئي. گهر جي پر واري تلاءُ واري رخ کان ڏيڏرن جا راڳ ٻڌڻ ۾ پئي آيا ۽ آسمان جي آفق تي چنڊ آهستي آهستي روشن ٿي رهيو هو ۽ سندس مٺڙي چانڊاڻ جو

نور، ڌرتيءَ تي پکڙجي رهيو هو. وڻن تازو تازو ڦوٽ
ڪڍي هئي ۽ نرم نرم خوشبودار ٻن ۾ گل ٽڙي رهيا
هئا. جن جي خوشبو واءُ منڊل کي معطر ڪري رهي
هئي. انهيءَ موسم ۾ نظاري ڪافي لطف اندوز ٿين لاءِ
وينگ گيران نڪري ويو. هن ڌرتي ماءُ سان اڪيلائي
۾ ملڻ ٿي چاهيو. پنهنجي دل جون ڳالهيون ڌرتي ماءُ
کي ٻڌائڻ ٿي چاهيائين ۽ سندس غير موجودگيءَ ۾
ڌرتيءَ سان ڇا ٿيو واپريو سو ٻڌڻ ٿي چاهيائين. هن
پنهنجي وڇڙيل محبوب سان اڪيلائيءَ ۾ ملڻ ٿي
چاهيو ۽ سندس اهو وڇڙيل محبوب ڪير هو؟
ڌرتي... زمين.×

ٻئي ڏينهن سج ابرئي مهل سندس ٻاڙيسري ملڻ لاءِ
آيا. ڏڪار ڪري سندن تعداد ڪافي گهٽ ٿي ويو
هو. هو سڀني سان ٻاٻوهه سان گڏيو ۽ ڪاڻن پڇيائين،
ڇا اوهان کي خبر آهي منهنجي گهر جي ڇت جون
ڪانيون ۽ هر ڪنهن خود کي سيءَ کان بچائڻ لاءِ
باهه جو ٻڪ ٻڻايا؟

پر ٻاڙيسرين جواب ۾ نابري واري. هڪ ٻوڙهي
چيو "ڪير ٿو ڄاڻي پٽ.. ٻک هر انسان کي ڇڏو
ٻڻايو ڇڏي.

اڃان هو انهن ڳالهين ۾ ئي هئا ته وينگ جو وڇڙو
ٻاڙيسري ۽ دوست چنگ به اچي پهتو. وينگ اٿي
وڌي چنگ کي ڪيڪاريو ۽ کانئس به اهوئي سوال

وڃهائين. چنگ ورائيو. تنهنجي گهر ۾ چور ۽ ڌاڙيل رهيا پيا هئا. تنهنجو چاچو به انهن سان گڏ هو.

چنگ جي جسم تي گوشت نالي ڪنهن به شيءِ جو وجود نه هو. هو هاڻ صرف هڏين جو ڍانچو هو. وينگ جي اکين ۾، سندس اها حالت ڏسي لڙڪ اچي ويا.

وينگ پڇيس "ڇا ايترو وقت ڪجهه ڪاڏو پيتو نه اٿئي؟"

چنگ ورائيو.. چاچا نه ڪاڏو اٿم.. پيٽ جي جهنم کي ڀرڻ لاءِ مٺل ڪتا ۽ ٻلون، ڪانءُ، ڏيڏر" ايتريقدر جو منهنجي زال مرڻ کان اڳ اسان جي پٽ کي به ماري کائي ويئي. چند سڪا حاصل ڪرڻ لاءِ مون پنهنجي ڌيءُ هڪ سپاهيءَ کي وڪرو ڪري ڏني... سپاهيءَ صاف صاف چيو ته هو پنهنجون جنسي خواهشون پوريون ڪرڻ خاطر ڪيس استعمال ڪندو.

ايترو ٻڌائي چنگ سڏڪن ۾ اچي ويو... وينگ کيس آٿت ڏيڻ لڳو ۽ پوءِ کيس سهارو ڏيئي پنهنجي اڳڻ تي وٺي آيو ۽ چيائين، هاڻ توکي بکيو نه رهڻو پوندو. پيٽ ڀري پيو کاءُ. تنهنجي دوست وٽ سڀڪجهه آهي.

همدرديءَ جا اهي ٻول ٻڌي چنگ اڃان گهڻو روئڻ لڳو. وينگ چيس "تون سمجهين ٿو ته مون تنهنجو احسان وساري ڇڏيو هوندو؟ نه دوست... جي تون انهيءَ ڏينهن اها چٽڻ مٽ نه ڏين ها ته جيڪر منهنجي زال

مري وڃي ها.

وينگ کي اهو ڏسي ان مٿي خوشي ٿي ته ستلي
بيڪار ڇاڇو هاڻي ڪوٺ ۾ نٿي رهيو. ڪن ڏاڍو نه
هو شهر ۾ رهي ٿو ۽ ڪن چيو ته هو چورن ۽ ڌاڙيلن
سان گڏ ڪهاڻين ٻڌن ۾ ڪم ٿي ويو آهي. هن به هڪ
هڪ ڪري پنهنجون نياڻيون وڪڻي ڇڏيون هيون شايد
انهن بکين سپاهين وٽ جيڪي ويران ڪوٺن ۾ ڪوٺن
جي ڇڏيل مال جي حفاظت لاءِ موڪليا ويا هئا ۽
جيڪي ڪوٺن جي سڃ ۾ اڪيلائي محسوس ڪندا
هئا ۽ پنهنجون جسماني خواهشون پوريون ڪرڻ لاءِ
سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار رهندا هئا.

وينگ هڪ دفعو وري ڏينهن رات زمين کي جنبي
ويو. بک لڳس ته اتيمي بصر ڪٽيءَ سان ڌرتي جي مٽي
کائيندو، ٿڪجي پوندو ته ڪنهن وڻ جي ڇانءَ ۾ زمين
تي ڍيري ٿي پوندو. ڌرتي وڇاڻ ۽ آسمان اوڇڻ. ڪيس
ڌرتيءَ جي هنج ۾ اهڙي ننڊ ايندي هئي جهڙي ڪنهن
معصوم ٻالڪ کي ماءُ جي هنج ۾.

اولين هاڻي گهر ۾ رهندي هئي. انهيءَ ڪري نه
ته هن هاڻ زمين تي ڪم ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ انهيءَ
ڪري جو پوڙهن گهر ۾ گهڻو ڪم هو. پٿرن تي راڳو
ڪرڻو هو. فرش ٺاهڻو هو، ڇت ٺاهڻي هئي، وينگ،
ٻارن ۽ پوڙهي پيءُ لاءِ ماني ٺاهڻي هئي. اهي سڀ ڪم
اولين ٻاڻ تي ڪنيا هئا ۽ هر ڪرڻو، ڪان به ڦڪر نه

ٻنيءَ تي مصروف هو. هڪ ڏينهن زوردار ۽ ڳهاٽو مينهن
وٺو. انهيءَ ڏينهن وينگ زمين تي نه ويو. پر اولين
کي ساڻ ڪري ڳوٺ جي بازار ۾ ويو جتان هن گهر
جي استعمال لاءِ نوان ٿانءَ ورتا. اولين هينئر وري اميد
سان هئي ۽ پيٽ ۾ ٻار هجڻ ڪري ٿلهي ۽ وڏي وڏي
ٿي نظر آئي. ايندڙ ٻار جو تصور وينگ لاءِ هاڻي نه
نه فڪر منديءَ وارو هو ۽ نه ئي ڪيس تجسس ٿيندو
هو ڇو نه اڳ ئي گهر ۾ ٻار هئا، چانديءَ ۽ سون جا
سڪا هئا. پريشاني ته تڏهن ٿيندي آهي جڏهن گهر ۾
ان نه هجي، ڏوڪڙ نه هجن. پر هت ته سڀڪجهه هو!!

هڪ رات وينگ ۽ اولين گڏ ستل هئا ۽ وينگ
پنهنجي زال جي جسم سان کيڏي رهيو هو. وينگ جا
کهرا هٿ جڏهن گهمندا ڦرندا اولين جي ٻن ٿڻن تي پهتا
جيڪي ٻن ننڍڙن جبلن جهڙا ڪر کنيو بيٺا هئا ۽
انهي جي وچ ۾ هڪ ننڍي وادي هئي، ته اتي کيس
ڪپڙي جي ننڍڙي ڳنڍ محسوس ٿي. ڳنڍ کي پنهنجي
قبضي ۾ وٺي اولين کان پڇيائين، اهو ڇا لڪايو اٿئي؟

اولين چيس ”ڳنڍ کي کولجان نه.“

انهيءَ تي ويتر وينگ جي دل ۾ هوران ڪوران
وڌي ويئي. جهٽ ڪٽي ڳنڍ کي کوليائين. ڳنڍ ۾ بي انتها
قيمتي هيرا ۽ لعل موجود هئا. جن کي ڏسي وينگ
وائڙو ٿي ويو. اصل اکر ئي نه پئي آڪاس. انهن ۾
ٻه ڳاڙها لعل به هئا جهڙڪي بلورن کان ڪجهه وڏا

هئا. ۽ انهن تي جرڪيا ڇڻ سج بوري آب‌تاب سان چمڪي رهيو هجي. پيا به چمڪي رهيا هئا.

وينگ ڏڪندڙ آواز ۾ پڇيو. هي لعل تو ون ڪٿان آيا؟

اولين ورائيو "جنهن گهر ۾ پاڻ وڃوڙين سان ڪڏ گهڙيا هئاسين، اتان."

خبر اٿيئي ته هي ڇا آهن؟

ها. آءٌ هڪ وڏي گهراڻي ۾ پاڃي وڏي ٿي آهيان انهن. جي قيمت جو صحيح ڪاٿو ته نٿي لڳائي سگهان، ڇاڻ اٿم ته اهي انتهائي قيمتي آهن. سونن سڪن کان به وڌ.

وينگ چيو "ايترا قيمتي هيرا ۽ موتي امان غريبن جي گهر ۾ ڇٽا سونهن. ڪٿان وري جي ڪنهن کي ڪوڪ پهچي ويئي ته انهن کي حاصل ڪرڻ لاء امان جي جان وٺڻ کان به نه مڙندا. چونه انهن کي وڪڻي زمين وٺون؟ هاڻ ته هي جيسين هن گهر ۾ موجود رهندا سون کي ته ننڊ به نه ايندي. اها ڪهڙي مصيبت تون گڏ ڪڍي آئي آهين؟

هو هڪ دفعو وري غور سان موتين ڏانهن ڏسڻ لڳو. ۽ پوءِ ورائي انهن کي ساڳئي ڪپڙي ۾ ٻڌڻ لڳو. اولين ڏانهس ڏسندي رهي، پوءِ ڊڄندي ڊڄندي پڇيائين، "ته ڇا تون سچ پچ انهن کي وڪرو ڪندين؟"

بالڪل. ڇو ته اهڙي گهر ۾ جتي ڏجوڙي نه آهي

جنهن کي دروازو به نه آهي، اهڙا قيمتي لعل ڪيترا ڏينهن حفاظت سان رکي سگهبا. بهتر اهوئي آهي تہ انهن کي وڪڻي زمين خريد ڪري وٺجي جيڪا ڪير پاڻ ڪان کسي تہ نہ سگهندو، جنهن جي چوري ٿي وڃڻ جو تہ ڊپ نہ رهندو.

اولين خاموشيءَ سان وينگ جو جواب ٻڌندي رهي. سندس اکيون موتين تي مرڪوز هيون. انهن جيئن پار ڪانءَ جي شيءِ ڏانهن نهاريندو آهي. پوءِ ڪنهن ضدي ٻار جي ٿي لهجي ۾ وينگ کي چيائين ”ڇا آءٌ صرف اهي ٻہ ڪاڙها بلورن جيڏا لعل پاڻ وٽ رکي سگهان ٿي؟ ٻيو ڪجهہ بہ نہ گهرجيم. پر تون سڀ وڪرو ڪري ڇڏ. پر اهي ٻہ لعل مون کي پاڻ وٽ رکڻ ڏي.

جڏهن ڪو ٻالڪ پنهنجي پسنديده رانديڪي لاءِ ضد ڪندو هجي. وينگ، اولين جي انهيءَ خواهش جو مطلب نہ سمجهي سگهيو. اولين اهڙي زال هئي جنهن اج تائين وينگ کي ڏنو هو، ورتو نہ هو. گهر جو سک ۽ آرام سندس جسماني خواهشن جي تڪميل ۽ ڪيئن هر طرح مطمئن ڪرڻ، زمين تي ڪم ۾ سندس هٿ ونڊائڻ، ڪيس اولاد جهڙي نعمت پيدا ڪري ڏيڻ. ۽ انهن خدمتن عيوض هن وينگ کان ڇا ورتو؟؟ اج پهريون دفعو هوءَ کانئس ڪجهہ گهري رهي هئي ۽ سندس اکين جي ننڍڻ تي ٻہ لڙڪ انهن موتين جيان چرڪي رهيا هئا جن جي خواهش اولين ڪئي هئي. وينگ سندس اکين

۽ آهل لڙڪن کي ڏسي انڪار نہ ڪري سگهيو ۽
هُتي ڳاڙها موتي اولهن جي تري تي رکيائين جنهن
هڪدم انهن کي پنهنجي ٻين وچ ۾ لڪائي ڇڏيو.
لعل ۽ موتي حاصل ڪري هاڻ وينگ جي ذهن
۾ اهو خيال گردش ڪرڻ لڳو تہ وڏي حويليءَ وارن
کان وڏيڪ زمين خريد ڪري وٺي. هن چاتو ٿي تہ
حويليءَ جا مالڪ خوشيءَ سان زمين جو سودو ڪرڻ
تي تيار ٿي ويندا، ڇو تہ زمين جي حيثيت انهن وٽ
ماءُ يا محبوب واري نہ هئي جو زمين وڪڻندي ڪين
ڏک ٿئي. ڌرتيءَ کي ماتا، اهي ٿا سمجهن جن جو
ڏينهن رات جو تعلق زمين سان هجي، جيڪي زمين
کي پنهنجي رت سان ريج ڏيندا هجن، جيڪي اٿندا
ويهندا، سمهندا زمين تي هجن، باقي اهي وڏا جاگيردار
انهن کي ڪٿان احساس ٿئي تہ زمين ماءُ مثل آهي.
ورثي ۾ مليل بي انت اراضيءَ تي پکڙيل زمين، جنهن
تي ڦيرو ڪرڻ بہ هو پنهنجي شان خلاف سمجهن، تن
جي دلين ۾ ڌرتيءَ جي محبت جاڳي بہ تہ ڪيئن؟
هنن کي تہ بس گهر ويٺي چار پئسا پيا ملن جن جي
وسيلي هو پنهنجي شراب ۽ شباب، مستي ۽ مدهوشيءَ
جو انتظام ڪري سگهن ۽ بس.

اهي سڀ ڳالهيون سوچي هو ٻئي ڏينهن هيرا موتي
ساڻ کڻي وڃي وڏي حويليءَ تي پهتو. وڏي دروازي
تي چوڪيدار ڪونہ هو انهيءَ ڪري وينگ اڳتي وڏي

ڪئي دروازي کي ڊونڊاڙيو. پر ڪو به جواب نه آيو. مايوس ٿي هو موٽڻ تي هو ته دروازي جي ٻئي پر کان هڪ سريلي آواز پڇيو ”ڪير بدبخت. آهي“
وينگ وراڻيو. آرام ۾ خلل وجهڻ لاءِ معافي ٿو چاهيان، چوڪيدار موجود ڪونه هو انهيءَ ڪري مونکي اهو طريقو اختيار ڪرڻو پيو. آءٌ وينگ ليئنگ آهيان.

چوڪيدار سوئر جو ڦر پڇي ويو. پر تون ڇا لاءِ آيو آهين.

آءٌ ڪجهه سڪا.

پڇي وڃ سڪن جا سڪا. هت هاڻ ڪجهه نه رهيو آهي جو توکي خيرات ملي سگهي.

آءٌ خيرات پنڻ نه، توهان جي مدد ڪرڻ آيو آهيان مون وٽ سون آهي، هيرا موتي آهن.

اڇا اڇا. پوءِ ته تون پل آئين، جي آئين. ”اندرو چئي هن دروازو کوليو.“

هوءَ هڪ نرم ۽ نازڪ، پرپور جوانڙي هئي جنهن جا اڌ سندس نامڪمل لباس مان ٻاهر جهاتيون پائي رهيا هئا ۽ سڊول، پريل پريل، ڪير جهڙيون رانون به ڏيکاءُ ڏيئي رهيون هيون. سندس اکيون وڏيون ۽ ڪجليون هيون ۽ انهن ۾ دعوت هئي، سندس سنهڙن گلابي چپن تي عجيب مرڪ هئي ۽ انهن سڀني مظهرن، وينگ کي في الحال ته بند پهڻ ڪري ڇڏيو. تڏهن ان حسينه اڳتي وڌي ڪيس ڊونڊاڙيو. جنهن تي وينگ حقيقت

جي دنيا ۾ آيو ۽ حسين جي پويان حويليءَ اندر
وڃڻ لڳو.

ايوان خاص ۾ پوڙهو جاگيردار پٿر جي ڪنهن
بت جيان ساڪت ۽ جامد ويٺو هو. وينگ کيس بت ئي
سمجهي ها جي سندس چپ جو آواز نه ٻڌي ها. هن
کي هڪ قيمتي پر پراڻو لباس پهريل هو جيڪو لاڳيتي
استعمال جي ڪري هنڌان هنڌان ڳنڍل لڳي رهيو هو.
جاگيردار اڳ ٿلهو هوندو هو، پر هاڻ سندس جسم تي
گوشت ۽ چربي ڪونه هئي، هڏين گوشت جو ساٿ
ڇڏي ڏنو هو جنهن ڪري سڄو جسم لڙڪي رهيو هو
۽ کل سرانجي وئي هئي.

جاگيردار اڳيان پهچي وينگ ڪنبڻ لڳو. اهو خوف
کيس ورثي ۾ مليل هو.

اڌ اکيارڙي حسين، انهيءَ هنڌ پهچي وينگ کي
مخاطب ڪيو. زمين خريد ڪرڻ آيو آهين. رقم ڪتي آهي؟

پر وينگ خاموش رهيو. هن وڏي جاگيردار جي
سامهون ڳالهائڻ مناسب نٿي سمجهيو. حسين سمجهي
ويو، جنهن رعبدار لهجي ۾ جاگيردار کي چيو "زون
اندر وڃ... ۽ هو ڪنهن حڪم جي غلام وانگر بنا
چون چران ڪرڻ جي حويليءَ اندر هليو ويو. تڏهن
وري حسين چيو "دير ڇو پيو ڪرين. رقم ڪڍ."

وينگ چيو "اڌ رقم ساڻ ڪونه کڻي آيو آهيان."
انهيءَ تي حسين ڪاوڙجي پيو ۽ چيائين "ته پوءِ

پنهنجو ڪارو منهن ڪرڻ آيو آهين يا مون کي ڏسڻ آيو آهين.“

وينگ وراڻيو ”مون کي جاگيرداريءَ سان ملڻو آهي. هوءَ منهنجي محسن آهي.“

”اها مري ويئي. ڪيس ڏاڍيلن ماري ڇڏيو. هو حويليءَ کي ڦرڻ آيا هئا، ۽ حويليءَ جي ملازمن سندن مدد ڪئي، وينديءَ وينديءَ هو جاگيردارياڻيءَ کي ماري ويا. ملازم ڀڄي ويا ۽ جاگيردار جا پٽ به حويلي ڇڏي خبر نه آهي ڪيڏانهن ويا. هاڻ بس آءٌ آهيان يا پوڙهو جاگيردار. ۽ پوڙهي کي اڄان به پنهنجين عياشين جي تڪميل لاءِ پئسن جي ضرورت ٿئي ٿي.

پر آءٌ زمين جو سودو توسان ڪيئن ڪريان؟ تو کي ڪهڙي اختياري آهي؟

مون کي مڪمل اختيار حاصل آهي ڇُسا ماڻهو ڏسين نٿو جاگيردار منهنجي حڪمن جو غلام آهي. ڀلا اِن مردار سان ڪڏهن عمر ۾ ڪا جوان ڇوڪري سمهڻ پسند ڪندي؟ اها آءٌ آهيان جيڪا خود کي اجهو رکي پوڙهي جي اڄ وساهان ٿي. ڇا منهنجي اهتري قربانيءَ جو بدلو مون کي نه ملندو.

پر جي صبحاڻي جاگيردار جا پٽ ڏٺي تي اچي پهتا نه پوءِ؟؟.

ڪٿان ايندا؟ اهي بزدل هاڻ ڪڏهن به حويليءَ جو رخ نه ڪندا.

ڪي ادا ڪرڻي پوندي؟
۾ رقم ڪنهن
جاگيردار کي.
پوڙهي
چڱو ٺهڪ آهي — مون کي اطمينان آهي، هاڻ
ڳالهه ٻولهه ڪري ٿا سگهون.
پاڻ سودي جي
جاگيردار جي زمين جو ڪو آنت نه هو ۾ سندس
پاران سودو ڪندڙ جوانڙي سهڻي ته هئي، سندس جسم
جي بناوٽ، سندس ارهن جي ٻهڪ، سندس ڪجلين
اکين جي نهار ڪنهن به مرد کي سندس اکيان ڪوڏا
ڪوڙڻ تي مجبور ڪرڻ جهڙي هئي، پر زمين جي قيمت
جي ڪيس ڪابه خبر نه هئي، ۾ وينگ سندس سولهن
۾ حسن کان هاڻ وڌيڪ تاثر ٿيڻ وارو نه هو، تنهن
ڪري هن وڌ کان وڌ ۾ سٺي ۾ سٺي زمين حاصل
ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن تي ان حسينه کي
ڪوبه اعتراض نه ٿيو، هن کي ته رقم گهربي هئي،
جنهن سان ڪجهه وڌيڪ وقت هو عياشي ڪري سگهن،
امڙيءَ ريت وينگ ڪامياب سودو ڪري، انهن قيمتي
۾ خطرناڪ پٿرن کان خود کي آجو ڪري آيو. هاڻي
وينگ وٽ ايتري زمين هئي جنهن تي هر هلائڻ هڪ
ماڻهوءَ ۾ هڪ ڏڳي جي وس جي ڳالهه نه هئي. ن
وري هو پنهنجي ڪل فصل کي گهر ۾ ذخيرو نه
ڪري سگهيو. انهيءَ ڪري هن اڱڻ تي هڪ ٻي
ڪوٺڙي ٺاهي، هڪ ٻيو ڏڳو، هڪ نئون هر بار ڍوئڻ
لاءِ هڪ گڏهه به ورتائين. اجان ڪيس هڪ ايماندار

مالھوءَ جي بہ ضرورت ھئي جيڪو سندس زمين تي ھر
ڪاھي ۽ سندس ھٿ ونڊائي سگھي. اھڙو مالھو چنگ
ڪان سواءِ ٻيو ڪو ٿي نٿي سگھيو. ھن چنگ کي چيو
”تون اڪيلو سير آھين؛ پنھنجي زمين مون کي وڪرو
ڪري ڏي، جنھن جي آءٌ توکي مناسب قيمت ڏيندس
۽ پاڻ مونسان گڏ زمين تي اچي ڪم ڪر، تنھنجي
حيثيت نوڪر واري نہ، منھنجي وڏي ڀاءُ جي رھندي.

چنگ، سندس مشوري تي عمل ڪيو ۽ وينگ
سان گڏ سندس گھر ۾ رھڻ لڳو ۽ وينگ جي زمين
تي ڪم ڪرڻ لڳو.

انھيءَ سان سانوڻ اڳيون ٻيون ڪسرون ڪڍي
ڇڏيون. ايترو وڌو جو حد نگاھہ تائين چئني طرفن
جل ٿل نظر ايندو ھو. فصل بہ انتھائي سٺو ٿيو ۽ وينگ
۽ چنگ، ٻن ڄڻن جي لاباري وجھڻ ڪان قصو زور
ھو، اھو ڏسي وينگ ٻہ ڪيت مزور پگھاردار طور رکيا
جيڪي سائن گڏجي ڪم ڪرڻ لڳا. ھو پنھنجن ٻنھي
ڄڻن کي بہ زمين تي وٺي ويندو ھو ۽ انھن ڪان اھو
ڪم وٺندو ھو جيڪو ھو شوق ۽ خوشيءَ سان ڪندا
ھئا. ھو گڏھہ تي ان بار ڪندا، گڏ ڪيندا، ۽ ڪنھن
ڪنھن وقت ھر بہ ڪاھيندا ھئا. اجان ھو ايترا مضبوط
نہ ھئا جو سگھارا ۽ ڪارائتا ھاري ثابت ٿي سگھن،
پر تنھن ھوندي بہ وينگ چاھيو ٿي تہ ھو ننڍي عمر
کان ئي ڪم ڪرڻ جا عادي ٿين ۽ سندس جسم سڄ جي

گرمائش برداشت ڪرڻ جي قابل ٿين، ڪيس ۽ هارين
کي محنت ڪندي ڏسن، محنت جو مطلب سمجهن ۽
محنت ڪرڻ جا عادي ٿين. وڏنگ پڙهيل ڪونه هو،
پر اهڙو چالاڪ ٿي ته حويلي وارن زمين انهيءَ ڪري
وڪرو ڪئي هئي جو انهيءَ جاگيردار گهراڻي ۾ ڪنهن
کي به محنت ڪرڻ جي عادت ڪونه هئي، نه وري
هو پنهنجي زمين جي سار سنڀال لهندا. وڏنگ چاتو ٿي
ته زمين مالڪ جي محنت، ڏيان ۽ ٻچاڪچا ڪنسواءِ
ڪجهه نه هئي. ماءُ جي ٻچن سان پيلا ڪنهن ڏاڙهين هار
کي ڪير ملي سگهندو؟.

پريتما، پيلا پنهنجي پريميءَ ڪان سواءِ ڪنهن ٻئي
سان پيار ونڊي سگهندي؟ ڌرتيءَ جو مثال به اهڙوئي
آهي. جيڪو ڌرتيءَ کي ماتا سمجهندو ۽ ڌرتيءَ کي
پنهنجي پريتما مثل سمجهندو، سو ڌرتيءَ سان سلوڪ
به اهڙوئي ڪندو ۽ سندس پيار، احترام ۽ عبادت جو
صلو ڌرتي به اهڙوئي ڏيندي. حسين من موهڻي مورت
سان پيار صرف سندس پريمي ڪندو آهي ۽ سندس هٿن
۽ چپن جي لمس اڳيان پريتما به هٿيار ڦٽا ڪري
ڇڏيندي آهي ۽ محنت جي ساگر ۾ پريميءَ سان گڏ
لڙهي ويندي آهي. نتيجن جي پرواهه ڪرڻ بنا. ۽ اها
ساڳي عورت، ڪنهن راڪشش جي حملي جي صورت
۾، ممڪن آهي ته پنهنجو ست هارائي ويهي ۾ جيا
انهيءَ راڪشش کي اهو ڪجهه ملي سگهندو جيڪو

حسين جي پرهيءَ کي نصيب ٿيندو؟ هرگز نه... ماءُ جي ٿڃ پيئندي جڏهن سندس جگر گوشي جي ٻين ۽ ننڍڙن هٿن جو لمس محسوس ڪندي جو انهيءَ لمس ۾ ڪيڏا محبت ۽ ڪيڏو احساس هوندو اهو ٻئي ڪنهن لمس ۾ نه ملي سگهندو. سو قدرتيءَ جو معاملو به ساڳيو آهي. زمين معنيٰ مالڪ. ۽ حويليءَ وارن کي زمين انهيءَ ڪري وڪرو ڪرڻي پيئي جو هنن جو زمين سان ماتا وارو يا پريتما وارو سٻنڌ ڪونه هو. سندن زمين نڌڻڪي هئي تنهن ڪري ايترو فصل ڪونه ڏيندي هئي جو سندن ضرورتون پوريون ٿي سگهن ۽ انهن ڪري وقت به وقت زمين وڪرو ڪرڻي پوندي هئي. ۽ اهي سوچون ذهن ۾ رکي هو پنهنجن ٻنهي پٽن کي زمين تي وٺي ويندو هو جيئن هڪ ته هو محنت جا عادي ٿين ۽ ٻيو ته زمين سان سندن ماتا ۽ پريتما وارو سٻنڌ قائم ٿئي. اول ڪي هاڻ هو زمين تي ڪم ڪرڻ نه ڏيندو هو چاڪاڻ ته زمين تي ڪم ڪرڻ لاءِ هاڻي هن هاري ۽ مزور هٿ ڪري ورتا هئا. چنگ جي مدد سان هُن هِن دفعي هڪ وڏو گودام اناج ذخيرو ڪرڻ لاءِ ٺهرائي ورتو هو ۽ چنگ ۽ پوڙهي ٻُنءَ جي صلاح سان ڏهه رڍون، ڪجهه ٻڪريون، ۽ ڪڪڙيون به ورتيون هيون جن جو کير ۽ آنا ٻارن جي ڪاڻ لاءِ ڪتب ايندا هئا.

اولين صرف گهر جو ڪم ڪندي هئي. ڪٽن لاءِ

نئون پرت پرائل چادرون ۽ وهاڻن جون ڇهون ٺهرائيندي
ٻارن لاءِ نوان نوان لباس تيار ڪندي، وينگ ۾ سندس
پوڙهي ماءُ جي آرام جو ۽ سندس خوراڪ جو خيال
رکندي هئي، هر وقت گهر جي ناهه نوهه ۾ لڳي پئي
هوندي هئي، هن جيئن ته پنهنجي زندگيءَ جو وڏو حصو
جاگيرداري محل ۾ گذاريو هو تنهن ڪري ڪيس ڀلي
ڀت ڄاڻ هئي ته گهر ڪي ڪهڙي ريت سينگاريو ويندو
آهي ۽ لباس ڪهڙو پهريو ويندو آهي. هن گهر جو
نقشو ئي بدلائي ڇڏيو هو، هاڻ اهو گهر ڪنهن هاري
جو ڪونه ٿي لڳو. ۽ هينئر وينگ صرف هاري ته مو
ٻه ڪونه. هو ڇڱو خاصو زميندار ٿي چڪو هو.
زندگيءَ جي انهيءَ سفر ۾ هڪ ڏينهن وري اولين
گهر جي اندرئين ڪوٺيءَ ۾ هلي ويئي. هينئر هوءَ چاهي
ته سٺو دايون گهرائي سگهي ٿي، پر هن جو خيال هو
ته دائن جي اچڻ سان سندس تڪليف ۾ ڪمي ڪونه
ٿيندي. ٻار پيدا ڪرڻ واري عمل ۾ ته دائي مدد ڪري
سگهي ٿي پر تڪليف نٿي گهٽائي سگهي
پوءِ جو هرويرو دائي گهرائجي. انهيءَ ڪري هوءَ ڪنهن
کي ٻڌائڻ بنا ئي ڪوٺڙيءَ ۾ هلي ويئي. هن پيدائش
دوران ڪيس اڳي کان گهٽ تڪليف ڏسڻي پيئي ا
فارغ ٿيڻ ۾ به اڳي کان گهٽ وقت لڳس. وينگ جڏهن
اوندهه ٿيڻ کان پوءِ گهر موٽيو ته هنس دروازي ٽي ني
ٻڌو هو. وينگ کي ڏسي خوشيءَ وچان ڪلندي ڪلندي
ڪيس خوشخبري ٻڌايائين. "ٻبلو منهنجي ننهن ۽ تنهنجي

زال هن دفعي ٻن جمڙن جاڳندڙن ٻارن کي جنم ڏنو آهي.

اهو ٻڌي ونگ ٽڪرو ٽڪرو ٿيندو ڪولڙيءَ ۾ پهتو جتي اولهن کٽ تي ليٽيل هئي ۽ سندس پر ۾ هي ٻار ليٽيا پيا هئا. ڏيءَ ۽ پٽ ٻن ٻارن کي ڏسي ونگ ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کلندي زال کي چيائين ”ڇا انهيءَ ڪري تو ۾ هيرا موتيان گهري ورتا هئا؟“

اولهن مڙس کي خوش ڏٺو ته سندس چپن تي ۾ هڪ ٿڪل مرڪ تري آئي.

گهڙي خوشي هئي جيڪا ونگ نه ماڻي هئي؟ پر هڪ ڏک اڃان ۾ هوس ۽ اهو هو سندس ڌيءَ جو نه ڳالهائڻ. هوءَ هاڻ هلڻ لڳي هئي پر زبان سان ڪجهه ۾ نه چوندي هئي. ونگ جا ڪن سندس زبان مان لفظ بابا ٻڌڻ لاءِ آتا هئا؛ پر سندس اها خواهش اڃان پوري نه ٿي سگهي هئي. ٻيءَ کي ڏسي هو مرڪندي هئي. سندس مرڪ گلاب جي تازي ٽڙيل مکڙيءَ جهڙي وڻندڙ ۽ دل ڇڪيندڙ هئي، ۽ سندس چهرو ۾ من موهيندڙ هو. پر هن ڳالهايو نٿي؟ ڇا هوءَ گونگي هئي؟ هو اڪثر سوچيندو هو ته جي هن ٻڪ ڪان بيتاب ٿي هن مکڙي کي وڪيو هجي ها ته هن عمر تائين نه ڳالهائڻ ڪري خريدار جيڪر ڪيس ماري ڇڏين ها.!

ونگ جنهن علائقي ۾ رهندو هو اتي جي تاريخ هئي ته هر پنجن سالن کان پوءِ ڏڪار جو عفريت ضرور منهن ڪڍندو هو ڪڏهن مينهن نه وسڻ ڪري

سوڪ تي وهندي هئي ۽ ٻوڪ لاءِ ٻاڻي ڪونه هوندو
هو ته ڪڏهن وري تمام گهڻي مينهن وسڻ جي ڪري
سوڪجهه تباهه ٿي ويندو هو. انهي ڪري وهنگ هر وقت
انهيءَ فڪر ۾ رهندو هو ته ڪهڙيءَ ريت اهڙو انتظام
ڪري جو ڪنهن به قسم جي ڏڪار جي صورت ۾
ڪيس ۽ سندس خاندان کي اهي ڪشالا نه ڪڍڻا پون
جيڪي هو هڪ دفعو ڪڍي آيا هئا. هو هر وقت اناج
جو وڏو ذخيرو گودامن ۾ وڪرو ڪرڻ بنا رکندو هو
ته جيئن ڏکيءَ ويل ڪم اچي سگهي. انهيءَ مقصد لاءِ
هن ٻيا گودام ٺهرائي ورتا هئا ۽ پنهنجي رهائش لاءِ
نئون گهر ٺهرائي ورتو هئائين جنهن ۾ وڏا هوادار
ڪمرا هئا، پڪيون ڇتيون هيون. وڏو شاهي اڱڻ هو
۽ در دروازن ۽ ڇتين تي رنگ روغن به ٿيل هو. سندن
پراڻي گهر ۾ هاڻ چنگ ۽ ٻيا هاري رهندا هئا. چنگ
جي حيثيت ڪمدار واري هئي ۽ هو هر ڪم پنهنجو
ذاتي سمجهي ڪندو هو. وهنگ به چنگ جي هر ضرورت
جو خيال رکندو هو پر چنگ، وهنگ جي اصرار جي
باوجود گهڻي خوراڪ استعمال نه ڪندو هو، انهي ڪري
شايد سندس هڏيون گوشت بنا هيون. هو صبح جو سج
اڀرڻ کان اڳ زمين تي ويندو هو ۽ سج لٿي مهل
واپس ورندو هو، انهيءَ عرصي دوران سندس تيز نگاهون
هر هاريءَ ۽ مزدور تي کپيل هونديون هيون ۽ ڪنهن
کي به آرام ڪرڻ يا سست ٿيڻ جي اجازت نه ڏيندو

هو. ۽ جڏهن لاباري جو وقت ايندو هو ته هارين جي زالن ۽ ٻارن کي زمين تي اچڻ نه ڏيندو هو متان ڪڻڪ هو پنهنجي لباس، ۾ داڻا چورائي ڪڻي وڃن.

وينگ ۽ چنگ جو پاڻ ۾ ڀائرن جهڙو سلوڪ هوندو هو، فرق صرف اهو هو جو چنگ عمر ۾ وڏو هجڻ جي باوجود خود کي ننڍو ڀاءُ سمجهندو هو ڇوته کيس احساس هو ته هو وينگ جو ملازم هو.

هاڻي وينگ پاڻ زمين تي ڪم نه ڪندو هو. سندس زمين تي ايترو ته فصل ٿيندو هو جو کيس هر وقت مارڪيٽ ۾ ان جي وڪري جي سلسلي ۾ رهڻو پوندو هو، ڪڏهن قيمتون وڌن ٿيون، ڪڏهن مال وڪرو ڪرڻ گهرجي، ڪڏهن لڪائڻ گهرجي، اهي سڀ ڳالهيون ڄاڻڻ لاءِ کيس گهڻو ڏڻو وقت مارڪيٽ ۾ رهڻو پوندو هو. هو ته جو تمام وڏو نالي‌رو زميندار هو پر مارڪيٽ ۾ ان جو سودو طئي ڪرڻ ڪانپوءِ اڪثر احساس ۽ ڪمتري جو شڪار ٿي ويندو هو جو هو پڙهيل نه هو. معاهدي جو ڪاغذ کيس ڪنهن ٻئي کان پڙهائڻو پوندو هو ۽ دوڪاندارن جا معمولي منشي جن جو پگهار وينگ جي ڪنهن به هاري کان وڌيڪ نه هو، ڏانهس طنز ڀرين نظرن سان نهاريندا هئا ڄڻ چوندا هجن ”ٻئي وارو آهين نه ڇا ٿيو، آهين نه اڻ پڙهيل.“ معاهدي جي ڪاغذ تي هو صحيح به نه وجهي سگهندو هو ۽ کيس آڱوٺو لڳائڻو پوندو هو. اهڙيءَ هڪ ڏينهن جڏهن مال

ڏاڏڙ مارڪيٽ ۾ اچي رهيو ۽ وڃڻ هر وقت مارڪيٽ ۾ رهندو هو، مال جو سودو ٽئي ٽيڻ کان پوءِ جڏهن سودي جا ڪاغذ ڏهڻ ۽ صحيح ڪرڻ جو وقت آيو ته ڪيس اکين جيان پنهنجي اڻ پڙهيل هجڻ جو اعتراف ڪرڻو پيو ته دوڪان تي وڃڻ عجب مان ڏانهس نهاريو ۽ ٻن ڏن ته مٿس چٿر به ڪئي. اها سندس صبر جي انتها هئي، دوڪان تي ته هن ڪنهن سان منهن نه اٽڪايو، پر واپسيءَ ۾ رستي تي هو خود سان جنگ ڪندو آيو. اڻ پڙهيل هجڻ ڪيڏي نه بدنصيبي ۽ شرم جهڙي ڳالهه هئي جو هو ڪاغذ تي لکيل آڌا ابتا لفظ به نٿي پڙهي سگهيو. پر انهيءَ ۾ سندس ڪهڙو ڏوهه هو؟ سندس پيءُ کيس شروع کان ئي محنت سان لڳايو هو پوءِ آخر پڙهڻ ڪٿان سگهي ها؟ اها ڳالهه سوچي هن فيصلو ڪيو ته هو پنهنجي وڏي پٽ کي سنت ڪنهن مدرسي ۾ داخل ڪرائيندو جيئن هو پڙهي لکي وٺي ۽ پوءِ سودي ڪرڻ وقت سندس ٻاران لکا پڙهيءَ جو ڪم ڪري، ائين ڪنهن کي به مٿس کلڻ جو موقعو نه ملندو.

گهر پهچي هن پنهنجي وڏي پٽ کي سڏيو. سندس عمر ٻارهن سال هئي ۽ عمر جي لحاظ کان سندس قدبت وڏيڪ تي لڳو. پٽ جي سامهون اچڻ تي وڃڻ پنهنجي فيصلي جو اعلان ڪيو. "صبحاڻيءَ کان تنهنجو زمين تي وڃڻ بند، توکي مدرسي ۾ داخل ٿيڻو ۽ علم حاصل

ڪرڻو پوندو، پنهنجي خاندان کي هاڻ ڪاروبار سنڀالڻ لاءِ پڙهيل ڪڙهيل شخص جي ضرورت آهي.

اهو ٻڌي وڏو چوڪرو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ چيائين "منهنجي ته اڳ ئي اها خواهش هئي، پر ڪجهه ڪري نٿي سگهيس"

جڏهن ننڍي اهو ٻڌو تڏهن هو به گوڙ ڪندو پکو آهي. هو سخت هٺيلو ۽ ضدي ٻار هو. روئندي چيائين "آءٌ به زمين تي ڪم نه ڪندس، زمين تي ڪم ڪرڻ لاءِ هيترا سارا هاري جو آهن، پوءِ آءٌ ڇو ڪڏهن وانگر وهان ۽ وڏو آرام ۽ سک سان، ڪنهن ڇت جي ڇانوَ ۾ ويهي پڙهي؟

وينگ کي اهوڏسي خوشي ٿي ته سندس اولاد ۾ تعليم جو چاهه آهي. سو هن ننڍي کي به مدرسي ۾ داخل ڪرائڻ جي حامي ڀري.

ٻئي ڏينهن هو ٻاڻ، چنگ ۽ اولين بازار ويا جتان ٻارن جي مدرسي لاءِ نئين لباس لاءِ ڪپڙو ورتائون ۽ هڪ ڪتابن جي دوڪان تان ٻارن لاءِ قلم، ڦرهيون ۽ مس ورتائون. دوڪاندار سيالو هو ۽ سمجهي ويو ته وينگ ٻاڻ پڙهيل ڪونه هو ۽ نه وري ڪيس انهن شين جي قيمتن جي ڪا سڌ هئي. جهڙي هو خريد ڪري رهيو هو انهيءَ ڪري هو هر شيءِ جي قيمت وڌائي رهيو هو ۽ وينگ پنهنجي جهالت لڪائڻ خاطر سندس من گهري قيمت ادا ڪئي.

ٻئي ڏينهن وينگ انهي ٻنهي کي ساڻ وٺي ڳوٺ
کي ويجهو قائم هڪ مدرسي ۾ وٺي ويو جتي هڪ
جهور پوڙهو ٻارن کي پڙهائيندو هو. پوڙهي پنهنجي
گهر جي اڱڻ تي ننڍا رکي ڇڏيا هئا جن تي ٻار ويهندا
هئا. سندس ويهڻ لاءِ هڪ موڙو هوندو هو ۽ موڙي
اڳيان هڪ ننڍڙي ميز پيئي هوندي هئي. پوڙهو هر ڇهين
مهيني يا وري عيد برات تي ٻارن جي مائٽن کان چند
سڪا وصول ڪندو هو ۽ انهن جي عيوض ٻارن کي
تعليم ڏيندو هو. پوڙهي جي هٿ ۾ هر وقت هڪ وچڙو
هوندو هو، جنهن سان هو خود کي هوا به هڻندو هو
۽ ڇوڪرن کي سزا به ڏيندو هو. سبق ڪچو ٿيڻ جي
صورت ۾ شاگردن کي سخت سزا برداشت ڪرڻي پوندي
هئي. پوڙهي جي سخت مزاجي ۽ سزا ڏيڻ جي ڪري
شاگرد تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪوتاهيءَ کان ڪم نه
وٺندا هئا ۽ جلدئي لکڻ پڙهڻ سکي ويندا هئا. وينگ
به سندس انهن خاصيتن کان متاثر ٿيو، سندس مدرسي
جو انتخاب ڪيو هو، نه ته مدرسا ته پيا به ڪيترائي هئا.

وينگ جڏهن ٻارن کي وٺي مدرسي پهتو تڏهن سندس
هٿ ۾ هڪ ريشمي رومال هو، جنهن ۾ ٻه ٻڙيون آنا
هئا. وينگ کي ڏسي، پوڙهي استاد پنهنجي ٻتل جي
ڪمانين واري عينڪ مان ڳوڙهي نظر سان سندس
سندس ٻارن جو جائزو ورتو. پوڙهي جي انهيءَ انداز
وينگ کي اڃان به متاثر ڪيو ۽ ڪيس ٻـڪ تي

هن صحيح انتخاب ڪيو آهي. ٻوڙهي استاد اکيان ادب
رچان جهڪي، وينگ چيو "استاد محترم، هي ٻئي
منهنجا پٽ آهن ۽ في الحال بيڪار آهن، مون کي اميد
آهي ته اوهان جي سار ڪائي ۽ سڙائون سڀ هي ڪارائتا
ٿي پوندا ۽ اکڻ پڙهڻ سکي ويندا. اوهين بيشڪ هنن
جا متا قاڙي ڇڏيو، ساري ساري اصل ساه ڪڍي ڇڏيو
ته به آءٌ توهان وٽ گلا ڪڏهن نه ايندس. هي اڄ کان
توهان جي خدمت ۾ رهندا ۽ توهان جي هر حڪم جي
بجا آوري ڪندا. آءٌ به هر خدمت لاءِ حاضر آهيان"
اترو چئي هن ريشمي رومال استاد جي سامهون پيل
ميز تي رکيو جنهن کي استاد قبول ڪيو ۽ وينگ
کي پڪ ڏيائين ته هو سنت ٿي سندس ٻنهي پٽن کي
عالم فاضل بڻائي ڇڏيندو.

ٻارن کي مدرسي ۾ ڇڏي وينگ جڏهن واپس پئي
آيو ته خوشيءَ ۾ ٻهڪيو پئي، سندس پير زمين تي
ڪتائي نٿي. رستي ۾ هڪ پڙيسري گڏيس، جنهن جي
پڇڻ تي فخر واري لهجي ۾ ورائيائين "پنهنجن ٻنهي
پٽن کي مدرسي ۾ داخل ڪرائي پيو اچان. مون کي
ڪاٿل زمين تي ڪم ناهي ڪرائڻو، ڪين علم جي روشني
سان منور ڪرڻو آهي. تعليم حاصل ڪري پوءِ پئل
اهي پنهنجون زمينون سنڀاليندا؛ ائين ڪير سالن دوکو
دولاب ته نه ڪري سگهندو.

ٻوڙهي استاد ٻنهي ڇوڪرن جا نالا به رکيا، له ته

اڪ هڪڙو وڏو هوندو هو ؟ ٻيو ننڍو... هاڻ وڏي جو نالو ڀوان ؟ ننڍي جو نالو ڀوون رکيو ويو. ٻنهي جي نالن جي ٻهرئين لفظ جو مطلب هو ”اهڙو مالهو جنهن جي دولت زمين هجي.

# باب چوڏهون

ست ورهيه نهايت آرام سان لنگهي ويا. پر نيٺ اهو آرام جو مدو به پورو ٿيو. ڏاکڻي سرحدي علائقي مان لنگهندڙ دريا مچرجي پيو ۽ سمورا بند ٽوڙي ويرانا لتاڙي، آبادين ۾ ڪاهي پيو. جهنگ، جهر ۽ بر، جل ٿل ٿي ويا. هر طرف پاڻي ئي پاڻي. آباد زمينون پاڻيءَ هيٺ اچي ويون، فصل لڙهي ويا. ڪکائيون جهڳيون ۽ ڪچا گهر ٻوڏ جي پاڻيءَ جي جوش جو بڪ بڻجي ويا. ماڻهو بي گهر ٿي ويا، ان ناپيد ٿي ويو. هڪ دفعو وري ماڻهو بک مرڻ لڳا. ڪي وري انهن علائقن ڏانهن هجرت ڪري ويا جتي ٻوڏ جو پاڻي نه رسيو هو. شهرن ۾ وري لنگر کلي ويا. چندا گڏ ٿيا ۽ ٻوڏ جي ستايلن جي مدد جا سانباها ٿيڻ لڳا. ڳوٺ ۾ صرف وينگ اهڙو شخص هو جنهن کي ڪا پرواهه نه هئي. دور انديش نه هو اڳ ۾ ئي هو. متان وري دولت آهس ته ويتر وڌيڪ عقل وارو ٿي پيو هو. ٻوڏ کي ذهن ۾ رکندي هن پنهنجي لاءِ پڪو گهر هڪ مٿاهين هنڌ ٺهرايو هو ۽ اناج جا گودام به اتي ٺهرايا هئائين جيئن ٻوڏ جي پاڻيءَ کان ان کي محفوظ رکي سگهجي. سو جڏهن ٻوڏ آئي ته وينگ لاءِ ڪنهن به قسم جي تباهه ڪاريءَ جو

پيغام نہ ڪٿي آئي. اھڙو سو ضرور ٿيو تہ سندس زمين
تي بيٺل فصل لڙھي ويو. پر ھاڻ انھيءَ معمولي نقصان
جو ونھنگ تي ڪوبہ اثر نٿي ٿي سگھيو. سندس گودام
ان سان ڀريل ھئا ۽ لڄوڙي سون جي سڪن سان. ٻوڏ
جو پاڻي سندس گھر ۽ گودامن تائين نہ پھچي سگھيو
۽ ھو آرام سان گھر ويٺو ٻوڏ جون تباھ ڪاريون
ڏسندو رھيو. ڳوٺ جي جن ماڻھن ۾ ڪا ٿوري گھڻي
پڄت ھئي ۽ جيڪي بالڪل لاچار ڪونہ ھئا، سي
ٻيڙن ۾ عارضي گھر ٺاھي پاڻيءَ ۾ ئي رھڻ لڳا، دريا
مان وھي ايندڙ مڇيون ڦاسائيندا ھئا ۽ دريا جا پکي
ماريندا ھئا ۽ پيٽ گذر ڪندا ھئا. ھوڏانھن ونگ ڪين
ھر وقت اناج مھيا ڪري ڏيڻ لاءِ موجود ھو. ھن
پنھنجي ذخيري کي لڪايو ڪونہ، ۽ نہ اجايا پئسا
گھرندو ھو. ونھنگ انھيءَ ڏکيءَ ويل ۾ پنھنجن ڳوٺواسين
جي مدد ڪرڻ ٿي گھري، باقي بنا پئسن جي بہ اناج
ڏيڻ جي خلاف ھو جو چوندو ھو تہ اھا منھنجي محنت
جي ڪمائي آھي، حق وصول ڪرڻ تہ منھنجو حق
آھي، باقي اجايا پئسا وٺان نہ پوءِ ٿيس ڏوھاري.

ٻوڏ جي ڪري ھر ماڻھو بيڪار ٿي ويو ھو. ڳوٺ
۾ رھندا ھئا رڳو ھاري ۽ ڪيترا مزور. ھنيون سڀ پاڻي
ھيٺ ھيون، ڪم ڪٿي ڪجي؟ ونھنگ بہ لاڳيتو بيڪار
رھڻ ڪري، ۽ بيڪاري جي باوجود ھر وقت پيٽ ڀري
خوراڪ کائڻ ڪري، ۽ لذيذ طعامن جي نشي جي ڪري
سڄو سڄو ڏينھن سمھڻ ڪري، چڙچڙو ٿي ويو ھو.

جنگ ۾ ساڻس گڏ رهندو هو ۽ سندس ڌاري ڌاري ۾ ساڻن گڏ رهندا هئا ۽ جو ته سندن مالڪ کي ڪا پرواهه ڪونه هئي ۽ ڪين ۾ وقت تي ماني ملي تي وڃي انهي ڪري سڄو ڏينهن ڪچهريون لڳايو، ڪل يوڪ ڪريو ويٺا هوندا هئا، جيڪا ڳالهه وينگ کي ناپسند هئي. هو هر وقت انهيءَ سوچ ۾ هوندو هو ته مزورن لاءِ ڪونه ڪو ڪم ڪڍي جيئن هو آرام سان نه ويهي سگهن. پر ڪم ڪٿان اچي؟ پوءِ ڪڏهن پنهنجي گهر جي ڀتين ۽ ڇتين تي ليپو پوتو ڪرائيندو، ڪڏهن رنگ ڪرائيندو. ڪڏهن وري ڇوڏن ته واڻ سان رسا وٽهي وٺو. مطلب ته اهڙا ڪم جيڪي اڳ ۾ پاڻ واندڪائيءَ ۽ بيڪاريءَ ۾ ڪندو هو سي به هاڻ پنهنجي ملازمن کان ڪرائيندو هو. خود سندس ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم نه هوندو هو. ۽ اها ڳالهه به هن لاءِ ڳڻتي جو سبب بڻيل هئي. آخر ڪو انسان ڪيترو وقت ويهي گذاري سگهي ٿو؟ هر وقت پاڻي جا نظارا ڏسڻ، ٻارن سان محبت جو مظاهرو ڪرڻ يا زال سان ڪچهري ڪرڻ هر ماڻهو جي نه وس جي ڳالهه نه آهي. سٿان وري جي ڪنهن جي حياتي جدوجهد ۽ محنت ڪندي گذري هجي ۽ سندس سياڻ ۾ بي چيني هجي ته اهو ماڻهو هڪ هنڌ ويهي ڪيئن؟ پر وس به ته ڪي هليو. هوڏانهن ٻڍس ۾ عمر جي انهيءَ سرحد کي اچي پاڪر وڌا هئا جتي اکيون، عقل ۽ سمجهه موڪلايو وڃي، انساني حيثون

مرده ٿيو وڃن، خواهشون ختم ٿيو وڃن! پوڙهو ماڻ
ڻ. نه صحيح ڏسندو هو نه ٻڌندو هو. سڄو سڄو ڏينهن
بستري تي پيو هوندو هو. اولين سندس آرام ۽ خوراڪ
جو تمام گهڻو خيال رکندي هئي ۽ ڪيس هر آسائش
مهيا ٿيل هئي. پر هن ڄاتو نٿي ته سندس هاري پٽ
هاڻ علائقي جو وڏو زميندار بڻجي چڪو آهي ۽ ڪيترا
ماڻهو سندس در تي سوالي آهن. وهنگ جي خواهش
هئي ته سندس پيءُ سندس نٽ ڏسي پر پوڙهو ماڻ انهن
ڳالهين کان مٿي چڙهي ويو هو. پوڙهو ۽ وهنگ جي
وڏي ڌيءَ جيڪا گونگي هئي هڪبئي ڏانهن نهاريندا
۽ کلندا رهندا هئا. وهنگ جي ڌيءَ جيڪا سهڻي هئي
پر گونگي هئي، ۽ وهنگ کي انهيءَ ڏک به ڇڳو پريشان
ڪيو هو. هو ڏسندو هو ته سندس پيءُ ۽ ڌيءَ گونگن
وانگر هڪبئي کي تڪيو پيا کلندا هئا ته سندس دل
مان آه نڪري ويندي هئي. وٽس ڪهڙي شيءِ جي
ڪمي هئي؟ پر سچ آهي، جي انسان کي هر خوشي
ملي وڃي ته جيڪر هو خود کي ئي خدا سمجهڻ لڳي.
هر خوشي، سک ۽ وسيلو موجود هوندي به وهنگ
پنهنجي ڌيءَ جي خاموشي ٽوڙڻ کان قاصر هو، دل ئي
دل ۾ پيو پڄرندو هو پر ڪجهه ڪري ڪونه ٿي سگهيو.

اولين جيڪو پيلو چٽيو هو سو هاڻ گهر جي فرش
تي بانبڙا پائي لڳو هو. ائين لڳندو هو ڄڻ ڪٿا ريڙهيون
پائي رهيا هجن. وهنگ واري هر ٻار وٽ ڪجهه

وقت گذاريندو هو، سائن ڳالهيون ڪندو، وري پوڙهي ٻيءَ وٽ هليو ويندو، سائس اوپاريون ڀلهاريون ڪندو. پوڙهي کي پوڙ جي تازه صورتحال کان واقف ڪندو، سندس ضرورتن جي پڇا ڪندو ۽ پوءِ وري اولين وٽ اچي ويهندو. هڻ اولين سان پنهنجي عمر جو هڪ وڏو حصو گذاريو هو ۽ هاڻ اولين وٽ ڪابه شيءِ نه هئي جيڪا پنهنجي مڙس کي ڏئي. هن پنهنجو پيار، محبت، خدمت ۽ آسودگي، سڀ ڪجهه وينگ جي حوالي ڪري ڇڏيا هئا. وينگ جي خدمت ڪئي هئائين سندس خواهشن کي تڪميل جو جامو پهرايو هئائين تڏهن وينگ غريب هاري هو. اولين ڪنهن به لحاظ کان سهڻي نه هئي، پر عورت هئي! ۽ غريب وينگ جڏهن سڄو ڏينهن زمين تي محنت مزدوري ڪري، پگهر وهائي سج لٿي مهل گهر ايندو هو ته گرم گرم ماني ساڻس نيٺ ۽ پوءِ رات جو بستري ۾ گرم جسم جڏهن سندس ڀاڪر ۾ ايندو هو تڏهن هو اهو ڪونه ڏسندو ۽ سوچيندو هو ته سندس ڀاڪر ۾ جيڪو آهي سو سهڻو آهي يا نه، يا جنهن کيس گرم گرم ماني کارائي تنهن جا هٿ ننڍڙا ۽ نازڪ هئا يا ٿلها ۽ بي ڊولا. پر هاڻ هو وڏو زميندار هو. پيٽ ڀري ماني ملندي هيس ۽ ماني لاءِ ڪا محنت به نه ڪرڻي پوندي هيس تڏهن وڃي وڃي اهو خيال دل ۾ اچي ويندو هوس ته سندس زال سهڻي نه ڪونه آهي، پر پنهنجي ڏاهه ڏوهه ۽ سينگار تي به

ڏيان نہ ڏيندي هئي. ٻوڏ وارن انهن ڏينهن ۾ هڪ
ڏينهن جڏهن هو اولين وٽ ويٺل هو ۽ اولين ٻارن جا
ڪپڙا سلائي ڪري رهي هئي تڏهن ويٺي ويٺي وينگ
اولين جي جسم جي بناوٽ ۽ شڪل صورت تي غور
ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ٿس واضح ٿيو تہ سندس زال جا
وار اٽيا ۽ منجهيل سٽ جهان هئا، سندس چهرو وڏو
۽ چمڙي کهري هئي، ڀرون وڪريل ۽ ٽڙيل پکڙيل
هئا، چپ ٿلها، نڪ ٻٺو، ۽ هٿ پير مردن جهڙا هئا.
دڏر پکڙيل ۽ ٻي انتها وڏا، ۽ جبلن جيڏا ٻي سرا لڙڪيل
آرهہ... ڪيس اهي ڳالهيون ڏسي ڪاوڙ اچي ويئي، ڇوتہ
هاڻ هو زميندار هو، پنهنجي وارو هو، سونهن ۽ نزاڪت
جا چونچلا اهڙن ئي مالهن جي ذهن ۾ پيدا ٿيندا آهن.
لوڪ مان اولين کي مخاطب ڪري چوڻ لڳو، "توکي
ڏسي ڪير چئي سگهي ٿو تون ڪنهن وڏي زميندار
جي گهر واري آهين؟ مالهو تہ اهو ئي سمجهندا تہ تون
ڪنهن ٻڪن جي ماريل، هاريءَ جي زال آهين (جڏهن
زميندار جي زال لاءِ سهڻو ۽ نازڪ نفيس هجڻ لازمي
شرط هو.)

اولين سندس زهر ۾ ٻڏل لفظ ٻڌندي رهي ۽ حيرت
۽ عجب وچان ڏانس نهاري رهي. ٻوهہ جڏهن هو ساهي
پٽڻ لاءِ ترسيو تہ اولين آهستڙي چيو "اهو تون ڪونہ
پيو ڳالهائين. وينگ ڪونہ پيو ڳالهائي. اهو ڪو ٻيو آهي."
وينگ ڪجهہ نرم ٿيندي چيو "منهنجي چوڻ جو

مطلب اهو آهي ته تون پنهنجن وارن کي تيل چوڻه نه لڳائين، پنهنجي جسم کي عطر عنبير ڇو نٿي لڳائين، سٺا ڪپڙا ڇو نٿي پهرين، پنهنجا پير ته ڏس ڪيڏا نه بي ترا ۽ وڏا آهن؟ انهن کي ڪنهن سٺي جُتيءَ ۾ ڇو نٿي لڪائين؟

اولين پنهنجن پيرن کي ڪپڙي ۾ لڪائي ڇڏيو. سندس مڙس کي سندس کهرا ۽ وڏا پير هاڻ تڪليف نه لڳا هئا. پر ڪنهن کي به ڪين. هن کي ياد آيو ته جڏهن هوءَ سائين زمين تي اگهاڙن پيرن ۾ ڦڙل لڻي ۾ ڪم ڪندي هئي تڏهن ته ڪيس منجهس ڪا برائي نظر ڪونه ايندي هئي، رات جو جڏهن هو پاڻ به سڄي ڏينهن جي محنت کان پوءِ ٿڪل هوندي هئي ۽ ڪيس آرام جي ضرورت هوندي هئي، تڏهن وينگ ڪنهن رهشيءَ جيان سندس وجود کي ڇهندي ويندو هو ۽ ڪتن جيئن سندس جسم کي پنيوڙيندو هو پر هوءَ خاموش رهندي هئي، تڏهن ته ڪيس سندس وجود ۾ ڪوبه غضوو اعتراض جوڳو نه لڳندو هو.

پر وينگ تي هينئر پئسي جي مستي ۽ سرور طاري هو. ماضيءَ کي وساري چڪو هو. وڏي واڪي ۾ ڪاوڙ مان چيائين "مون کي تنهنجي شڪل کان نفرت ٿي پئي آهي، تنهنجي پيرن کان نفرت ٿي پئي آهي."

اولين ورائيو... آءٌ تنيد پڻ ۾ ٿي وڪجي وئي هئس ۽ منهنجي مالڪن ڪڏهن به مون کي جتي پهرڻ لاءِ

نه ڏني. شادي ٿيم نه توسان ڳڻ اکھاڙن پيرن زمين تي
ڪم ڪندي هئس، انهيءَ ڪري منهنجا پير ڪهڙا،
بي ٻڙلا ۽ بي سرا ٿي ويا آهن، ۽ انهيءَ ڪري ئي
آءٌ هارن کي ڪڏهن اکھاڙن پيرن هلڻ نه ڏيندي آهيان.
وينگ وڌيڪ ڪجھ ٻڌڻ لاءِ تيار نه هو. گهران
نڪتو ۽ منزل جو سوچڻ بنا هلڻ لڳو. ڪيتري علائقي
۾ صرف سندس ٻهوون ڀڪڙيل هيون. ٻنهين کي ڏسي خيال
آيو ته هو زندگي ڀر پيو محنت ڪري ها پر ڪڏهن
به ايتري جائداد جو مالڪ نه ٿئجي ها جي اولين هيرا
۽ لعل سندس حوالي نه ڪري ها. هن ڪهڙن نه بنا
ڪنهن حيل حجت جي سڀ هيرا سندس حوالي ڪري
ڇڏيا هئا ۽ وري ڪڏهن انهن جو نالو به نه ورتو هئائين
ته تون جنهن جائداد تي ڪڏهن ٿو سا منهنجي هيرن
جي ڪري حاصل ڪئي اٿئي... هيرن جو خيال آيس
ته ڳڏوڳڏ اولين جي ارهن جو خيال به آيس جيڪي
جيتوڻيڪ پنج هارن کي ڪير پيارڻ جي ڪري هاٿي
لڙڪي پيا هئا پر ته به انهن تي مٿ ڦيرڻ سان ڪيڏو
نه لطف ملندو هو، ۽ اولين کيس ڪڏهن به اهو لطف
حاصل ڪرڻ کان نه روڪيو هو... پر وينگ کي هاڻ
اولين جي ڪابه چڱائي، پسند نه هئي. دولت سندس
دماغ خراب ڪري ڇڏيو هو. جڏهن هو غريب هو ته
انسان هو. ۽ هاڻ دولت اچڻ کان پوءِ وحشي بڻجي
ويو هو، کيس صرف پنهنجي دولت کان سواءِ ٻي ڪابه

ٿيڻ پسند ڪونه هئي.
پنهنجن ئي خيالن ۾ گم هو هلندو ڦرندو اچي شهر جي ڦهوي خاني تي پهتو، جتي شهر جو غريب طبقو چانهه، ڦهوو، ديسي شراب ۽ آفيم واري چانهه پيئڻ لاءِ اچي گڏ ٿيندو هو. چرس ۽ گانجو به هلندو هو ۽ ڦهوي خاني ۾ رکيو دونهون ئي دونهون نظر ايندو هو. ونهنگ جڏهن هاري هو تڏهن احساس ڪمتريءَ ۾ ٻڏندو، لڪندو چپندو ڦهوي خاني ۾ گهڙندو هو ۽ ڪنهن نويڪلي ڪنڊ ۾ ويهي ٽڪرو ٽڪرو چانهه جا ڍڪ پيئندو ۽ جلدئي ٻاهر نڪري ويندو هو؛ پر هاڻ هو اڳ وارو غريب ونهنگ ڪونه هو. تر جو وڏو جاگيردار هو ۽ ڪنهن وڏي ماڻهوءَ جو غريبن جي انهيءَ بيٺڪ تي اچڻ عجب جهڙي ڳالهه هئي. هر ميز تي چوٻول شروع ٿي ويو. "اهو اٿئي ونهنگ ليمنگ جنهن وڏي حويليءَ وارن کان زمين ورتي آهي. ڏس ته سهي، ڪالهه جو ٻڪيو، اڄ ڪيئن سينو تاڻي هلي رهيو آهي."

جيتوڻيڪ انهن جملن ۾ طنز ۽ حسد گهڻو هو، پر ونهنگ انهيءَ کي پنهنجي تعريف سمجهيو ۽ سندس ڇاتي ڦوڪجي ويئي. پر جڏهن هڪ ڪرسيءَ تي ويهي هو بيري جي اچڻ جو انتظار ڪري رهيو هو ۽ ماحول تي نظر وجهي رهيو هو ته اوچتو هڪ خيال سندس ذهن ۾ آيو. "ڇا غريبن ۽ نيچ ماڻهن جي انهيءَ هوٽل ۾ سندس اچڻ ٺهيو ٿي؟ ڇا اها هوٽل سندس شان ۽

شان وٽان هئي؟ نه. اها هوٽل هرگز سندس شان جي
قابل نه هئي. جنهن هوٽل جي مالڪ جي ڪمائي سندس
هارين جي پگهار کان به گهٽ هئي، اُتي سندس اچي
وڃڻ شانائتو نه هو. هن کيسي مان چند سڪا ڪڍيا
۽ ميز تي رکي ٽڪيون وڪون ڪٽندو ٻاهر نڪري ويو.
سندس کيسي ۾ سون ۽ چانديءَ جا سڪا پئي ڪڙڪيا
۽ انهن کي خرچ تي ڪرڻ گهريو. ڪيترن ڏينهن کان
گهر ۾ بند ٿيو ويٺو هو ۽ پئسن خرچ ڪرڻ جو ڪو
موقعو ڪونه آيو هو. جڏهن نه ٻوڏ وارن انهن بيڪاريءَ
وارن ڏينهن ۾ به هو اناج جي وڪري مان جام ڪمائي رهيو
هو. مٿان وري اڄ زال سان ٽڪو ٿي آيو هو سو ذهن
تان اها گرمي به گهٽائڻ ٿي چاهيائين. اهو سوچي هو
شهر جي وڏي عيش گهر ڏانهن روانو ٿيو. اها هڪ
وڏي ۽ سهڻي عمارت هئي جنهن ۾ چئني طرفن وڏا
وڏا شيشا لڳل هئا، اندر نرم گادين واريون ڪرسيون
۽ صاف سهڻيون ميزون رکيل هيون، صاف ڪپڙن ۾
ملبوس، فضيلت وارا بيرا، بنا ڪو آواز پيدا ڪرڻ جي
ميزن تي ويٺل صاحبلوڪن کان آرڊر وٺي ۽ انهن جي
تعميل ڪري رهيا هئا. هال ۾ ڪٿي به ڪنهن قسم
جو گند ڪچرو، دونهون ۽ وڙڪو نه هو، هال جي ڇت
تي سهڻين من موهڻين جوانڙين جون تصويرون ٽنگيل هيون
جن جي جسم تي نالي ماتر لباس ڏيکاريل هو. وهنگ
اڄ هتي پهريون دفعو آيو هو، پر هتان جو ماحول ڏاڍو

ولهس.. چاڙائين ٿي ته هتي چانهه جا گهڻا پئسا لڳندا
هوندا پر پئسا ته هن خرچ ڪرڻ ٿي گهريا. پئسن جي
ڪنهن کي پرواهه هئي.

هڪ اهڙو شخص جنهن رڪشا به چڪيو هو ۽
جنهن جي کيسي ۾ ڪڏهن چانديءَ جو هڪ سڪو
به هوندو هو، اڄ هو کيسي ۾ سڪن جي بار کان
پريشان هو. هوٽل ۾ هو هڪ ڪنڊ ۾ ماٺ ڪري
ويهي رهيو ۽ ٽيڏين اکين سان ڇت تي ٽهيل اگهاڙين
جوانڙين جون تصويرون ڏسڻ لڳو. ڇا اهڙين عورتن جو
حقيقت ۾ وجود هو؟ هن سوچيو. هن حقيقي زندگيءَ
۾ ڪڏهن به اهڙيون سهڻيون، نازڪڙيون، عورتون ڪونه
ڏٺيون هيون. جن جا وار گهاٽا ڊگها ۽ ريشم جهڙا
هجن، جن جون اکيون نشو پياريندڙ هجن، جن جا چپ
گلاب جي مکڙين جهڙا هجن، جن جا بيا، ننڍڙا، گول،
لسا ۽ ٽنيل هجن، جن جي چيلهه سندس مُٺ ۾ اچي
جيڏي هجي ۽ جن جا پولهه پورا پنا، ۽ سڊول هجن.
هن ته صرف اولهن کي ڏٺو هو جيڪا هنن تصويرن
کان بنهه مختلف هئي يا پين هارين جون زالون ۽ ڏيهر
ڏٺيون هئائين جن ۾ اهي خاصيتون بالڪل ڪونه هيون.
پوءِ اهي آخر ڪٿي جي مخلوق هيون؟ ڇا آسمان جون
حورون هيون يا پرستان جون پريون هيون؟ انهيءَ ڏينهن
چانهه پي هو واپس هليو ويو، پر پوءِ جيترا ڏينهن سندس
زمونون پاليءَ هيٺ هيون ۽ سندس ڪرڻ لاءِ ڪو ڪم

نه هو، هو روز شام جو الهيءَ هوٽل ۾ ضرور ايندو هو
ڪنهن ڪنڊ ۾ ويهي چانهه پيئندو ۽ چست تي نهيل
تصويرن کي ڏسندو رهندو هو. ڏينهون ڏينهن هوٽل ۾ سندس
ويهڻ جو وقت وڌندو ئي ويو. هاڻ هو بهترين لباس
پائي، عطر عنبير لڳائي ايندو هو ۽ ماحول مان لطف
حاصل ڪندو هو. هڪ ڏينهن هن چاتل سچاتل چهرو
ڏٺو جيڪو چاڙهيون چڙهي هال جي مٿئين حصي ۾
نهيل ڪمرن ۾ گم ٿي ويو. وينگ اڄ اڳي کان گهڻو
وقت ويٺو رهيو تان جو سڄ لهي ويو ۽ اونده جو راڄ
قائم ٿيڻ لڳو، پر هوٽل ۾ ته هر طرف رنگين روشنيون
موجود هيون ۽ اونده جو ڪو نالو نشان ڪونه هو
اوچتو مٿين ڪمرن مان سازن جو آواز هوا ۾ گردش
ڪندو سڄي هال ۾ پکڙجڻ لڳو. هو وائڙو ٿي ويو ته
هي ڇا؟ پر هال ۾ ويٺل پيا ماڻهو عجب ۾ نه هئا، هو
مشتاق نگاهن سان مٿي نهيل ڪمرن ڏانهن متوجه هئا. وينگ
به اوڏانهن نهاري رهيو هو ته ڪنهن سندس ڪلهي تي
هٿ هنيو. ڏٺائين ته هڪ سهڻي، پرپور جوانيءَ جي
مالڪ جوانڙي سندس سامهون بيٺي هئي ۽ پنهنجي پرالمڙ
حسن جا جلوا ڏيکاري رهي هئي. سندس جسم تي مڪمل
لباس هو پر ايترو ته هلڪو هو جو سندس جسم جا
سمورا عضوا ڏسڻ ۾ پئي آيا جن هڪ وار ته وينگ جا
پير پرا ڪري ڇڏيا. وينگ، هڪ غريب هاري نٿون
جاگيردار جنهن پنهنجي بي ڊولي زال جي جسم ڪ.ان

سواءِ ٻيو ڪي ڪين ڏٺو هو تنهن جي اکين ۾ عقل ۽ هوش کان بيگانو بڻائيندڙ سوڀياوان حسن، پنهنجي تمام ترحشر سامانين جو مظاهرو ڪري رهي هئي ۽ پنهنجي سنگمرمر جهڙي چاڪلي، لسي ۽ سڊول جسم جي نمائش ڪري رهي هئي تنهن ڳالهه، وينگ جا حوصلا گم ڪري ڇڏيا. پر ٻوهه جڏهن هن جوانڙيءَ کلندي، يعني چانديءَ جون گهنڊڙيون وڄائيندي پنهنجي سريلي آواز ۾ کانئس پڇيو ”ڪٿي ڪم تي وئين وينگ ليمنگ؟ ڇا توکي منهنجو اچڻ پسند نه آيو؟“ تڏهن هو سمتڌي جوانڙيءَ جي حسن جي جادوءَ جي دائري مان نڪري آيو ۽ ڪکو وکو ٿي چوڻ لڳو. ”خوش آمديد... خوش آمديد“ منهنجا اهڙا ڀاڳ جو حسن پاڻ هلي مون وٽ آيو آهي. ڀلا مون کي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو.

هاڻي وينگ کيس به سڃاتو. هيءَ ماهلقا اها هستي هئي جنهن وڏي حويليءَ واري زمين جي خريداريءَ وارو سودو سانس طئي ڪيو هو ۽ جيڪا جاگيردار جي نفساني خواهشن کي پورو ڪرڻ لاءِ وڏي حويليءَ ۾ رهيل هئي. پر اڄ ته سندس ڪٽ ٿي قربا پيا هئا. ان تنهن، جڏهن وينگ کيس وڏي حويليءَ ۾ ڏٺو هو، سوءِ ايتري سهڻي ڪونه ٿي لڳي. هن وري کلندي چيو ”وينگ ليمنگ ڪنهن ٿي ڇاتو ته پاڻ وري ملنداسين؟“.

وينگ هاڻ دولت مند هو. مٿس اهو فرض هو ته مال آيل سهڻي مهمان تي پنهنجي حيثيت مطابق خرچ

ظاهر ڪندي چيائين ”وهه، ته پڪ
ڪري. سو خوشي آهين؟ ها آءٌ تنهنجو ٽالو وساري ويٺو آهيان
بيٺي ڇو ... حسينه ورائيو. ۽ پوءِ ڪرسي تي ويهندي
ڪوڪو...
چيائين ”توکي اڄ هتي پهريون دفعو ڏسي رهي آهيان.“
آءٌ ته ڪيترن ڏينهن کان پيو اچان... تقريباً روز
شام جو.

۽ رات ٿيڻ کان اڳ موٽي ويندو آهين؟

هائو اڄ پهريون دفعو آهي جو آءٌ هيتري دير
ويٺو آهيان.

ڪڏهن شراب پيتو اٿئي؟ هتي هر قسم جو شراب
ملندو آهي، مٺو، ڪڙو ۽ تکو!!

نه، آءٌ صرف چانهه پيئندو آهيان.

۽ پانيوان ٽي ته تو هت ڪا بي شيءِ به ڏٺي هوندي
ننڍڙا ننڍڙا نازڪ هٿڙا، چمڪندڙ ۽ مهڪندڙ گلن کي
نشو چاڙهيندڙ اکين کي... ۽ ايترو چئي جملو اڌ وچ
۾ ڇڏي هن پنهنجي جسم تي نظر وڌي... سندس نظرن
جو پيڇو ڪندي، ٻچندي ۽ لڄائيندي وينگ به سندس
جرڪندڙ، دعوت ڏيندڙ، لباس مان ظاهر ۽ نمايان ٿيندڙ
عضون ڏانهن نهاريو. واهه... ڇا ته سونهن هئي. سندس
زال ته ڪوڪوءَ اڳيان ڪجهه نه هئي. ڪوڪوءَ وري
جڏهن وينگ ڏانهن نهاريو ته ڪيس واڻڻ وانگر پنهنجي
جسم کي تڪيندو ڏٺائين. هوءَ تجربيڪار هئي. خبر هيس
ته جٽ پنهنجي زندگيءَ ۾ اڳ ڪڏهن اهڙو جسم نه ڏٺو

هوندو. سو وينگ کي ٽوڪيائين ڪونه... ڪيس ڏسندي
۽ مرڪندي رهي. نيٺ وينگ کي هوش آيو. جسم
تان اکيون هٽائي ڪوڪو جي چهري ڪي ڏٺائين. ڪيس
مرڪندو ڏسي لڄي ٿيو ۽ سندس چهرو ڳاڙهو ٿي ويو
اکيون جهڪي ويون.

ڪوڪو ٽهڪ ڏيندي چيو "گهٻراءِ نه... اڃان
تو ڏٺوئي ڇا آهي؟ آءٌ ڇا آهيان؟ مون ۾ هاڻ ڇا
رهيو آهي، پوڙهي جاگيردار منهنجو سمورو ست نپوڙي
ورتو آهي. هو ڏس ڇت ۾. پسند ڪر انهن مان ڪنهن
کي... چانديءَ جا ڪجهه سڪا منهنجي تري تي رک
۽ تنهنجي پسنديده جوانڙي تنهنجي هنج ۾ اچي ڪرندي..
وينگ ڇت ڏانهن نهاريندي چيو "ڇا اهي تصويرون
جيئرين جاڳندين ڇوڪرين جون آهن؟ مون ته سمجهيو
ٿي ته آسماني حورون آهن، خوابن جي دنيا جون
پريون آهن!!

ها هاــ برابر- انهن کي آسماني حورون ئي سمجهڻ
گهرجي پر اهڙيون جيڪي رڪن جي ڪڙڪي تي
انساني روپ اختيار ڪري وٺنديون آهن ۽ سڪا خرچ
ڪرڻ وارن جي هنج کي گرمائينديون آهن، کين لذت
۽ سرور جي اڻ ڏٺل دنيا جو سير ڪرائينديون آهن؛
کين خوش ڪنديون آهن." ايترو چئي هن پر مان
لنگهندڙ هڪ بيري کي سڏيو ۽ اک جو اشارو ڪندي
چيائين "سائين جن کي مٿين ڪمرن ۾ وٺي وڃ" ۽

پوءِ وينگ کي مخاطب ٿي چيائين "جلدي ڪر. ڪا جوانڙي پسند ڪر. ويهه تصويرون آهن ڪل."

وينگ وري غور سان تصويرن ڏانهن نهارڻ شروع ڪيو. ڪافي دير ڪان پوءِ هڪ تصوير پسند آيس جيڪا سندس زال اولين ڪان هر لحاظ کان مختلف هئي. ديوين جهڙو معصوم چهرو جنهن جي سندرتا ۾ وڏيون وڏيون غزالي اکيون، سنهڙا، گلابي چپڙا، ڏگها ريشمي وار اڃان وڌيڪ اضافو ڪري رهيا هئا. جهڙو هئس نڪ نقشو تهڙوئي سڊولو جسم هوس، ارهه پولهه، سڙون، ننڍڙا هٿ پير... مطلب ته سندس روپ ڪنهن اڻ ٽڙيل ڪنول جي گل جهڙو پئي ڀاسيو. تصوير پسند ڪري هن ڪوڪو ڏانهن نهاريو. هوءَ مرڪندڙ نيڻن سان سندس فيصلو ٻڌڻ جي منتظر هئي. پر تڏهن اوچتو اولين جو چهرو وينگ جي اکين اڳيان اچي ويو. ڇا اولين جي موجودگيءَ ۾ هن جو ڪنهن ٻي عورت وٽ وڃڻ مناسب هو؟

بنا ڪجهه چوڻ جي، هن کيسي مان چانديءَ جا ڪجهه سڪا ڪڍيا ۽ ڪوڪوءَ اڳيان رکندي، "ٻيهر وري ايندس" چئي، هوٽل مان نڪتو هليو ويو.

گهر ۽ ڪوٺ ۾ صورتحال ساڳي رهي. پوڙهو جيڪو ڀالي نه لهڻو هو سو نه لٿو. شايد وينگ کي صحيح رستي تان هٽائڻ مقدر ۾ لکيجي ويو هو. هوا جي ڀالي لهي وڃي ها، زمين تي هر ڪاهڻ ۽ ٻج ڇٽڻ جو ڪم

شروع ٿي ها ته ويٺڪ آئي مصروف ٿي وڃي ها ۽
شهر جي انهيءَ پُرنور عيش گهر جو وري رُخ نه
ڪري ها، ڇو جو ويٺڪ اولين ڪي نه ڪٿي ناپسند
ڪري؛ پر زمين سان جيڪو سندس عشق هو تنهن جي
سچائيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونه هو ۽ زمين کي سندس
ضرورت پوي ها ته هو لک جوانڙيون قربان ڪري به
زمين جي خدمت ۾ اچي حاضر ٿئي ها. پر ائين نه ٿيو.
اڄان جي سندس پوڙهي پيءُ تي سڪرات طاري ٿي
وڃي ها نه ته به، ڪر هو شهر کي وساري ڇڏي ها يا
سندس ڪو ٻار بيمار ٿئي ها. پر ڪجهه به نه ٿيو.
ويٺڪ سڄو ڏينهن واندو ويٺو هوندو هو ۽ انهيءَ
واندڪائي جي وقت ۾ اها نازڪ پري هر وقت پيئي
سندس اکين اڳيان ڦرندي هئي. ويٺڪ کي زندگي ۾
پهريون دفعو خبر پيئي ته اهڙيون اهڙيون سونهن ۽
نزاڪت جون ديويون به هن دنيا ۾ موجود هيون ۽
انهن کي حاصل ڪرڻ ڪيترو نه سولو هو. بس کيسي
۾ چاندي هجي، حسين ترين مورت هلي اچي توهان
جي هنج ۾ ڪرندي ۽ توهان جي تسڪين لاءِ اهو
سڀ ڪجهه ڪرڻ کان بنهه نه ڪيٻائيندي جيڪو توهان
کيس حڪم ڪندا. سندس دماغ ۾ هيئنئر ويڙهه پيئي
ٿيندي هئي. ضمير چوندو ”تون هڪ زال جو مڙس
آهين، ٻارن ٻچن وارو آهين،“ تنهنجو اوڏانهن وڃڻ ٺيڪ
نه آهي. نفس چوندو. زال کي جيڪي گهرجي سو کيس

تون ذہن پيو، باقي تنهنجو به حق آهي ته سولـهن ۽ حسن ماڻين. اهڙو موقعو وري نه ملندئي.

ضمير هارائي ويو. نفس کٽي ويو. اولـهن ويچاري هڪ ته سهڻي ڪونه هئي، مٿان وري سڌي ساڌي ڳوٺاڻي زال هئي. ڪيس نه ناز ڪرڻ ايندا هئا نه نخرا، هوءِ ته بس مڙس جو هر حڪم مڃڻ کي سڀ ڪجهه سمجهندي هئي. سندس مرضي ۽ خواهش هجي يا نه... پر جي مڙس اچي پاڪر ۾ قابو ڪيس ته پنا کو اعتراض ڪـرڻ جي پنهنجو وجود سندس حوالي ڪري ڇڏيندي. خود کي پلي ڪجهه نه حاصل ٿئي، پر مڙس جي خواهش پوري ٿئي. ۽ اهي ڳالهيون شايد هاڻ وينگ کي پسند ڪونه ٿي آيون. هن نفساني خواهشن جي تڪميل لاءِ سڪا ٿي خرچ ڪـرڻ گهريا. ناز ۽ نـخرا ٿي ڏـڻ چاهيائين. نه ته اصل ۾ اهڙي ڪهڙي شيءِ هئي جيڪا ڪوڪو ۽ ڪنول وٽ هئي ۽ اولهن وٽ نه؟ جيڪو لذت ۽ ڪيف ڪيس ڪوڪو وٽان ماڻو هو اهـوئي اولهن کان به مليس ٿي؛ پر ايترو فرق هو جو اولهـن وٽ انڪار ڪونه هو، ناز ۽ نخرا ڪونه هئا، ماڻا ڪونه هئا ۽ هاڻ اهوئي وينگ کي گهربو هو. ڳالهه ايتري هئي جو هاڻ ڪيسي ۾ پئسا هئس جن ڪيس اهي ڳالهيون سوچڻ تي مجبور ٿي ڪيو نه ته جيسين غريب هـو تڏهن نه ڪڏهن به ڪيس اولهن جي سهڻي نه هجڻ تي اعتراض ڪونه ٿيو هو.

ضمير ۽ نفس جي جنگ ۾ ضمير جي شڪست کان پوءِ هڪ ڏينهن وينگ وري پنهنجو ڳاڙهو ريشمي لباس پاتو، وارن کي خوشبودار تيل سان چڳڙ ڪيائين، عطرعنبير مکيائين؛ ڪيسا سون ۽ چانديءَ جي سڪن سان ڀريائين ۽ سونهن، جوانيءَ ۽ نزاڪت جي مارڪيٽ ڏانهن روانو ٿيو. هوٽل ۾ اڳي جيان نور جهڙو دريا وهي رهيو هو. اصل ڏينهن پئي لڳو. هو دروازي وٽ پهچي بيهي رهيو. خبر نه آهي ڇو دولت مند هجڻ جي باوجود هو هتي پهچي احساس، ڪمتريءَ جو شڪار ٿي ويندو هو. اجان پڌر ۾ ئي هو ته ڪوڪوءَ ڪيس اندران ڏٺي ورتو ۽ تکيون وکون کڻندي سندس آڌرڀاءَ لاءِ دروازي تي اچي سهيڙي ۽ مرڪندي مخاطب ڪيائين. ”سونهن ۽ سوڀيا، نزاڪت ۽ نفاست، توهان جي مهمان نوازيءَ جو شرف حاصل ڪرڻ لاءِ منتظر آهي. رات جو سفر شروع ٿي ويو آهي، حُسن جا دروازا کلي ويا آهن، رڳو سائينجن جي ملڻ جي دير آهي. پر جي تون ڊڄين ٿو، پئسا خرچ ڪرڻ کان لهرائين ٿو ته تنهنجي مرضي. هت ايندڙ هر ماڻهوءَ جو ڪيسو سڪن سان ڀريل هوندو آهي، ۽ هو پنهنجي دل کهري جوانڙيءَ جي ڀاڪرن ۾ رات گذارڻ لاءِ پئسا خرچ ڪرڻ لاءِ آتا ٻه هوندا آهن، تون به، ٻيو ڪو.

اڄا وينگ جي بي عزتي هئي ته هو پئسا خرچ ڪرڻ نٿو چاهي. هن پنهنجو سخت کهرو، محنتي هٿ ڪيسي ۾

وڏو ۽ مٺ پري ڪوڪوءَ جي قدمن ۾ اڇلائيائين.
ڪوڪو مُرڪي ۽ سندس سخاوت جي ساراهه ڪيائين
پوءِ ڪيس پنهنجي پويان اچڻ جو اشارو ڪري اڳتي
ٿي. مٿي ڪمرن وٽ پهچي هن هڪ ڪمري جي دروازي
تي ڌڪاءُ ڪرايو ۽ چيائين "دروازو کوليو. اڄ رات
جو خريدار اچي ويو آهي."

ڪن پل ۾ پندرهن ويهه نازڪ حسينائون سندن آڏو
بيٺيون هيون. هرهڪ ٻيءَ کان وڌ. وينگ ڪو فيصلو
نه ڪري سگهيو ته ڪنهن کي ڇڏي ۽ ڪنهن جو
انتخاب ڪري. دل نه چيس ٿي جيڪر اهي سڀ جوانڙيون
هجن ۽ هو اڪيلو هجي ۽ هڪ ڪمرو هجي، ۽ زندگي
ائين ئي گذري وڃي. ڪيس منجهيل ڏسي ڪوڪو هڪ
ڇوڪريءَ ڏانهن اشارو ڪيو ۽ چيائين "تون ڪنول.
تون جيڪا بهار جي ڏاڙهون جيان ڳاڙهي ڳٿڙل آهين
۽ جنهن جي جسم تي اڃان هاڻ بهار اچي رهي آهي
جيڪا اڃان مکڙيءَ مان گل ٿيڻ واري مرحلي ۾ آهين،
تون اڄ مهمان کي خوش ڪندينءَ. ياد رک هي مهمان
هڪ محنتي هاري اٿئي، مضبوط ۽ سخت جان.. ۽
ڪڻڪ اپائيندڙ ڌرتيءَ تان پهريون دفعو انساني نسل
وڌائيندڙ ڌرتي ڏانهن آيو آهي. هن کي ڪڻڪ پيدا
ڪندڙ زمين سان عشق آهي ۽ آءٌ چاهيان ٿي ته هن
کي تو سان به عشق ٿئي. انهيءَ ڪري ڪيس هر طرح
خوش ڪرڻ ۽ مطمئن ڪرڻ هاڻ تو تي فرض آهي."

”ايترو چئي ڪوڪوءَ وري وينگ اکيان هٿ وڌايو. وينگ پنهنجي کيسي ۾ موجود سڪن مان ڏهه جيترا سندس تري تي رکيا. ڪنول اڳ ئي هڪ ڪمري ۾ هلي ويئي هئي. سڪا وصول ڪري ڪوڪوءَ وينگ کي به اندر وڃڻ جي اجازت ڏني. وينگ ڪمري ۾ گهڙيو ته سندس پويان پاڻمرادو دروازو بند ٿي ويو. ڪمري جو ماحول انتهائي خوابناڪ هو. فرش تي نرم غاليچو وڇايل هو، ديوارن تي مشهور مصورن جوڙ ڏاهيل خوبصورت تصويرون ٽنگيل هيون، ڪمري ۾ هلڪڙي ڪير جهڙي روشني پکڙيل هئي، جڻ ڪو ڪمري لاءِ ڪو ڏار چنڊ ايريو هو، ۽ هر طرف چنبيلي ۽ موتئي جي خوشبو گردش ڪري رهي هئي. انهيءَ ماحول ۾ سامهون هڪ آرام ڪرسيءَ تي ڪنول ويٺل هئي. سندس جسم تي هيٺئر سنهڙي، سفيد رنگ جي ريشم جو لبادو پيو هو جنهن مان سندس قيامت خيز عضوا دعوت بي‌ايماني ڏيئي رهيا هئا. سندس چپن تي معصوم مُرڪ هئي ۽ نيڻن ۾ خمار، مستي، ۽ نشو.... ۽سندس جيترو جاڳندو وجود ڏسي، وينگ جتي هو، اتئي بيٺو رهجي ويو. سندس اکيون، ڪنول جي وجود تي مرڪوز هيون، پر پير مڻ مڻ جا ٿي ويا هئس، هڪ قدم اڳتي نه وڌائي سگهي. سندس محويت جو اهو عالم ڏسي ڪنول اڳتي وڌي آئي ۽ سندس سامهون بيهي، سندس ڪلهي تي هٿ رکي، ڇڏو سندس اکين ۾ ڏسڻ لڳي.

هوءَ ونگ کي اندر ويجهو هئي جو سندس ساهه کڻڻ
به ونگ محسوس ڪري رهيو هو. ساهه کڻڻ ڪري
سندس آرهه هيٺ مٿي ٿي رهيا هئا ۽ اهي ونگ جي
دل ۾ هلچل مچائي رهيا هئا. مٿان وري سندس جسم
۾ خبر نه آهي ڪهڙي باهه ٻري رهي هئي جو ونگ
کي پنهنجو سمورو وجود پگهرجندو ۽ ڳرندو محسوس
ٿيڻ لڳو.. ڪنول جا نازڪ هٿڙا سندس ڪلهن تان
هيٺ اچڻ لڳا، ۽ سندس لباس جا ٻيڙا کولڻ لڳا. ونگ
جي سموري جسم تي ڏڪڻيءَ واري ڪيفيت طاري
ٿي ويئي، چهرو ڳاڙهو لال ٿي ويس ڄڻ جسم جو سارو خون
چهري تي اچي گڏ ٿيو هجي. اهو حال ڏسي ڪنول
ٽهڪ ڏنو.. ڄڻ ڪمري ۾ سون جون گهنڊڙيون وڄيون
هجن. ۽ پوءِ پنهنجي سريلي آواز ۾ چيائين ”ڇا اندر
سادو آهين؟ سڄي رات بس ائين ڏسندو رهندين؟

اهو ٻڌي ونگ سندس نازڪ هٿڙا پنهنجن هٿن ۾
جهليا.. ڄڻ گلاب جون پنکڙيون سندس هٿن ۾ اچي
ويون هجن.

ونگ ويران، سخت ٽوٽ زمين ۾ هر ڪاهيو هو
ڏڪر ۽ ٻوڏن جو مقابلو ڪيو هو، رڪشا ۾ مالڪن
کي ڍويو هو. بکون ڪٽيون هيون، غريبيءَ جي تڪليفن
جو مقابلو ڪيو هو، پر اڄ ڪنول جا هٿڙا پنهنجن
سخت محنتي هٿن ۾ پڪڙي ڄڻ هن پنهنجا سڀ هٿيار
ڦٽا ڪري ڇڏيا.. هر آفت جو مردانگيءَ سان مقابلو

ڪنڊڙ بهادر اڄ هڪ نازڪڙي حسينه کان شڪست کائي ويو. ڪنول جي جسم ۽ جلندڙ باهه جي ڇهين وينگ جي وجود کي ڀسم ڪري ڇڏيو.

هاڻي هو روز رات جو ڪنول وٽ وڃڻ لڳو، پر کيس نصيب ڪجهه به نه ٿيندو هو. ڪنول سندس جسم تي پنهنجا نازڪ هٿڙا ڦيرينديي هئي ۽ ساڻس مٺڙيون مٺڙيون ڳالهيون ڪندي هئي، روز نئين قسم جو لباس پهري؛ پنهنجي سنگمرمر مان ٺهيل سڊول عضون جي نمائش ڪندي هئي ۽ وينگ جي آتش شوق کي اڃا اڃا اڀرو ڪندي هئي، پر کيس جنسي آسودگي نه ٿي ملي، پنهنجي سهڻن عضون تي هٿ به گهمائڻ نه ڏيندي هئي، وينگ اهو رڪيل ميوو چکڻ تي چاهيو، لطف تي حاصل ڪرڻ چاهيائين، پر ڪوهڪو ڪنول کي سيکاري ڇڏيو هو ته جنهن ڏينهن ڇٽ اکيان هٿيار ڦٽا ڪيئي، تنهن ڏينهن کان پوءِ سمجهه ته تنهنجي بادشاهي ختم معنيٰ تنهنجي جواني ختم- زمين ۽ هر ڪاهڻ وارو سخت جان هاري جلدئي تنهنجي شباب جو سورو ست چوسي ويندو ۽ جڏهن تو وٽ ڪجهه نه رهيو تڏهن ڪنهن ٻي در جو مهمان وڃي ٿيندو، انهي ڪري اهڙو رستو جهل جو نه هي توکي ختم ڪري سگهي نه توکي ڇڏي سگهي.

۽ ڪنول انهيءَ ڳالهه تي لفظ به لفظ عمل ڪري رهي هئي. نه وينگ کي هٿ لائڻ تي ڏنائين ۽ نه سندس

آس تي ٿوڙيائين. هو ڪيس حاصل ڪرڻ لاءِ جتن ڪندو رهيو ۽ پنهنجي دولت لٽائيندو رهيو. يا نه هوڏانهن اولون هئي جيڪا سندس هر خواهش اڳيان ڪنڌ نوائيندي هئي ۽ سندس سادگيءَ جو ڪيس اهو صلو مليو هو جو هاڻ وينگ ڪنهن ٻي جي ڪئي هو. گرمين دوران به پاڻي نه لٿو ۽ وينگ پنهنجي اڄ مقصد لاءِ باقائده ڪنول جي آستاني تي حاضري ڀريندو رهيو ۽ روز اجايل ٿي موٽي ايندو. راتين جو آرام ڪانئس موڪلائي ويو هو. سندس جسم باهه وانگر ٻرندو هو پر ڪنول ان تي ٿڌي پاڻيءَ جو ڪو هڪ ڇنڊو به هڻڻ لاءِ تيار نه هئي راتين جو جڏهن گهر جا سڀ ڀاتي سمهي پوندا هئا تڏهن وينگ تارن جي روشنيءَ ۾ گهر ٻاهران ويهي آسمان کي تڪيندو هو. هاڻ هو گهر ۾ ڪنهن سان به نه ڳالهائيندو هو، هر وقت ڪنول جي خيالن ۾ گم رهندو هو، ماڻي به نه وٺندي هيس.

نيٺ پاڻي لهڻ شروع ٿيو. هڪ ڏينهن چنگ کانئس اچي پڇيو ”پاڻي پوئتي هٽي رهيو آهي، جلدئي ٻيجائي جو وقت ايندو. ڪيتري زمين تي ڇانور ۽ ڪيتري...“

وينگ ڪاوڙ ۾ ورائيو ”پاڻي لهي وڃي ته پوءِ سوچينداسين.“

اهو ٻيون دفعو هو جو وينگ چنگ سان مالڪن واري انداز ۾ گفتگو ڪئي هئي.

هڪ ڏينهن سندس پوڙهي پيءُ به کانئس پڇيو

”توکي ڇا ٿيو آهي جو ايترو چڙچڙو ٿي پيو آهين؟
هينئر ڪنول هڪ نئين فرمائش ڪئي هئي. ونهڪ
جا وار ڏگها ۽ مڇون وڏيون ۽ گھاٽيون هيون. ڪنول
فرمائش ڪئي هئي ته وار ننڍا ڪرائي ۽ مڇون بنهه
ڪوڙائي ڇڏي. ڇو جو ڏگها وار ۽ وڏيون مڇون ڪنهن
ناپسند هيون. ونهڪ ٻئي ڏينهن صبح جوئي وار ننڍا
ڪرائي مڇون ڪوڙائي آيو. اولين جو ڪنهن انهيءَ
روپ ۾ ڏٺو سا خاموش رهي نه سگھي ۽ ڪاوڙ واري
لهجي ۾ چيائين ”هي ڇا ڪيئي؟ مڇون ته مرد جي
زيور مثل آهن، مُڇ بنا مرد ڇا آهي؟ پنهنجي شڪل
ڏٺي ائٿي ته ڪهڙو پيو لڳين.؟“
ونهڪ به ڪاوڙ ۾ ورائيو ”نون ته چاهين ٿي آءٌ
ساري عمر جھنگلي ۽ جٽ رهان، جڏهن ته هاڻ آءٌ
وڏو زميندار آهيان ۽ مون کي مهذب انسانن واگر رهڻ
گھرجي. شهر جو هر جوان مڇون ڪوڙائيندو آهي،
ائين ڪرڻ سان ڪو سندن مردانگي تي اثر ٿوي
نو ڇا جو مون تي پوندو؟
اولين کي ته جواب ڏنائين، پر دل ئي دل ۾ هو
هاڻ به ڪڪو وکو ٿي ٿيو. مڇن بنا صفا ڪدڙو ٿي لڳو
۽ سندس شخصيت مان رعب ۽ دٻدٻو موڪلائي ويو هو.
پر ڪنول جو حڪم ٽارڻ به ته سندس وس ۾ نه
هو. اهو ته هن صرف مڇون لهرائڻ جي فرمائش ڪئي
هئي، هوءَ جي ڪانئس زندگيءَ جو نذرانو گھري ها نه

هو انهيءَ متعلق به نه سوچي ها ۽ پنهنجي محبوبڙيءَ
جي فرمائش پوري ڪري ها...

هن دفعي وينگ نوان ڪپڙا هڪ درزيءَ کان
سبرايا هئا، چمڪدار ۽ نرم ڪل مان ٺهيل جنهن جي ٺهرائي
هئائين ۽ اهي شيون وري هوٽل جي مالڪ وٽ رکي
ڇڏيون هئائين ڇو جو گهران تيار ٿي نڪرڻ
چاهيائين. اڄڪلهه هن بصر ڪائي به ڇڏي ڏنو هو ته
متان ڪنول کي سندس منهن مان ڏپ اچي ۽ هوءَ
ڪيس ڏڪارڻ لڳي.

هڪ ڏينهن جڏهن هن منجهند جي وقت گهر ۾
ماني پئي کاڌي، تڏهن اولين چيس، "ڪاوڙ نه ڪرين
ته هڪ ڳالهه چوان؟ تون اڄڪلهه وڏي حويليءَ وارن
جي نقش قدم تي هلي رهيو آهين. تنهنجا پرڪار وڏي
حويليءَ وارن آقائن جهڙا ٿيندا پيا وڃن ۽ انهن جو
حشر وسري ويو اٿئي ڇا."

وينگ انهي ڳالهه جو ڪو جواب نه ڏنو، پر دل ئي
دل ۾ خوش ٿيو ته هاڻ هو به وڏي حويليءَ جي مالڪن
جهڙو ٿي رهيو هو. دولت پائي وانگر خرچ ڪري رهيو
هو، گهر وارا سڀ ڪجهه ڏسي ۽ سمجهي رهيا هئا
پر وٽن انهيءَ جو ڪو علاج نه هو. هوڏانهن ڪنول
جون خواهشون ڏينهون ڏينهن وڌي رهيون هيون ۽ جي
اتفاق سان ڪڏهن ڪنهن فرمائش جي پورائيءَ ۾ ڪيس
دير ٿيو ٿي وڃي ته ڪنول سندس سيني سان لڳي

چوندي هئي "ها آءٌ تيان چا اوهان جي، جنهن جي خواهش اوهين پوري ڪريو. ۽ سندس چوڻ جو انداز اهڙو هوندو هو جو وينگ سندس خواهش هڪدم پوري ڪندو ۽ پهن خواهشن جي تڪميل لاءِ هر وقت تيار رهندو هو. ڪنول کي مخاطب ڪرڻ لاءِ هن طرح طرح جا ڪيترا لفظ ياد ڪري ورتا هئا جيڪي هر عاشق جي لغات ۾ ضرور هوندا آهن، يعني، "جاني"، "زندگي" "راڻي"، "شهزادي" ڪنول لاءِ هن جيترا لفظ ياد ڪيا هئا اوترا هن اڄ تائين پنهنجي زمين ۽ فصل لاءِ بہ ياد نہ ڪيا هئا.

هڪ ڏينهن جڏهن اولين پارن جا مهرا ڪپڙا ڌوئي رهي هئي تڏهن وينگ آهستي آهستي اچي سندس پر ۾ بيٺو جڏهن اولين ڏانهس نهاريو تڏهن چيائين "اهي ہ لعل جيڪي تو پاڻ رکيا هئا، مي ڪٿي آهن؟ تنهنجي ڪهڙي ڪم جا؟؟

اولين چيو "اهي مون انهيءَ خيال کان رکيا هئا تہ جڏهن پنهنجي ڌيءَ جي شادي ٿيندي تڏهن کيس ڏيج ۾ ڏيندس"

وينگ چيو "انهي وقت تائين پيا ملي ويندا. هينئر اهي مون کي ڏي، گهرج ۾ آهن."

اولين بنا وڌيڪ ڪوبہ سوال يا حجت ڪرڻ جي پنهنجو هريو هٿ چوليءَ ۾ وڌو ۽ ڪپڙي ۾ ٻڌل اهي ٻئي مهرا ڪڍي سندس حوالي ڪيائين ۽ ڪپڙن

تي ڏکيءَ جو وڪارو لاهي ڏنائين. سندس اکيون
انهيءَ ظلم تي لڙڪ وهائڻ لڳيون، پر هن لڙڪ اگهڻ
جي ڪا ضرورت محسوس نه ڪئي، هو صرف لڙڪ نه
وهائي ٿي سگهي، لڙڪن تي ئي نه ڪيس اختيار هو.
وينگ جا اهي طور طريقا جاري هئا ته هڪ ڏينهن
اوچتو سندس بيڪار نشائي چاچو سندس گهر ۾ اچي
ڀهڙيو. سندس ڪپڙا ميرا ۽ ڦاٽل هئا ۽ سندس جسم
جي حالت به ٺيڪ نه هئي. وينگ پنهنجي چاچي کي
ڏسي پريشان ۽ خوفزده ٿي ويو هو ته چاچي کي مٺل
سمجهي مطمئن ٿي ويو هو، چاچي جي آمد ٿي
کيس ائين لڳو ڄڻ مُردو قبر مان نڪري آيو هجي،
وينگ ڪڏهن به کيس گهر ۾ اچڻ نه ڏني ها، پر هن
اجازت جي ضرورت ئي محسوس نه ڪئي تڏهن وينگ
کي مجبوراً کيس خوش آمديد چوڻو پيو. چاچهس
اينديئي حڪم ڪيو "ڪجهه کائڻ پيئڻ جو بندوبست
ڪريو. بکيو آهيان، بلڪ ڏنو به آهيان ته غريبي هن گهر
مان موڪلائي ويئي آهي."
ماني سامهون آئي ته هو چرين وانگر اچي ماني تي
ڪريو. ڪجهه ئي دير ۾ جڏهن هو مڇي، گوشت ۽
چانورن جا ڪيترا طشت خالي ڪري چڪو هو تڏهن
ننڍا ڪڙي لهجي ۾ چيائين، هاڻ ڪجهه دير آرام ڪري
وٺان، ڏاڍو ٿڪل آهيان." ايترو چئي هو هڪ ڪنڊ
تي ڍيري ٿي پيو ۽ ستت ئي کونگهرا هڻڻ لڳو.

مان جڏهن سڄاڳ ٿيو تڏهن وينگ کي چيائين "مون
ٻڌو هو ته تون دولت مند ٿي ويو آهين پر اها خبر
ڪونه هئم ته ڪو ايترو امير ٿي ويو آهين. آءٌ صبحاڻ ٿي
تنهنجي چاچيءَ ۽ ياءٌ کي ٻه هٿ وٺي ايندس، هو ويچارا
ڳوٺ جي مسافرخاني ۾ سڙن پيا. تنهنجو گهر ته هاڻ
حويلي لڳو پيو آهي، ڪا هڪڙي ڪنڊ ته اسان کي
ٻه رهڻ لاءِ بخشي ڇڏ. باقي رهيو ماني جو سوال، سو
جتي تنهنجا هاري ناري ماني ڪائيندا اتي اسين ٿي
مانهو نوڪي ڪٽائي ڪونه ڇڏيندا سين.
اٺين نه چئو چاچا. تون ته منهنجي پيءُ جي جاءِ
تي آهين. وينگ اهو جملو مڙهئي خانه پريءَ خاطر چيو
هو، نه ته دل ۾ ته هو چاچي جو پروگرام ٻڌي سڙي
ڪباب ٿي ويو هو. سوچڻ لڳو ته امير ٿيڻ به هڪ
وڏو عذاب آهي، اڄ جي هو امير نه هجي ها ته سندس
چاچو ڪڏهن به سندس گهر نه اچي ها ۽ هاڻ هو ڪيس
گهر مان ڪڍي به نٿي سگهيو. ڳوٺ ۾ هو هڪ معزز
حيثيت جو مالڪ هو، جي چاچي کي گهر ۾ جاءِ نه ڏئي
ها نه هرڪو چوي ها ته دولت وينگ کي مغرور ڪري
ڇڏيو آهي ۽ منجهانئس پنهنجي پرائي جي تميز نڪري
ويئي آهي. ڪجهه ڏينهن ڪان پوءِ چاچو پنهنجي گهٽو
ڳالهائيندڙ زال ۽ بدتميز پٽ کي ٻه وٺي آيو. وينگ
پنهنجي پرائي گهر جو هڪ حصو هن خاندان لاءِ خالي
ڪرائي ورتو ۽ هو وينگ جي دولت مان وٺي ويهاري

پنهنجو حصو حاصل ڪرڻ لڳا.

ڏينک کي پنهنجي چاچي جي خاندان سان نفرت هئي، پر هن کي کلي سندن سلام جو جواب ڏيڻو پوندو هو. کين جيب خرچ ڏيڻو پوندو هو، ۽ سندن پيٽ جي باهه وسائڻ لاءِ نت نئون بندوبست ڪرڻو پوندو هو. هوڏانهن چاچي جي اچڻ کان پوءِ هو ڪنول ڏانهن به نه وڃي سگهيو هو. برهه جي باهه سندس وجود کي پڄرائي رهي هئي. ڪنول جي يادگيري هر وقت کيس پريشان ڪندي رهندي هئي، سندس وجود ته گهر ۾ موجود رهندو هو، پر دل ڪنول جي حاضريءَ ۾ هوندي هئي. نه هو ڪنهن جي سوال جو سڌيءَ منهن جواب ڏيندو هو، نه ڪنهن سان ڀاڻ مرادو ڳالهائيندو هو. نه پيٽ ڀري ماني کائيندو هو.

ڪجهه ڏينهن کان پوءِ هن وري ڪنول جي حضور ۾ حاضري ڏيڻ شروع ڪئي، پر جيڪا ڳالهه سادي سڀاجهي اولين، پنهنجي بيعقليءَ، پوڙهو پيءُ نظر جي ڪمزوري ۽ چنگ پنهنجي وفاداريءَ جي ڪري اڄ تائين نه سمجهي سگهيا هئا سا ڳالهه چالاڪ چاچيءَ هڪدم پروڙي ورتي. ۽ هڪ ڏينهن کلندي کلندي اولين کي چيائين "تنهنجو مڙس ڪو ٻيو گُل هٿ ڪرڻ جي فڪر ۾ آهي شايد."

پر اولين ڪو جواب نه ڏنو. تڏهن چاچيءَ وري چيو "ڪنهن ڳالهه جي تهه تائين جهسمن نه وڃبو

تيسين اها سمجهي نه سگهيءَ... سمجهه، ته ونگ ڪنهن
اڳي عورت جي چڪر ۾ آهي.” ۽ اهي ڳالهيون ونگ
ٻئي ڪمري جي دريءَ مان ٻڌي رهيو هو.

چاچيءَ اولين کي سمجهائي رهي هئي. ”مون ڪيترا
مرد ڏٺا آهن. جڏهن ڪو به مرد پنهنجن وارن کي سنوارڻ
تي گهڻو وقت لڳائي، نوان ويس ڪري، ۽ لباس تي
خوشبو لڳائي ته سمجهڻ گهرجي ته هو ڪا نئين عورت
گهر ۾ آڻڻ جي تيارين ۾ آهي.

انهيءَ کان پوءِ اولين به ڪجهه چيو ”جيڪو
ونگ نه ٻڌي سگهيو. پر چاچيءَ انهيءَ جي جواب ۾
جيڪي چيو سو ونگ ٻڌو هو، چئي رهي هئي ”تون
ته بيوقوف آهين. مرد هڪ عورت تي ئي راضي رهندو
آهي. ۽ جي عورت هوشيار هجي ته مرد ٻي عورت
ڏانهن جيڪر نهاري به ڪونه، پر تو ڪڏهن پنهنجي
مڙس کي پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ جي ڪوشش ئي نه
ڪئي آهي، سدائين ڏکي وانگر زمين تي جهوليل رهئين،
منهن وانگر سندس ٻارن کي کير پياريندي رهي آهين،
تو ڪڏهن اهڙي عورت بڻجڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي
آهي جيڪا مرد کي سندس غلام بڻائي رکي. حڪم
جو ٻانهو. جيئن زال چوي تيئن هو ڪري. تو ڀلا
ڪڏهن ڪيس ڪڏ سمهڻ کان روڪيو؟ مون کي پڪ
آهي ته تون ڪڏهن ائين نه ڪيو هوندو. جيسين ونگ
غريب هو، تيسين ته هو توکي ئي غنيمت سمجهندو هو،

هو دولتمند آهي، ۽ کيس تو ۾ ڪجھ نظر
پر هاڻ ڪنهن به وقت ڪا ٻي عورت هن
نہ ايندو هوندو، هاڻ
گھر ۾ داخل ٿي سگھي ٿي!!
امير جي ٻار لاءِ هڪ رانديڪو ڪافي نہ هوندو
آهي، جيئن وينگ جو کيسو خالي هو، گھر ۾ ان
نہ هو، هن ڪڏهن ٻي عورت متعلق سوچيو به نہ هوندو
۽ تڏهن ڪا عورت هن گھر ۾ اچي به ڪونہ ها، بک
مرڻ لاءِ، محنت مزوري ڪرڻ لاءِ اچي ها؛ پر هاڻ
هن اڳڻ تي سون ۽ چاندي اچي ويئي آهي. سٺا ۽ لذيذ
طعام کائڻ لاءِ، سٺا سٺا لباس پائڻ ۽ قيمتي زيور حاصل
ڪرڻ لاءِ ڪير نہ ايندو هن اڳڻ تي؟؟.

چاچي اندازو لڳائي چڪي هئي تہ وينگ جا ڪرتوت
ڪھڙا هئا ۽ هو ڇا ڪري رهيو هو. وينگ سندس
ڳالھيون ٻڌيون ۽ فيصلو ڪيائين تہ سندس منهن بند
رکڻ جو ڪو بندوبست ڪرڻ گھرجي نہ تہ هوءَ اولين
کي پڙڪائي گھر ۾ ڪا باھہ ٻاري ڏي. اهو سوچي
هو انهيءَ ڏينهن شام جو گھر کان ٻاهر چاچيءَ سان
مليو ۽ کيس مخاطب ڪري چيائين "اڄ توُن اولين
کي جيڪي ٻڌائي رهي هئين اهو مون ٻڌو پئي. تنهنجو
خيال صحيح آهي تہ آءٌ هڪ ٻي عورت جي چڪر ۾
آهيان. مون کي هالي ٻي عورت جي ضرورت آهي ۽
چونہ هجي. مون وٽ زمين آهي، دولت آهي، ۽ هڪ ٿي
عورت کي ڏسي ڏسي منهنجون اکيون ٿڪجي پيون آهن."

هوشيار ۽ مڪار چاچيءَ ورائيو. ”چولي، ڇو ونه...
جيڪو مرد خوشحال هجي ۽ جيڪو خرچ ڪري سگهي
تنهن کي حق ٿو پهچي ته هو هڪ کان وڌيڪ عورتون
رکي. هڪڙي ٿي ڪوپ مان سڄي عمر چانهه پيئي ته
ويچاري غريب مرد جو مقدر آهي.

چاچي هوشيار ۽ معاملي فهم عورت هئي. هن ڄاتو
ٿي ته وينگ ڪنهن عورت سان اک ته لڙائي ويٺو آهي
پر معاملي کي اڳتي وڌائڻ لاءِ کيس هڪ دلال جي
ضرورت هئي... سو هوءَ اهڙي قسم جي گفتگو ڪرڻ
لڳي جيئن وينگ مٿس اعتبار ڪري ۽ انهيءَ ڪم لاءِ
کيس مقرر ڪري.

وينگ چيو ”آءٌ انهيءَ عورت سان شادي ٿو ڪرڻ
چاهيان ۽ کيس پنهنجي گهر ٿو آڻڻ چاهيان. پر انهيءَ
ڪم ڪرڻ کان اڳ ڪجهه ڳالهيون طئي ڪرڻيون
آهن، عورت جا مطالبا معلوم ڪرڻا آهن وغيره.“

اهو ڪم تون مون تي ڇڏي ڏي. مون کي صرف
ڇوڪريءَ جو نالو ۽ ڏس پتو ٻڌاءِ ڇڏ. باقي سڄو
معاملو آءٌ نبيري وٺنديس.

ڇوڪري جو نالو ڪنول آهي. وينگ نالو ائين
ٻڌايو ڄڻ ڪنول کي دنيا ۾ رهندڙ سڀ ماڻهو سڃاڻندا
هوندا.

رهي ڪٿي ٿي؟ ”چاچيءَ پڇيو.“
شهر واري وڏي هوٽل ۾. اها هوٽل جيڪا عورتن

واري بازار جي ڪنڊ تي آهي. اهو ٻڌائيندي وينگ
جي نرڙ تي ڍڪ جا ڦڙا ظاهر ٿي آيا ۽ هو ڪجهه
لچارو ٿي ويو.

اها هوٽل ته نه جنهن کي "سونهن ۽ هوس جو
گهر" ٿو چيو وڃي....؟

ها ها... اهائي.

۽ انهي چوڪرين جي والي وارث ڪير آهي؟

ڪوڪو... وينگ ورائيو..

ڪوڪو جو نالو ٻڌي چاچي کي گهڙيون ويچار
۾ پئجي ويئي، پوءِ پڇيائين، "اها ته ڪونه آهي جيڪا
وڏي جاگيردار جي داشته هئي ۽ آخر تائين ساڻس گڏ
رهي هئي؟ اهائي هوندي. چونه هوءِ هميشه دولت سند
ٻنجڻ جي ڪوشش ڪندي رهندي آهي ۽ جنس جي
ڪاروبار کان وڌيڪ نفعو ٻيو ڪٿي ٿو ملي؟

"پئسن جي پرواهه نه آهي". وينگ چيو "اگر
آءٌ زمين خريد ڪندو هوس. هاڻ زمين سون وٽ جام
آهي" هن دفعي زمين نه، صورت لاءِ پيسا خرچ
ڪندس.

چاچيءَ کي پڪ ٿي ته وينگ به ٽنڪو قائل آهي
۽ ڪنول کي حاصل ڪرڻ لاءِ وڏهن ٿي ننهن جو زور
لڳائيندو ۽ سون ۽ چاندي بنا سوچڻ جي خرچ ڪندو
۽ اهو موقعو هو جو ڪيس چڱي نموني ڦري وٺجي،
وري خبر نه آهي وجهه ملي يا نه ملي. سو هڪ ڏينهن

وجهه ڏسي ويڻنگ کي چيائين. ”تون ته پرخلوص آهين، پر سامهين ڏر لالچي آهي. هو تنهنجي خواهش ۽ پيار جو ناجائز فائدو ٿا وٺڻ چاهين. ڏينهون ڏينهن سندن گهرجون وڌنديون پيون وڃن. منهنجي ته صلاح آهي انهيءَ گهر جي پچر ڇڏ.. ڪو ٻيو گهر ڳولهائي. هي ته توکي ڦري ڏول (ڪنگال) ڪري ڇڏيندا.

ڪنول کي ڇڏڻ جو ته ويڻنگ سوچي ئي نٿي سگهيو. ولس جيتري به دولت هئي سا هو ڪنول جي ناليءَ تان قربان ڪري سگهيو ٿي؛ سو ڪاوڙ مان چاچيءَ کي چيائين ته: ”ڪنهن جو آءٌ سوچي به نٿو سگهان. ڪوڪوءَ کي ٻڌاءِ ته منهنجي سموري جائداد ۽ جاگير ڪنول تان قربان آهي. هوءَ منهنجي گهر اچي راڄ ڪندي، ريشم ۽ زرلفت جو لباس پائيندي ۽ سون ۽ هيرن جا زيور پائيندي. ڪين ٻيو ڇا گهرجي.

”بس بس.. انهيءَ کان وڌيڪ ڀلا ٻيو ڇا گهرجن؟ تون فڪر نه ڪر ۽ ٻڪ سمجهه ته هاڻ ڪم ٿي ويو.“

هاڻي چاچي وري روز اولين کي نيون نيون ڳالهيون ٻڌائيندي ته ٽئين عورت گهر ۾ آئي ته سندس حيثيت ڇا ٿي ويندي. ڪيس ڪمن نه پنهنجي سوڪ جي خدمت ڪرڻي پوندي. گهر جو انتظام هلائڻو پوندو، مڙس جي ٻي زال لاءِ سٺا سٺا طعام تيار ڪرڻا پوندا، وغيره.... اولين ويچاري اهي ڳالهيون ٻڌندي هئي ۽ خاموش رهندي هئي هوءَ آخر ڪري به ڇا ٿي سگهي. هن نندڻ کان

وٽي ڪڏهن پنهنجي حق لاءِ جنگ نه ڪئي هئي.
هرحال ۾ خاموش رهي، ۽ هميشه به هن وينگ کي ڪا
ڳالهه ياد ڏيارڻ، مناسب نه سمجهي ۽ حالتن جي ڦيري
کي ڏسندي رهي. گهر ۾ جيڪي ڪجهه ٿي رهيو هو
تنهن جو مشاهدو ڪندي رهي.

چاچيءَ جڏهن کان وينگ کي پڪو آسرو ڏنو هو
تڏهن کان وري وينگ جون ننڊون حرام ٿي ويون هيون.
اهو ميوو جنهن کي اڃان صرف ڏٺو هيائين ۽ سنگهيو
هيائين پر اڄ تائين چکيو نه هيائين، مزو نه ورتو هيائين
سو ميوو هاڻ سندس ملڪيت بڻجڻ وارو هو، سندس
هنج ۾ ڪرڻ وارو هو. وينگ هاڻ نئين مهمان، پنهنجي
محبوب جي آجيان جي فڪر ۾ هو. اولين ويچاري
سادي عورت هئي، وڏي حويلي وارن جي زرخريد
ٻانهي هئي، ان کي جنهن به حال ۾ رکيائين، هن ڪڏهن
ڪابه شڪايت نه ڪئي هرحال ۾ خوش رهي ۽ صرف
پنهنجي مڙس جي خوشنوديءَ جي فڪر ۾ رهي پر
ڪنول مختلف قسم جي عورت هئي سهڻي ۽ نازڪ
هئي، شهري ڇوڪري هئي. ۽ نازن نخرن ۾ منٿن ميڙن
کان پوءِ وينگ جي اڱڻ تي اچي رهي هئي، سا ڪو
اولين رهي ها ڇا؟ انهي ڪري وينگ فيصلو ڪيو ته
اڱڻ جي ٻئي پاسي به نوان ڪمرا ٺهرائجن جيڪي
ڪنول جي رهائش گاهه طور استعمال ٿين. انهيءَ مقصد
خاطر هن زمين تان هاري گهرايا ۽ نون ڪمرن جي

زمير جو ڪم شروع ٿيو. انهيءَ ڪم جي نگراني خود
وينگ ڪري رهيو هو ۽ هن ڪنهن سان به، ڪنهن به
قسم جو صلاح مشورو نه ڪيو. ايتريقدر جو چنگ
سان به نه، جو خبر هيس ته سندس انهيءَ قدم کي ڪنهن
به پسند نه ڪيو. اهي ٽي ڪمرا پڪين سرن سان ٺهي
رهيا هئا ۽ ڪمري جي پٿرن ۽ ڇتين تي ڏاڍي سهڻي
انداز ۾ چٽسالي ۽ گلڪاري ڪئي وئي؛ ڪمرن جي
درن ۽ دروازن لاءِ عاليشان ريشم جا ڳاڙهي رنگ جا
پردا ورتا ويا ۽ ڪمري کي سينگارڻ لاءِ ٻيو سامان
به وينگ پاڻ شهر مان وٺي آيو، انهيءَ سامان ۾ پلنگ
ڪرسيون، گادلا، ريشمي چادرون ۽ وهاڻا، ڪرسين
جون گاديون، چينيءَ جا نازڪ سهڻا ٿانو، شامل هئا.
وينگ جو انگ ٻهڪي رهيو هو، پر گهر ۾ هو
پنهنجي خوشيءَ جو اظهار نه ڪندو هو ڇو ته انهي گهر
۾ سندس پهرين زال به موجود هئي. هوڏانهن اولين به
سڀ ڪجهه ڏسي رهي هئي، پر هن وينگ کي ڪجهه نه
چيو، هُن نٿي چاهيو ته پنهنجي مڙس جي خوشيءَ جي
راهه ۾ رڪاوٽ بڻجي... جيتوڻيڪ سمجهيائين ٿي ته
جنهن جي اچڻ کان اڳ ٿي ايترو اهتمام ٿي رهيو هو
تنهن جي اچڻ کان پوءِ ته خبر نه آهي ڇا ڇا ٿيندو.
نيٺ هڪ ڏينهن وينگ کي چاچيءَ اچي خوشخبري
ڏني ته چنڊ جي پنجهين تاريخ چنڊ، سندس اڱڻ تي
لهندو. جنهن ڏينهن ڏسڻ لاءِ هو ايترو بيتاب هو، سو

ڏينهن اچڻ وارو هو. ۽ پوءِ چند جي پنجين تاريخ،
ڪنول سندس اڳن تي اچي پهتي. ڪيس بانسن جي
ٺهيل هڪ رنگين پالڪيءَ ۾ آندو ويو، جنهن تي ريشمي
چادر ڍڪيل هئي ۽ جنهن کي چار ڪمپارن کنيو هو.
ڪوڪو پالڪيءَ سان گڏ هئي.

پري کان پالڪيءَ کي ايندو ڏسي وينگ ٻوڙي
ٻاهر نڪتو. سندس، دل جي ڪيفيت عجيب هئي. تمام
گهڻي خوشي هيس پر گڏوگڏ سندس وجود جو هڪ
حصو، سندس ضمير لاڳيتو کيس ملامت ڪري رهيو
هو. "سوچي وٺ اي مورک انسان... ته تون ڪهڙي
آفت پنهنجي اڳن تي لاهي رهيو آهين. تنهنجو گهر
جيڪو پيار ۽ محنت جو گهر آهي. جنهن گهر ۾
اهڙي سلڇڻي عورت هجي جنهن مهينن جا مهينا بکون
ڪڍيون، سخت سرگرمين ۾ جانورن وانگر زمين تي
مزوري ڪئي، تنهنجي اڳڻ کي ٻارن جي نعمت سان
اجارڻائين، هر ڏک ۽ تڪليف کلندي مرڪندي برداشت
ڪيائين پر ڪڏهن به شڪايت نه ڪيائين، تنهن جي
موجودگي ۾ توکي ٻي ڪنهن عورت جي ڪهڙي
ضرورت، ڇا تون هڪ بازاري عورت جي موجودگيءَ
۾ پنهنجي صابر، پاڪباز زال سان انصاف ڪري سگهندين."

ضمير جا اهي پڙاڏا ٻڌي هڪ وار ته وينگ ڏکي
ويو. پر سندس دل ۽ دماغ تي هوس جي اڄ غالب
هئي. ڪنول جي جسم جي خوشبو ۽ سندس سڏول

مضمون ۽ ڀرپور شباب جي نشي ڪانئس مت کسي ورتي
هئي. مستيءَ ۽ سرور جي انهيءَ عالم ۾ هو ضمير جي
آواز ڏي ليڪ نه ڇمي سگهيو. صرف ايترو سو ڪيائين
جو اڱڻ جا اهي دروازا بند ڪري ڇڏيائين
جيڪي اولين جي ڪمرن جي پاسي کليا ٿي. اهي
ڪمرا جن ۾ هو ورهين کان پنهنجي محنتي ۽ صابر
زال سان گڏ سمهندو هو.. هاڻ نٿي چاهيو ته اولين سندس
ٿين زال کي ڏسي يا سندس پيار ۽ محبت جا ڍنگ ڏسي.
پالڪي جڏهن اڱڻ جي دروازي تي اچي پهتي تڏهن
ڪوڪو ۽ چاچيءَ وينگ کي مخاطب ٿي چيو پنهنجي
ڪنوار جو هٿ پڪڙي ڪيس پالڪيءَ مان پنهنجي
ڪمري ۾ وٺي وڃ.

وينگ چورن وانگر ڏڇندي، پالڪيءَ جو ريشمي
پردو مٿي ڪنيو. اندر ڪنول جو نازڪ وجود، ڪنوارپڻي
جي ڳاڙهي لباس ۾ ويڙهيل، قيمتي زيورن سان سٿيل
۽ گلاب جي خوشبوءِ ۾ وهنجيل، اکيون جهڪايو،
مٿو موڙن ۾ هنيو، وينگ جي صبر جو امتحان وٺي
رهيو هو. هن نهايت احتياط سان، پريم سان پر ڏڇندي
۽ شرمائيندي ڪنول جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽
پوءِ هٿ ڪنول جي چيلهه جي چوگرد واري ڪيس
سهارو ڏيئي، اٿاريائين. ڪنول جي اک کلي ٿي نٿي.
هوءِ نهايت نزاڪت سان پير ڪڍندي، وينگ جي سهاري
تي پنهنجي نئين گهر ۾ داخل ٿي. چنڊ جي ٿڌڙي

روشني اڱڻ کي منور ڪري رهي هئي ۽ وڻ-ٽڻ ۽ ٻوٽي ٻوٽي ڦل
گلاب جي خوشبوءِ سان واسيل هو سمو اظهار عشق
لاءِ انتهائي موزون ۽ مناسب هو.. ڪوڪو ۽ چساچي
ڪنول ۽ وينگ کي اڱڻ تي پهچائي موٽي ويون، هاڻ
اڱڻ تي صرف محبوب ۽ معشوق هئا. چنڊ جي روشني
هئي ۽ گلاب جي خوشبو هئي. وينگ پنهنجي مهانگي
محبوب کي اندر وٺي آيو. سڀ کان پهرين ڪيس اهو
تلاءُ ڏيکاريائين جيڪو اڱڻ تي هن ڪنول جي وهنجڻ
لاءِ ٺهرايو هو، جنهن ۾ شفاف پاڻي هو ۽ رنگين مڇيون
ڏيون، ۽ پوءِ ڪيس ڪمرا ڏيکارڻ لڳو. ڪمري ۾
هر شيءِ نفيس، سهڻي ۽ مهانگي ورتل رکيل هئي. انهي
جو احساس ڪنول کي به ٿيو ته سندس گهوٽ سندس
استقبال لاءِ ڏاڍو خرچ ڪيو هو. ڪيس ڪمري ۾ پهچائي
هو گهڙيءَ ساعت لاءِ ٻاهر نڪتو جيئن چساچيءَ ۽
ڪوڪوءَ کي انعام ڏيئي اچي. ٻاهر ڪيس ڏسي چاچيءَ
چيو "تنهنجي ڪنوار لکن ۾ هڪ آهي. سهڻي، نازڪ،
شباب سان پرپور.. شل اوهان جي جوڙي سلامت رهي."
وينگ ٻنهي کي سونا سڪا انعام طور ڏنا ۽ وري
موٽي ڪمري ۾ آيو جتي پنهنجي دل جي ڌڙڪن کي
چڏي ويو هو..
گهر ۾ اڄ ڪير به ڪونه هو، جيڪو وينگ جي
پيار وندڻ ۾ رڪاوٽ ثابت ٿئي. اولين اڄ صبح کان
پنهنجن پٽن سميت زمين تي ويل هئي، وينگ جو پوڙهو

پڻ نہ جيئرن ڪڏ هو نہ مئن ڪڏ. بس سندس گونگي
ڌيءَ هئي، سا بہ اڱڻ جي هُن طرف هئي. رات ڪافي
وهامي وئي تڏهن اولين زمين تان موٽي. سڄو ڏينهن
هُن زمين تي هارين سان گڏ ڪم ڪيو هو، سو سخت
ٿڪل هئي. هيئنر هن ڪافي ڏينهن کان پوءِ زمين تي
ڪوڏر هنيو هئي، هڪ لحاظ کان وينگ جي خوشحال
ٿيڻ کان پوءِ هوءَ پهريون دفعو گهر مان نڪتي هئي
۽ ايترو عرصو ڪوڏر ۽ ڪُرپي کان دور رهڻ ڪري
اڄ ڪيس ڏاڍو ٿڪ ٿيو هو. پر انهيءَ هوندي بہ هوءَ
ـٿو رڌڻي ۾ وئي، ماني ٺاهي ميز تي رکيائين، پُٽن
کي ۽ گونگي ڌيءَ کي ماني کارايائين، ۽ پوءِ سَهري
کي وچي کارايائين؛ تنهن کان پوءِ ٻارن کي سندن هنڌن
تي سمهاري پاڻ بہ اڪيلي، پنهنجي پلنگ تي ڪري پيئي.

۽ پوءِ اهائي روز جي ڪرت ثابت ٿي. وينگ تہ
ذهن جي ڪنهن بہ حصي ۾ ڪنول جي ڪمري مان
ٻاهر نہ نڪرندو هو ۽ نہ وري ڪنول کي ٻاهر نڪرڻ
جي ڪا ضرورت هئي. هوءَ تہ آئي ئي ان شرط
تي هئي تہ محنت مزوريءَ وارو ڪو ڪم نہ ڪندي.
هُن لاءِ ماني ٺاهڻ جي ذميواري ڪوڪو جي هئي ۽
ڪوڪو ئي روز ڪنول کي وهنجاريندي، ڪپڙا مٽائيندي
۽ سندس جسم تي مالش ڪندي هئي ۽ ڪيس سينگار
ڪرائيندي هئي. ڪوڪو وٽ اهڙا ڪئي ديسي نسخا
هئا جن جي مدد سان عورت جي جسم کي ڏگهي

عرصي تائين جوان، پرڪشش ۽ پرشباب رکي سگهيو
هو. هوءَ اهي نسخا وينگ جي اجازت سان ڪنول تي
به آزمائي رهي هئي جيئن هوءَ ڏکهي عرصي تائين انهي
قابل رهي جو وينگ ڪائنس سواءِ ٻي ڪنهن عورت ڏانهن
ڏسڻ جو سوچي به نه سگهي. انهن خدمتن عيوض وينگ
ڪيس تمام گهڻو پگهار ڏيندو هو. ڪنول سڄو ڏينهن
نرم ريشمي وهاڻن کي ٽيڪ لڳايو، مختصر لباس ۾،
ڍير تي ويٺي هوندي هئي، ڪوڪو سندس چاڪري ۾
مصروف هوندي هئي ۽ هوءَ پاڻ هر وقت ڪونه ڪو
ميوو يا مٺائي کائڻ ۾ مصروف رهندي هئي، رات پوندي
ته ڪوڪو ڪمري مان هلي ويندي ۽ وينگ ڪتي
وانگر ڪنول جي جسم کي ڀنڀوڙيندو، سندس شباب
جي گلن جو رس چوسيندو. ۽ پنهنجي هوس جي باهه
کي وسائيندو هو باقي باهرين دنيا ۾ ڇا ٿي رهيو هو،
زمين تي ڇا وهي واپري رهيو هو. سندس ٻار کهڙي
حال ۾ هئا ۽ پوڙهي ٻيءَ جي کهڙي حالت هئي تن
ڳالهين سان وينگ جو ڄڻ ڪو واسطو ئي نه هو. هن
وقت وينگ جي دنيا صرف ڪنول جي وجود تائين
محدود هئي.

# باب پندرهون

هڪڙي گهر ۾، هڪ مرد جي ٻن زالن جو گڏ
رهڻ جي ناممڪن نه آهي، ته ڏکيو ضرور آهي، وينگ
سوچيو هو ته هن گهر کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو
آهي تنهن ڪري ڪوبه جهيڙو ڪونه ٿيندو. پر ڇا اهو
ممڪن هو؟ اولين مڙس اڳيان ڪو احتجاج ڪونه
ڪيو هو، ڪو گوڙ نه ڪيو هو. هوءَ هر حال ۾ گهارڻ
واري عورت هئي. مڙس ٻي زال گهر ۾ وٺي آيو تنهن
تي هن ڪو اعتراض نه ڪيو پر ڪوڪو جو ٻه گهر
۾ رهڻ ڪيس ٻنهي نه آئڙيو ۽ وينگ ٻه اها ڳالهه محسوس
ڪئي ته اولين پهرئين ڏينهن کان ئي ڪوڪو خلاف
جنگ جوئڻ جو خاموش اعلان ڪري ڇڏيو هو. وينگ
ڏٺو هو ۽ اڪثر ڏٺو به هئائين ته ٻي عورت اچڻ تي
پهرين زال يا ته زهر کائي مرندي هئي يا کوهه ۾ ٽپو
ڏئي پنهنجو انت آڻيندي هئي، يا وري ٻنهي جي جنگ
۾ گهر جو آرام ۽ سڪون برباد ٿي ويندو هو ۽ گهر
دوزخ جو نمونو بڻجي ويندو هو. پر اولين اهڙي ڪابه
ڳالهه نه ڪئي، هن صرف ڪوڪوءَ لاءِ پنهنجي نفرت
۽ ننڍس گهر ۾ موجودگيءَ تي اعتراض ڪيو، جيڪو
شايد ان سڌي طرح ڪنول متعلق هجي. پر ڇو ته ڪنول

متعلق هو ظاهر ظهور اعتراض نٿي ڪري سگهي. انهيءَ
ڪري سندس نفرت ۽ ناراضگيءَ جو شڪار ڪوڪوءَ
کي ٿيڻو پيو. ويٺنگ پاڻ به ڪوڪوءَ کي گهر نٿي
رکڻ چاهيو. هن ڪنول کي شريف زادي ۽ ڪوڪوءَ
کي ودشيا ٿي سمجهيو، ودشيائن جي اڏي تي، رهندڙ
ڪنول سان هو شادي ڪري ٿي سگهيو پر ڪوڪوءَ
کي انهي گهر ۾ نٿي رکڻ چاهيائين ته هوءَ گهر جي
ماحول کي گندو ڪندي، پر ڪنول ته ڪوڪو جي
تربيت يافته ۽ پڙهايل هئي، سا اهو ڪيئن برداشت ڪري
ها؟ روئندي، اکين ۾ ڳوڙها آڻيندي، ويٺنگ کي پاڪر
پائي التجا ڪيائين. ٻين لفظن ۾ حڪم ڏنائينس ته
”سرتاج آءٌ اڄان ننڍڙي هيس ته ماءُ پيءُ مري ويا ۽
ظالم چاچي مون کي وڪڻي ڇڏيو. جڏهن کان ڪوڪو
منهنجي چاڪري ۽ سرپرستي ڪندي آئي آهي، جي
ڪوڪو خلوص نيت سان منهنجي خدمت نه ڪري
ها ۽ مون کي شهر جي وحشي ۽ هوس پرست جاگيردارن
جي هوس کان نه بچائي ها ته اڄ آءٌ توهان جي زندگي
۾ اچڻ جهڙي نه هجان ها. مٿان وري هن گهر جو
ماحول؟ سوچيو ته ڇا آءٌ اڪيلي حالتن جو مقابلو
ڪري سگهنديس؟ ۽ آءٌ جو روز توهان کي نئين نئين
لڳندي آهيان ۽ توهان کي روز نئون لطف ۽ سرور
حاصل ٿيندو آهي سو سڀ ڪوڪوءَ جي مهربانين ۽
چاڪريءَ ته آهي. مهرباني ڪري ڪوڪوءَ کي مونکان

دور نه ڪريو.. ڪوڪو کان سواءِ آءٌ ڪجهه به
نه آهيان...

ڪنول جي انهيءَ درخواست کان پوءِ وينگ ڪوڪو
کي گهر ۾ رهڻ کان نه روڪي سگهيو. ۽ ڪنول جي
اها درخواست اجائي به ڪونه هئي، گهر ۾ ڪنهن به
ٻئين فرد جو اڪيلو رهڻ واقعي ڏکيو هو ۽ اهو ته
سگهي ٿي نه هو ته ڪنهن به تڪليف يا ضرورت جي
وقت اولين اچي ڪنول جي مدد ڪري يا سندس دلجوئي
ڪري ها. انهيءَ خيال کان وينگ ڪوڪو کي ڪنول
جي ٻانهيءَ طور رکي ڇڏيو، پر انهيءَ ڪري ڪوڪو
کي اولين جي نفرت جو به شڪار ٿيڻو پيو. ڪوڪو
کي ڏسندي ئي اولين ڪاوڙ ۾ باهه ٿي ويندي هئي. ٻه چار
ڀيرا ڪوڪو هيٺاهين هلت هلندي اولين جي ڪاوڙ
دور ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي پر ڪيس ڪاميابي
نه ٿي. دراصل اولين جي نفرت جو هڪ ٻيو به سبب
هو. جاگيردار واري حويليءَ ۾ جتي اولين زرخريد ٻانهيءَ
جي حيثيت ۾ رڌڻي ۾ ٿانو ملڻ جي ڪم تي مقرر
ٿي آئي ڪوڪو ساڳي حيثيت ۾ پر سهڻو چهرو ۽
مٺبول جسم هجڻ ڪري جاگيردار ۽ سندس پٽن جي
خاص ٻانهي مقرر ٿيل هئي ۽ وقت ضرورت سندن بستري
تي سائن گڏ سمهڻ جو اعزاز به حاصل ٿيندو رهندو
هوس، انهي ڪري ڪوڪو جو آتي دماغ عرش تي
هوندو هو ۽ هو ٻين گهٽ درجي وارن ملازمن سان

انتهائي خراب سلوڪ ڪندي هئي. هڪ ڏينهن ڪوڪو نهايت ادب سان اولهن کي چيو ”سائين، اوهين مونتي ناراض ڇو آهيو، پاڻ ته ننڍپڻ کان هڪٻئي سڃاڻون. قدرت کي اهوئي منظور هو ته پاڻ وري هڪ ئي گهر ۾ گڏ ٿيون اها ئي ڳالهه آهي ته اوهان مالڪ آهيو ۽ آءٌ ٻانهي.

پر اولهن سندس ڳالهه ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري ڇڏي ۽ ڪاوڙ ۾ وينگ جي ڪمري ۾ هلي وئي جيڪو آني اڪيلو ويٺو هو. ۽ وڏي واڪ پڇيائين ”زال ته اوهان وٺي آيا، مون کو اعتراض نه ڪيو پر هي وڻشيا ڪهڙي حساب ۾ ٿي هن گهر ۾ رهي؟“

وينگ هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو ۽ پوءِ اولهن ڏانهن نهاريائين، ڄڻ چوندو هجي ”هي منهنجو گهر آهي ۽ آءٌ جنهن کي چاهيان هن گهر ۾ رهايان. تون پڇڻ واري ڪير آهين؟“ پر هو زبان سان ڇئي ڪجهه ڪين سگهيو. اولهن سامهون بيٺي ڏانهس نهاري رهي هئي ڄڻ انصاف جو انتظار ڪري رهي هجي. پر جواب نه مليس تڏهن وري چيائين ”مون ڇا پڇيو؟ توهان جواب ڪونه ڏنو.“

وينگ سُلفي دُکائيندي چيو ”انهيءَ سان تنهنجو ڪهڙو واسطو...“

تنهن تي اولهن کيس پنهنجي نفرت جي پس منظر کان واقف ڪيو. ۽ چيائين ”هڪ عورت ڇا منهنجي

مڪت ڏرڻ لاءِ ڪافي نه هئي جو هن وٺشيا
ييني ني ڪڏ ولي اچي منهنجي ڏکن ۾ اضافو ڪيو اٿو؟
ڪي به لاءِ نه هي گهر دوزخ بڻجي چڪو آهي. دنيا
منهنجي ڪو پيو ٽڪالو به ڪونه اٿم جتي وڃي مـــران...
۾ اپترو چئي اولين پنهنجا لڙڪ اگهندي واپس هلي وئي.
وينگ چئي گونگو ٿي ويو هو. اولين جي ڪنهـن به
ڳالهه جو ولس ڪو جواب ڪونه هو. بس اولين جي
وڃڻ کان پوءِ دل ئي دل ۾ اهو سوچي پنهنجـو پاڻ
کي تسلي ڏنائين ته ”هي شادي ڪري مون اولين سان
ناحق ڪيو آهي، پر مون کان به خراب ماڻهو دنيا ۾
موجود آهن جيڪي ٻي شادي ڪان پوءِ پهرين زال کي
گهر مان ئي ڪيڍو ڇڏين. مون ائين ته ڪونه ڪيو
آهي، نه ڪڏهن ڪيس ٻي ڪا تڪليف ڏني اٿم. اٿهي“
ڪري اولين کي برداشت کان ڪم وٺڻ گهرجي.

اولين روز صبح جو اٿي جيان چانهه ٺاهي وينگ جي
ٻه ڪي پيارينهدي هئي، ۽ جي وينگ به ڪنول جو پاسو
ڇڏي هن پاسي آيل هوندو هو ته ڪيس به چانهه ڏيندي ۽
جڏهن سج چڙهئي مهل ڪوڪو چانهه ٺاهڻ ايندي ته
نه ٻاهه پرندڙ هوندي نه وڏي سٽ ۾ پاڻي جو ڪـو
ڪ به ڦڙو هوندو... ۽ نوري ڪانيون هونديون. هڪ
ٻنهن ڪوڪوءَ پريشان ٿي چيو ”هاڻ آءٌ ويچـاري“
انهنجي مالڪڻ لاءِ چانهه ڪيئن ٺاهيان؟“ ۽ پوءِ وڃي
ڪنول جي سامهون وينگ کي چيائين ته، سندس پهرين

زال سندس جيئن حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪنول به ڪوڪوءَ جي حمايت ۾ گهڻو ڪجهه ڳالهايو جنهن تي وينگ ڪاوڙ ۾ ٽپي باهه ٿي ويو ۽ ڪاوڙ مان اولين کي چيائين "تون ڇو ڪوڪوءَ کي تنگ ٿي ڪرين؟ نه مٽ ۾ پاڻي ٿي ڇڏين نه ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون."
اهو ٻڌي اولين آهستي ورائيو "آءٌ ڪنهن لکي جي نوڪرائيءَ جي پانهي ڪونه آهيان.." وينگ وري ڪاوڙ مان چيو "ڇا تون چاهين نٿي ته ڪوڪوءَ کي صبح جو ڪنول لاءِ چانهه ٺاهڻي هوندي آهي؛ پنهنجي لاءِ نه..
"انهيءَ عورت جو ته منهنجي اڳيان ذڪر نه ڪندو ڪر جنهن کي تو منهنجي آخري پونجي به هيرا به ڏيئي ڇڏيا"، اهو چوندي اولين جي اکين ۾ لڙڪ اچي ويا ۽ سندس جملو ٻڌي وينگ به شرمسار ٿي ويو ۽ سندس ڪاوڙ ۽ جوش ڪافور ٿي ويو. ڪنڌ جهڪائي هو واپس ڪنول ڏانهن هليو ويو ۽ ڪوڪوءَ کي چيائين آءٌ نوڪري نٿو ڪريان ۽ وڏو رڌڻو ٺهرائي ڏيندس جنهن ۾ ضرورت جي هر شيءِ موجود هوندي. پوءِ نوڪري جيڪي وٺي، جنهن وقت وٺي، پنهنجي ٺاهي. آءٌ هن جهنگلي عورت جي منهن نٿو لڳڻ چاهيان.
ٻئي ڏينهن ٿي زمين تان هاري نٿون بورچي خانو ٺاهڻ لاءِ اچي ويا. چنگ کي وينگ پئسا ڏيئي شهر موڪليو جيئن رڌ پچاءُ ۾ استعمال ٿيندڙ ديڳڙا، هنديون ۽ ٻيا ٿانءَ وٺي اچي. ٻن ڏينهن ۾ بورچي خانو تيار ٿي

رهو ۽ ٻوءِ روز صبح جو ڪوڪو ڪنهن نہ ڪنهن
ماري کي ساڻ ڪري شهر ويندي هئي ۽ گهر جي
استعمال لاءِ گوشت، ڀاڄيون، ميوا، پستا ۽ بادام وٺي
ايندي هئي ۽ رڌڻي ۾ هر وقت ڪجهہ نہ ڪجهہ پيو
نهندو هو. وينگ جي چاچي بہ سڄو ڏينهن ڪنول جو
پاسو جهليو ويٺي هوندي هئي ۽ پنهنجي سندس خدمت
چاڪري ڪندي هئي ڇو جو انهن ڪرڻ سان کيس
بہ کائڻ لاءِ هر اها شيءِ ملي ويندي هئي، جيڪا ڪنول
لاءِ نهندي هئي يا ڪنول لاءِ آيل هوندي هئي. چاچي
هڪ ٻي مهيني ۾ تمام گهڻي ٿلهي ٿي وئي هئي ۽
سندس جسم تي بي حساب چربي چڙهي وئي هئي،
ڪنول ۽ ڪوڪو بہ ڪا روڪ ٽوڪ نہ هجڻ ڪري
سڄو ڏينهن پيون کائينديون هيون ۽ انهن وينگ جي
گهريلو خرچ ۾ بي پناهہ اضافو ٿي ويو هو. وينگ اها
ڳالهہ محسوس ڪئي ٿي پر ڪنول اڳيان ڪڇي نٿي
سگهيو. هو بنيادي طور تي هڪ غريب هاري رهي
چڪو هو، جيتوڻيڪ هن وقت دولتمند هو پر
انهيءَ مقام تي پهچڻ لاءِ کيس سخت محنت ۽ جاکوڙ
ڪرڻي پيئي هئي ۽ هن چاتو ٿي تہ دولت ڪيتري
محنت سان ٿي گڏ ٿئي ۽ ايتري محنت سان گڏ ڪيل
دولت صرف زبان جي ذائقي مٿائڻ تي خرچ ڪرڻ فضول
خرچي هئي. ۽ انهيءَ فضول خرچي جو سبب چاڪاڻ
تہ ڪنول هئي انهيءَ ڪري وينگ جي دل مان سندس

محبت جي گرمي پگهرجي ختم ٿيڻ لڳي هئي. هڪ
ڏينهن نيٺ دل جهلي هن رات جو اڪلائيءَ ۾ ڪنول
کي سمجهائيندي چيو ”توکي جيترو وڻي اوترو خرچ
ڪر، جيڪي وڻي سا کاءُ، پر مون کي اها ڳالهه پسند
نه آهي ته منهنجي چاچي ۽ ڪوڪو به سڄو ڏينهن
پيون چرن ۽ هر اها شيءِ کائين جيڪا تو لاءِ تيار ٿئي.
وينگ چوڻ وارو ته ڇٽي ويو ڇو ته ڪيس امـيد
هئي ته سندس ڀاڪر جي پيڙ ۾ ۽ محبت جي گرمي
۾ ڪنول ضرور سندس ڳالهه کي سمجهندي ۽ پنهنجي
مڙس جي ٿيندڙ نقصان جو ڪيس احساس ٿيندو، پر
وينگ جي حيرت جي ڪا انتها نه رهي جڏهن مکڙين
جهڙي نازڪ جسم جي مالڪ ۽ هميشه ڌيمي لهجي ۾
گفتگو ڪندڙ ڪنول ڪنهن زخمي شينهڻ وانگر گجگوڙ
ڪندي چيو ”تون ڀلي پٽ چاهين ٿو ته هن گهر ۾
توکان سواءِ سڀ منهنجا دشمن آهن، تنهنجي ڀيڻن
زال مون کي جيئرو ئي نٿي ڏسڻ چاهي ۽ تنهنجا منحوس
ٻار منهنجي ٻاچي کان به نفرت ڪن ٿا، اهڙي ماحول
۾ تون مون کي ڪوڪو ۽ چاچيءَ کان به دور ٿـو
ڪـرڻ چاهين! ڇا تنهنجي مرضي آهي تـه آءٌ پـٽين
سان مٿو هڻي خـود کي مـاري ڇـڏيان؟“ ۽ ايتـرو
۽ ايترو چئي هوءَ رانڀاٽ ڪري روئڻ لڳي، منهن مٿو
پٽڻ لڳي ۽ وار پٽـڻ لڳي. انهيءَ عالـم ۾ ئي وري
چوائين ”نڪري وڃ منهنجي ڪمري مان..“ جي تنهنجي

دل پرجي ويئي آهي تہ آءٌ بہ تنهنجو منحوس چهرو نٿي ڏسڻ چاهيان. آءٌ واپس اوڏانهن هلي ويندس جتان آئي آهيان، ڇگو ٿيو جو مون ڪوڪوءَ سان تعلق نہ ٽوڙيو نہ تہ تنهنجي انهيءَ بي رخيءَ کان پوءِ منهنجو نجاڻ ڪهڙو حشر ٿئي ها.

ڪنول، وينڪ جي محبت هئي. هوءَ ڪيس ڏاڍي جاکوڙ کان پوءِ ملي سگهي هئي ۽ ڪيس مالهي لاءِ هن پنهنجو محنت سان ڪمايل پئسو پاڻيءَ واڱر خرچ ڪيو هو، سو ائين هلي وڃي؟ اهو وينڪ ڪيئن ڪر برداشت ڪري ها. سو هن جڏهن ڪنول کي ڪاوڙ ۾ ڏٺو، ايتري قدر جو هن ڪيس ڇڏي وڃڻ جي ڌمڪي بہ ڏني، تنهن ڳالهہ وينڪ جا هوش آڏائي ڇڏيا. جهٽ ڪلي ڪيس پنهنجي پاڪر ۾ قابو ڪيائين ۽ لڳو سندس جسم کي چمڻ، ۽ آزيون نيزاريون ڪرڻ... پنهنجي پيار ۽ محبت جا واسطا ڏنائين، پيرن فقيرن جا قسم ڏنائين، معافيون ورتائين توبهہ زاري ڪيائين، تڏهن ڪو مس وڃي شهزادي صاحبہ جي ڪاوڙ ڍري ٿي. گهريلو ناچاڪائي جي اها شروعات هئي.

هڪ ڏينهن، صبح جو سويل جڏهن اڃان ٿڌڙي هير ڳهلي رهي هئي ۽ سج جا پهريان ڪرڻا ڌرتي ماتا اڳيان سجدو ڪري رهيا هئا، وينڪ جو پوڙهو پيءُ پنهنجي پيڙهي جي ساٿي لٺ ٽڙڪائيندو، پٿين کي جهليندو انهي پاسي اچي نڪتو جتي وينڪ ۽ ڪنول

اگهن تي نهيل حوض ۾ چمڪندڙ مڇين جو تماشو ڏسي رهيا هئا ۽ صبح جي هير جو مزو وٺي رهيا هئا. وينگ پوڙهي کي اها خبر پڌائڻ جي ضرورت ئي محسوس نه ڪئي هئي ته ڪو هن ٻي شادي ڪئي آهي ڇو ته کيس خبر هئي ته پوڙهو انهيءَ ڳالهه تي سخت ناراض ٿيندو، باقي پڪ هئس ته ٻالَ مرادو ٻوڙهي کي خبر نه پئي سگهندي ڇو ته هو ڪنن کان ٻوڙو ٿي چڪو هو ۽ بينائي ذري گهٽ پوري ٿي چڪي هئس. پر اها وينگ جي غلطي هئي. پوڙهي جي نظر ايتري به ڪمزور نه هئي جيتري وينگ سمجهي هئي. سج جي روشني ۾ جو پوڙهي وينگ سان گڏ هڪ اوپري عورت کي ڏٺو جنهن جو چهرو سرخي پائوڊر سان ستيل هو ۽ جنهن جو لباس به شريف عورتن جهڙو ڪونه هو، تنهن وٺي وڏي واڪي پڇيو، ”ته ڇا هاڻ هن شريفن جي گهر ۾ بازاري عورتون به اچڻ لڳيون آهن.؟“

پوڙهي جا اهي لفظ ٻڌي وينگ جو اڌ ساهه نڪري ويو. مُبادا بازاري عورت واري الزام تي ڪنول هاهه پٽ شروع ڪري ڏئي، سو تيزيءَ سان پوڙهي وٽ آيو ۽ کيس ٻانهن کان جهليندي چيائين، ”اچ بابا اچ، ٻئي اگهن تي هلون، آتي آس سٺي هوندي آهي، ۽ هيءَ عورت بازاري عورت نه، منهنجي ٻي زال آهي.

پر پوڙهو گوڙ ڪندو رهيو.. ”نه نه هيءَ رنڊي آهي. طوائف.. مون کي هڪ زال هئي، منهنجي ٻي

جي ۾ هڪ زال هئي.. اسان هڪ ٻئي زمين تي هر
ڪاهيندا رهيا آهيون.
پوڙهو آڏان اصل ڇڏڻ جي ٿي نه ڪري. وهنگ ڏاڍي
ڪوشش سان ڪيس هٿي اڱڻ تي وٺي آيو جتي اولهين
رڌلي ۾ ماني تيار ڪري رهي هئي.
ماڻ جڻ پوڙهي کي اهو شغل هٿ اچي ويو. هو
روز صبح جو ننڊ مان جاڳي، ٽوڙندو ڦاهڙندو اٿي دريءَ
وٽ ويندو جيڪا ڪنول واري اڱڻ تي کلندي هئي
۽ وڏي راڪ پڪاريندو ”رنڊي... طوائف.“[۸۳]

پوڙهو عمر جي انهيءَ حصي ۾ پهچي چڪو هو
بتي پهچي انسان وري ٻار مثل ٿيو پوي ٿو. ڪنهن
ڳالهه کان ڪيس روڪجي ته اها حرڪت پاڻ ڳڻٺي
ڪندو. وهنگ پيءُ تي سختي به نٿي ڪري سگهيو ٿي
پيءُ ڳالهه، کان به ڊنو ٿي ته، ڪٿي ڪنول انهيءَ ڳالهه،
ي بنياد بڻائي ڪيس ڇڏي وڃي. آخر ڪري ته ڪري
؟ انهيءَ فڪر سندس آرام حرام ڪري ڇڏيو. ڪنول
ته هٿ نٿي ڪٿي سگهيو ٿي پيءُ سان سختي به
ڪري سگهيو. پريشانيءَ وارن انهن ڏينهن ۾ هڪ
ان هُن اوطاق ۾ ويٺي چنگ سان ٻج ٿي اناج جي
ڌاري ٿي وڪري متعلق صلاح مشورو ڪيو ته اوچتو
زوردار رڙ جو آواز سندس ڪنن تي پيو آواز ڇاتل
ل هو، وهنگ پريشان ٿي ڪنول واري ڊوڙي پاسي
اني پهچي ڏٺائين ته سندس ڳونگي ڌيءُ، ٿي هٿي آخري

موجود هئا.

هار ڪنول جي ڪمري ۾ موجود هئا.
اولهن جا هار ڪڍهن به ڪنول جي اڳ.ڻ تي نه
آيا هئا جو اولين ڪهن سختيءَ سان منع ڪئي هئي. پر
نڌهن به هار کي ڪير ٿو روڪي سگهي؟ اهي پنهنجي
فطري تجسس وچان پنهنجي ڪوٺي مان هئي اڳڻ تي
ڪلنڊڙ دريءَ مان پيا ليئا پائيندا هئا ۽ ڪنول کي اڳڻ
تي پسار ڪندي ڏسندا هئا تان جو ڪنول جي جسم
تي هاربل قيمتي عطر جي تيز خوشبو هارن جي ڪن
تائين پهچندي ۽ کين چڪون اچڻ لڳنديون ۽ دريءَ
تان هٽڻو پوندو يا وري ڪنول جي قيمتي، چمڪندڙ
لباس ۽ ان مان ظاهر ٿيندڙ سندس مختلف عضون کي ڏسندا
رهندا، جيسين وجي هو پنهنجي ڪمري ۾ داخل ٿئي
۽ سندس نگاهن کان دور ٿئي. ڪنول هارن کي پاڻ
ڏانهن عجب پرين نگاهن سان نهاريندي ڏسندي هئي ۽
انهيءَ تي کيس ڪاوڙ به ايندي هئي، تنهن ڪري هن
ڪيترا پيرا وينگ کي چيو هو ته سندس اڳڻ تي ڪلنڊڙ
دري بند ڪرائي ڇڏي. پر وينگ اڄ تائين ڪنول جي
انهيءَ خواهش تي سنجيدگي سان نه سوچيو هو. پر اڄ
خبر نه آهي هارن اها همت ڪيئن ڪئي جو پنهنجي
گونگي پيڻ کي ساڻ ڪري ڪنول واري اڳڻ تي
لنگهي آيا ۽ ڪنول جي ڪمري ۾ گهڙي وياجتي وينگ
جي گونگي ڏيءَ کي شايد اچرج ٿيو جو هوءَ لاڪيٽو
ڪنول ڏانهن نهارڻ لڳي. ڪنول هر ڳالهه ۾ سندن

ماڻهن کان مختلف هئي، هن جو رنگ سون جهڙو هو،
جسم تي چربي چڙهيل هئي، چهري تي ڪريم پائوڊر
جا تهه هوندا هئا ۽ ڪپڙا ڀڙڪيل هوندي به هوءَ اگهاڙي
ڏسڻ ۾ ايندي هئي. گونگيءَ جي انهن لاڳيتو نهارڻ
کان ڪنول کي خوف محسوس ٿيو ۽ آها هنيان ڦاڙ
رڙ سندس دل جي اونهاين مان نڪتي جنهن کي ٻڌي
وينگ ڀوڙندو سندس ڪمري ڏانهن آيو هو. وينگ کي
ڏسي ڪنول ڪاوڙ ۽ نفرت گڏ لهجي ۾ چيو، "اڄ
هاڻ هتي هڪ منٽ به نه ترسنديس. ڪاش مون کي
خبر هجي ها ته اڄ جنهن منحوس گهر ۾ وڃي رهي
آهيان اتي حرامي ٻارن جي هڪ فوج موجود آهي
جيڪي بدتميز، آهن، بڇڙا ۽ غليظ آهن، ته جيڪر اڄ
هت ڪنهن به قيمت تي نه اچان ها.

۽ ايترو چئي هن پنهنجي وزني هٿ سان پر ڪري
گونگيءَ کي چماٽ وهائي ڪڍي. چماٽ لڳندي ئي
گونگيءَ جي معصوم ڳل تي آڱرين جا نشان اڀري
آيا ۽ سندس اکين مان لڙڪ وهي آيا.
لڙڪ هارين اکين سان هن پنهنجي پيءُ ڏانهن نهاريو
ڄڻ فرياد ڪندو هجي. گونگي ڌيءَ سان وينگ کي
به ڏاڍو پيار هو، ڪنول جو ساڻس اهڙو سلوڪ ڏسي
هو ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو. سندس جسم ڪنبڻ لڳو
ڪنول کي مخاطب ٿي چيائين. توکي اها همت ڪيئن
ٿي جو منهنجي هن معصوم ٻالي ٻولي ڌيءَ تي هٿ

ڪنهو... ۽ منهنجي ٻارن کي حرامي چئي؟ ذليل...
بازاري عورت... پاڻ ته ڄڻي ٻه ڪونه سگهي آهين ۽
هلي آهين منهنجن ٻارن کي طعنو ڏيڻ.

پوءِ وري ٻارن کي چيائين "هلو هتان هلو. اوهان
کي ڪهڙي ضرورت پيئي جو هن ڪم ذات جي پاسي
آيا. ٻيهر ڪڏهن ٻه هيڏانهن نه اچجو... هي اوهان کي
پسند نٿي ڪري، يعني مون کي پسند نٿي ڪري...
ايترو چئي هن گونگيءَ کي هٿ کان ورتو. پيءَ جي شفقت
جو اهو انداز ڏسي، گونگي پنهنجو ڏک وساري مُرڪڻ
لڳي. ۽ وينگ ٻارن کي پاڻ سان وٺي هليو آيو..

وينگ کي ويندو ڏسي ڪنول حيران ٿي ويئي. هُن
ته سمجهيو هو سندس ڪنهن به ڳالهه تي وينگ کي
ڪاوڙ نه ايندي، پر اڄ ڪيس ايترو ڪاوڙ ۾ ڏسي هو
اچرج ۾ پئجي ويئي. هڪدم ڪيس اهو خيال آيو ته
متان وينگ پاڻ ڪيس گهر مان ڪڍي ڇڏي. اهڙي
صورت ۾ سندس زندگي ڪيئن گذرندي؟ ٻيو ڪٿي ڪيس
اهڙيون عياشيون ميسر ٿينديون؟ پر هاڻ ته تير ڪمان
مان نڪري چڪو هو. اتي ويٺي ويٺي سوچي ورتائين
ته وينگ کي هر صورت ۾ پرچائڻو پوندو ۽ هيئنئين
هلت هلڻي پوندي. رعب ۽ زور سان ڪم نه هلندو،
هوڏانهن وينگ وري اهڙيءَ واقعي کان پوءِ لاڳيتا ٻه
ڏينهن ڪنول جي ڪمري ۾ نه ويو. هن کي ڪنول
سان پيار هو. سندس جمال لاءِ ڪري ۽ ناز نخرا برداشت

ڪيا هئائون، پر اهو طعنو سندس برداشت کان ٻاهر
هو ته سندس ٻار حرامي هئا. هتي ڪنول ڏانهن نه وڃي
ڪيس هلڪي ڦلڪي سزا ٿي ڏيڻ چاهي جيئن ڪيس
احساس ٿئي ته هو سندس زندگيءَ جو ناگزير حصو نه
هئي ۽ سندس حد کان ٽپڻ ڪيس منظور نه هو. اهي
ٻ ڏينهن هن اولين واري پاسي گذاريا ۽ سڄو ڏينهن
پنهنجن ٻارن سان کيڏندو رهيو، شهر وڃي هنن لاءِ
رانديڪا ۽ مٺائيون به وٺي آيو. سندس انهيءَ بدليل
رويي تي اولين به خوش هئي ۽ سندس چهري تي نئين
تازگي ۽ زندگيءَ جا آثار ڏسڻ ۾ اچڻ لڳا. ٽئين ڏينهن
نيٺ وينگ ڪنول ڏانهن ويو. ان وقت ڪنول کوکو
۽ چاچيءَ سان گڏ چانهه پي رهي هئي. وينگ کي
ڏسي هوءَ چشم مارشن، دل ماشاد جي هوبهو تصوير
ڏسڻ ۾ آئي. هن هڪدم اٿي وڏي وينگ جو آدرڀاءُ
ڪيو ۽ ٻنهي عورتن کي ڪمري مان وڃڻ جو اشارو
ڪيو. اڪيلائي ٿيڻ تي هن وينگ لاءِ پنهنجي آڪٽ
پيار جو عملي مظاهرو شروع ڪيو ۽ جنهن لذت ۽
سرور جي حصول لاءِ وينگ ڪنول اڳيان ٻڪاري ٿيو
رهندو هو سو اڄ هن پاڻ مرادو ۽ نهايت گرم جوشي
سان وينگ کي پيش ڪيو. هو به ڪنول جي وجود
مان سرور حاصل ڪري ۽ مستيءَ جي ڪيفيت ۾
ٻڏي ويو ۽ ڪنول کي پنهنجي ٻڪن ۾ ڪئي قابو
ڪيائين. ٻنهي طرفن دليون صاف ٿي ويون. شڪايتون

دور ٿي ويون. ڪنول کي ٻئي ڪنهن هنڌ امڙي
آرام ده زندگي ميسر نه ٿي سگهي ها ۽ سندس ڀريل
ڀريل نرم گرم جسم ۽ انهي سان لاڳاپيل لذت جي دنيا
وينگ جي ڪمزوري هئي. ٻئي هڪٻئي کي ڇڏي نٿي
سگهيا انهيءَ ڪري ٻه ڏينهن اڳ پيش آيل واقعو
لڳي مٽي ٿي ويو. پر اندرو سو ضرور ٿيو هاڻ وينگ
جي پيار ۽ طلب ۾ اها شدت نه رهي هئي جيڪا
شروعاتي ڏينهن ۾ هوندي هئي. هو ديوانگيءَ واري
دور مان نڪري آيو هو. عشق جو ڀوت سر تان لٿو
ته سندس ذهن ۾ اڳيون ڳالهيون تازيون ٿيڻ لڳيون.
زمين، فصل، ٿڌڙي هير، آسمان، سج چنڊ تارا... ۽ انهن
ڏينهن هڪ ڏينهن جڏهن اجان ٻاڪ مس ڦٽي هئي، صبح جي
ٿڌڙي هير ڪُهلي رهي هئي، آسمان، سمنڊ جي نيري شفاف
پاڻيءَ جهڙو پاسي رهيو هو وينگ بي اختيار ٿي گهر
مان ٻاهر نڪري ويو. اجاڻ ڪيترن ڏينهن کان پوءِ
ڌرتي ماتا جي خوشبو سندس اک وسيلي دماغ تائين
پهتي ۽ سندس سموري وجود ۾ ڪتڪتايون ٿيڻ لڳيون
وينگ جي اصلا اصل محبوبه ته زمين هئي، ڌرتي...
جنهن کي اڻ ڳڻين ڏينهن کان هن ڄڻ ته طلاق ڏيئي
ڇڏي هئي.. اڄ ٻاهر جو نڪتو ته ڌرتي هر طرف کان
کيس ڌڪارڻ لڳي. ساڻس شڪايت ڪرڻ لڳي، ٻڙاڪا
ڏيڻ ۽ پراڻي محبت ياد ڏيارڻ لاءِ رنج ۽ خوشي،
فراق ۽ وصل جي جذبن سان ڀرپور سڏڙا ڪيئن

جھونگارڻ لڳي. . پکي پکڻ پنھنجن پنھنجن ڳنڍن تي روانا ٿي رهيا هئا. بهتل فصل جا سلا هوا جي ساز تي نچي رهيا هئا، ۽ انهيءَ ماحول وينگ کي ياد ڏياريو ته ڪاڻ محبوبه ايتري پياريءَ ٿي لڳي سگهي جيتري ڌرتي ماتا. هو گهر ويو اولهن جي پاسي ۽ پنھنجو ريشمي لباس لاهي ڪڍيءَ جو ڍڪهو جبو پائي گوڏ ٻڌي، هر ڪلهي تي رکي، ڪوڏر هٿ ۾ ڪڍي هو نڪري پيو ۽ چنگ کي وجي سڏ ڪيائين "چنگ، چنگ . ٻاهر نڪر منھنجا يار.. آرام جو وقت نه آهي، ڌرتي ماءُ ۽ اسان جا فصل اسان کي سڏي رهيا آهن."

چنگ، جيڪو اڪ وينگ جي پاءُ جي حيثيت رکندو هو ۽ ڪنول واري زماني کان صرف ڪمدار رهجي ويو هو تنهن جڏهن وينگ کي پراڻي روپ ۾ ڏٺو ته ڏيو خوش ٿيو. ٻئي گڏجي زمين تي پهتا. هاري هر ڪاهڻ ۽ گڏ ڪيڻ ۾ مصروف هئا. مالڪ کي ساهون ڏسي هنن اجان وڌيڪ محنت سان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. وينگ هڪ هاريءَ کي هٽائي، پاڻ هر ڪاهڻ لڳو. اڄ هڪ ڊگهي عرصي کان پوءِ محنت ڪرڻ ۾ هُن کي هڪ عجيب لذت ۽ مستي محسوس ٿي رهي هئي.

ڪو اهڙو به وقت هو جڏهن وينگ صبح جو سوير زمين تي ويندو هو ۽ اونده ٿيڻ تائين ڊگهي وانگر پنيءَ ۾ پيو ڪم ڪندو هو چو ته تڏهن مسئلو هو پيٽ جو

محنت نه ڪري ها ته پيٽ ڪٿان ڀري ها.. هاڻ اهڙي
ڪابه ڳالهه نه هئي. قدرت ڪيس ايترو ته نوازي ڇڏيو
هو جو ڪيس وڌيڪ محنت ڪرڻ جي ڪابه ضرورت
نه هئي. پر اڄ جڏهن هن ڏکن کي هڪليو ته ڪيس
ڏاڍو لطف آيو. ۽ شام جو جڏهن پگهر ۾ شل، ٿڪ
۾ ساڻو ٿي هو گهر پهتو ته سندس چهري تي اطمينان
جي حڪمراني هئي. هو انهيءَ حالت ۾ سڌو ڪنول
جي پاسي هليو ويو. هُن پنهنجي مُڙس کي اڳ ڪڏهن
انهيءَ حالت ۾ نه ڏٺو هو. هٿ، پير، وار، جسم جو
هر حصو، مٽيءَ هاڻو هو، ڪپڙا پگهر ساڻ ڀسيل هئا ۽
انهن مان پگهر جي باس پئي آئي. وينگ کي انهي
حال ۾ ڏسي ڪنول وائڙي ٿي وئي. پنهنجي نازڪ
نفيس زال کي اچرج ۾ ڏسي وينگ ٽهڪ ڏنو ۽ ڪنول
جا پتڪڙا هٿ پنهنجن مٽيءَ هاڻن هٿن ۾ جهلي چيائين.
"ڏٺئي پنهنجي مڙس جو اصل روپ؟ تنهنجو گهر وارو
دراصل هڪ محنتي هاري آهي. رئيس نه."

اهو ٻڌي ڪنول چيو "خدا نه ڪري جو ائين ٿئي."

وينگ کلندي چيو "ٿئي ڇا منهنجي راڻي، ائين
آهي" ۽ ايترو چئي هو پراڻي گهر ڏانهن هليو ويو.
اڄ ڪيس وهنجڻ ۾ به ڏاڍو مزو آيو. ٿڌو ٺـڌو پاڻي
جيئن ٿي سندس پگهريل ۽ ٿڪل جسم تي پيو ڪيس
ناقابل بيان سُرور حاصل ٿي رهيو هو. محنت جي
خوشي ۽ عظمت ۽ انهيءَ کان پوءِ وهنجڻ ۾ ماني

ڪاڻ سان جيڪو لطف مزور کي حاصل ٿئي ٿو، تنهن
جو اندازو به صرف اهي تا لڳائي سگهن جيڪي پاڻ
مزور هجن.

هاڻي اهو وينگ جو روز جو معمول بڻجي ويو. هن
پابندگيءَ سان پنهنجي زمين تي وڃڻ ۽ پاڻ محنت
ڪرڻ شروع ڪئي. سڄو ڏينهن سج جي روشنيءَ ۾
سخت محنت ڪرڻ جي ڪري سندس رنگ سانئرو ٿي
ويو، جسم سخت ٿي ويو، هٿ مضبوط ۽ ڪُهرا ٿي
ويا ۽ هو اڳي کان وڌيڪ ماني کائڻ لڳو. اولين کي
چڱيءَ پرجاڻ هئي ته هڪ محنتي هاريءَ جي خوراڪ
جا هجڻ گهرجي. هوءَ هر ويلي تي خوشبودار چانور،
گوشت جو شُوروو ۽ بصر اچي وينگ جي اڳيان رکندي
۽ هو پيٽ ڀري کائيندو. وينگ کي هاڻ انهي ڳالهه
جي پرواهه نه هئي. ته سندس محبوبه ڪنول کي بصر
جي ڌپ کان نفرت هئي هاڻ انهيءَ صورتحال ۾ پنهي
عورتن جي حيثيت مٽجي ويئي. ڪنول جي حيثيت
صرف هڪ رانديڪي مثل هئي جنهن سان وينگ
واندڪائيءَ جي وقت ۾ راند ڪندو هو، پنهنجي خواهشن
جي پورائي ڪندو هو.. ۽ اولين وري گهر واري حيثيت
اختيار ڪري ورتي هئي جنهن جو فرض هو ته پنهنجي
محنتي مڙس لاءِ سٺي خوراڪ تيار ڪري، ۽ سندس
خدمت ڪري.

وينگ جو چاچو ۽ چاچي به گهر جي هڪ ڪنڊ

۽ پيا هئا ۽ سڄو ڏينهن ٻنا ڪنهن ڪم ڪار جي پيا
رولندا هئا... ڇاڇو ته نشائي ٻه هو ۽ ڪيس
نشي جي پورائي لاءِ رقم کپندي هئي. پنهنجين ضرورتن
جي پورائيءَ لاءِ هو هر وقت پيو پنهنجي پائڻـي جي
واڪاڻ ڪندو هو، سندس امارت ۽ ذهانت جا گيـت
ڳائيندو هو. گهوٽ ۽ دولت مند ٿي وڃڻ ڪان پـوءِ،
وينگ جي عزت ڪافي وڌي ويئي هئي، گهوٽالا پنهنجي
ضرورت جي وقت وينگ ڪان ٿورڙي وياج عيوض قرض
حاصل ڪري سگهندا هئا، جهيڙي جهٽي وقت ڪانئس
فيصلا ڪرائيندا هئا ۽ ڪيس هنن پنهنجو چڱو مـڙس
چونڊي ورتو هو.

قدرت وينگ تي لاڳيتو مهربانيون پئي ڪنـدي
آئي. هن دفعي ٻه ڏاڍا سٺا مينهن وٺا. مٿان وينگ پاڻ
جو زمين تي موجود رهندو هو ۽ محنت ڪندو هو،
تنهن ڪري ڏمي هارين ٻه گهڻي محنت ڪئي ۽ وينگ
جا گودام اناج سان ڀرجي ويا. هن دفعي جڏهن وينگ
اناج جي وڪري لاءِ مارڪيٽ ويو ته سندس وڏو پٽ
ٻه سائس گڏ هو جيڪو لکي پڙهي هاڻ انهيءَ قابـل
ٿي ويو هو جو خريداري ۽ وڪري جو حساب ڪتاب
ڪري سگهي. اڳ وينگ کي انهيءَ سلسلي ۾ ڏاڍي
تڪليف ٿيندي هئي. هو پاڻ ويچارو اڻ پڙهيل هو. ۽
اما خاطري ڪرڻ لاءِ ته حساب ڪتاب ۾ سائس دوکو
ڪونه ڪيو ويو آهي ڪيس ڪمـترن ئي سالهـن جي

خوشحال ڪرڻي ہوندي هئي. شرمساري ڏار ٿيندي هئس.
پر اڄ سندس پڙهيل پٽ گڏ هو تنهنڪري وينگ کي
ڪو ڊپ ڊاءُ نه هو نه ڪير سائس حساب ۽ حرامپائي
ڪري ويندو... سودو چڪائي جڏهن هو شام جو گهر
ناٿهن تي موٽيو ته سندس پير زمين تي پيائي ڪونه ٿي.
اڄ فخر سان سندس ڪنڌ اوچو هو. پاڻ ته ڪونه پڙهيو
هو، پر پنهنجي اولاد کي تعليم جي زيور سان مالامال
ڪري ڇڏيو هئائين. هاڻ اڳتي اها سندن مرضي هئي
ته هو علم جي حصول لاءِ ڪيترو اڳتي نا وڌن... پٽ
جي تعليمي قابليت جو اندازو لڳائڻ کان پوءِ هن گهر
موٽندي رستي ۾ ئي اهو فيصلو ڪري ورتو ته هاڻ پٽ
جي شادي ڪجي، ڪنهن وڏگهرائي، [illegible] ۽ ساڃهه‌ڻي
نهگر سان... رات جو جڏهن هو ۽ چنگ نويڪلا ٿي
ويٺا نڏهن چانهه پيئندي وينگ، چنگ کي پنهنجي خواهش
کان آگاهه ڪيو ۽ اهو ڪم به مٿس رکيائين ته انهيءَ
مقصد لاءِ ڪا سٺي ڇوڪري ڳولهي هٿ ڪري
سنگ حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪجي.

چنگ اها ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ڇوڪري
جي هوشياري ۽ ذهانت جي واکاڻ ڪيائين ۽ خوشي
سان اهو ڪم پنهنجي ڪلهن تي کنيائين. چنگ کي
پڪ هئي ته ڇوڪري لاءِ سنگ ڳولهڻ ڪو ڏکيو ڪم
نه ٿيندو. ڇوته وينگ کي ڳوٺ ۽ پرپاسي وارا سڀ
ماڻهو سڃاڻندا هئا ۽ ڪين خبر هئي ته وينگ هڪ

امير ڪبير شخص هو. اهڙي ماڻهوءَ جي گهران سڱ
جي ڪنهن ٿي ۽ ڪير انڪار ڪري؟ اهڙو بدنصيب
ڀلو ڪهڙو ٿيندو؟ پر اڄان ڇوڪري جي شاديءَ جو
معاملو وچ ۾ ٿي پيو هو ته هڪ ڏينهن اوچتو ڇوڪري
کي نچاڻ ڇا ٿيو جو هن پنهنجا ڪتاب ۽ ڪاپيون
ڦاڙي ڇڏيون ۽ پٿين سان مٿو ٽڪرائڻ لڳو، وينـگ
ڪيس سنڀالڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڇوڪري ٻيءَ سان
ٻه ڏند ڏنا. اهو ڏسي وينگ پريشان ٿي ويو، ڪيس
سمجهه ئي نه اچي ته ڇوڪري کي ٿيو ڇا.. هو هڪ
سادو سودو ڳوٺاڻو هو؛ ۽ ڪيس دنيا جي ناٽڪن جي
ڪا خبر نه هئي. سو انهيءَ معاملي ۾ به هن چـنگ
سان صلاح ڪئي. چنگ جواب ڏنس ته سُٺي ۽ طاقتور
خوراڪ ۽ پنسي جي گهٽائيءَ تنهنجي پٽ کي عمر
کان اڳ جوان بڻائي ڇڏيو آهي. ۽ اهو سڀ ناٽڪ
انهيءَ ڪري رچائي رهيو آهي جو هاڻ جوانيءَ جي
قوت ڪانئس برداشت نٿي ٿئي. اڄ جڏهن شهر ويو
هوس ته رستي تي سندس پوڙهي استاد ٻڌايو پئي ته
وڏو ڇوڪرو هاڻ پڙهائي ڏانهن ڌيان ڪونه ٿو ڏئي ۽
ڪيترن ڏينهن کان مدرسي ۾ آيو به نه آهي. "اها
ڳالهه ٻڌي وينگ ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو ٿي ويو ۽ جڏهن
انهيءَ سلسلي ۾ هُن پٽ کان سوال ڪيا ته هن نهايت
بدتميزيءَ سان ورائيو ته "آءٌ هاڻ واپار ڪرڻ لاءِ شهر
ٿو وڃڻ چاهيان، هت هن ڳوٺڙي ۾ هاڻ منهنجي لاءِ

ڪجهه به نه آهي. ۽ وڌيڪ پڙهڻ به نٿو چاهيان."

وينگ، جيڪو ماڻ هميشه پنهنجي پيءُ جو فرمانبردار ٿي رهيو هو ۽ جنهن پيءُ ته ڇا پنهنجي ڪنهن ويجهي بزرگ سان به ڪڏهن منهن نه اڙايو هو، سو پٽ جي بدتميزي برداشت نه ڪري سگهيو ۽ لڪڻ کڻي اچي پٽ تان پيو... اهو ڏسي اولين پيءُ ۽ پٽ جي وچ ۾ اچي بيٺي، پر وينگ ساهي نه پٽي... لڪڻ جو وسڪارو ڪندو رهيو جنهن جي ڪري اولين کي به ڌڪ لڳا. پر هوءَ ته به پٽ کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪندي رهي. ۽ ڇوڪرو جيڪو ننڍپڻ ۾ پيءُ کان ڏاڍو ڏڄندو هو ۽ هڪڙي چماٽ تي مُٺ وهي ويندو هوس سو اڄ هيتري مار کائڻ ڪانپوءِ به پنهنجي هٺ تان نه لٿو ۽ پيءُ سامهون اکڙيو بيٺو رهيو. اولين مس مس، وينگ کي ڇڪي ڪمري ۾ وٺي وئي ۽ دروازو بند ڪري، روئڻهارڪي آواز ۾ کيس چيائين "ڄاڻان ٿي ته اوهين سخت ڪاوڙ ۾ آهيو ۽ اوهان کي صدمو رسيو آهي.. پر خدا جي واسطي منهنجي هڪ ڳالهه ٻڌو، پوءِ فيصلو ڪجو ته ڇوڪرو ايترو بدتميز ڪيئن ٿيو آهي.

وينگ، جيڪو ساهه ڀرجي وڃڻ ڪري ڳالهائي نٿي سگهيو سو ڪمري ۾ پيل هڪ اسٽول تي ويهي رهيو. ۽ اولين جي ڳالهه ٻڌڻ لڳو، جيڪا چئي رهي هئي.

"اها مارڪيٽ بيڪار آهي، آءٌ اهو سڀ ڪجهه اکين سان ڏسي چڪي آهيان، تڏهن جڏهن آءٌ وڏي حويلي

۾ ٻانهيءَ جي حيثيت ۾ ڪم ڪندي هئي. انهيءَ
دولت مند گهراڻي ۾ ڇوڪرا جڏهن جوانيءَ جي ماٿري
۾ وک پائيندا هئا ته اهي به انهيءَ قسم جو حرڪتون
ڪندا هئا ۽ وڏي جاگيردار سان منهن ماري ڪندا
هئا ۽ جيڪي ٻانهيون جاگيردار جي بستري تي سمهڻ
کان خارج قرار ڏنيون وينديون هيون، انهن سان هٿ چراند
ڪندا هئا. اوهان کي سمجهڻ گهرجي ته اسان جي
جوان پٽ جي اها آرهه زورائي انهيءَ ڳالهه جي علامت
آهي ته ڪيس سٺي خوراڪ ۽ پئسن سان گڏ هڪ ٻي
شيءِ جي به ضرورت آهي. شايد عورت جي.

پر نوجوانيءَ ۾ ۽ بالغ ٿي وڃڻ کانپوءِ به مون
ته ڪڏهن اهڙيون حرڪتون ڪونه ڪيون هيون. منهنجي
ذهن ۾ ته ڪڏهن عورت جو خيال به نه آيو هو... وينگ
پنهنجي ڪاوڙ کي دٻائيندي چيو.

"توهان جو معاملو ٻيو آهي. توهان ته هڪ محنتي
مزور هئا. جيڪي سڄو ڏينهن زمين ۾ هر هلائيندو هو
۽ سج لٿي مهل ٿڪجي لٿي سمهي پوندو هو. اوهان
کي ته اهڙين ڳالهين متعلق سوچڻ لاءِ به وقت ڪٿي
هوندو هو.. آءٌ ته نوابزادن جي ڳالهه پيو ڪريان جن
کي محنت جو ڪو ڪم نٿو ڪرڻو پوي ۽ وٽن
اهڙيون ڳالهيون سوچڻ لاءِ تمام گهڻو وقت ٿو هجي."

اولين جي واتان عقل منديءَ جون ڳالهيون ٻڌي
وينگ حيران ٿي ويو.. سندس چوڻ بلاشڪ صحيح هو.

ڪيس ته سچو ڏينهن هر ۾ وهٽو پوندو هو ۽ هر وقت
اهو انديشو بيٺو هوندو هو ته اڪيلين ويٺي تي ماني به
ملندي يا نه... اهڙو ماڻهو عورت جهڙي عياشيءَ متعلق
ڪيئن ٿو سوچي سگهي. جڏهن ته سندس پٽ امرزادو
هو، لکيل پڙهيل هو ۽ هاڻ جوان به هو. اهو سوچيندي
هن چيو ”نون نيڪ تي چوڻ اولهن. چنگ جو به اهوئي
خيال آهي. هاڻ آءٌ ڇوڪري جي شادي ۾ دير نه
ڪندس... ائين چئي وينگ ڪنول جي پاسي هليو ويو.

اڄ ڪافي ڏينهن کان پوءِ ڪنول جي ڪمري ۾
گهڙيو هو. ڪنول، سندس غير حاضري جي ڪري اهو
سوچڻ لڳي هئي ته شايد هاڻي هو پنهنجي مڙس لاءِ
ڪشش نه رهي هئي، تنهن وينگ کي ايندو ڏسي،
اٿي وڌي سندس استقبال ڪيو ۽ سندس هٿ پنهنجن
هٿن ۾ جهليندي چيائين ”جي مون کي خبر هجي ها
ته صرف هڪ سال اندر تنهنجي دل پرچي ويندي ۽
تون مون سان نفرت ڪرڻ لڳندين ته جيڪر آءٌ پنهنجي
رنگين دنيا ڇڏي تنهنجي هن بي رنگ گهر ۾ ڪڏهن
به نه اچان ها.“ ائين چئي هن اکين جي ڪنڊن مان
وينگ ڏانهن نهاريو ۽ سندس چهري جا تاثر پڙهڻ جي
ڪوشش ڪيائين. ۽ سندس هٿ کڻي پنهنجن ڳلن تي
رکيائين. وينگ جا هٿ هميشه وري سخت ۽ کهرا هئا.

ڪنول وري چيو ”قيمتي هيرو جيسين انسان جي
هٿ کان پري هوندو آهي، تيسين سندس ئي چمڪ ڏسڻ

وٽان هوندي آهي، پر هڪ دفعو جي اهو هيرو سندس
ڪنڌ جي هار جو حصو بڻجي ويو ته پوءِ انهيءَ جو
قدر ۽ قيمت جهٽ گهٽجيو وڃي. ياد ڪر اهو وقت
جڏهن تون اڃان مون کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوشان
هئين تڏهن تنهنجو ڪهڙو حال هوندو هو... هڪ پل
به مون کان سواءِ گهارڻ تو لاءِ مشڪل هوندو هو.
پر اڄ؟ آءٌ توکي ياد ئي ڪونه آهيان.

وينگ سندس شڪايت ٻڌي چيو "تنهنجي شڪايت
بجا آهي پر اڄڪلهه آءٌ دراصل پنهنجي وڏي پٽ متعلق
پريشان آهيان. جيڪو جوان ٿي چڪو آهي ۽ مونکي
سندس شادي جو فڪر لڳل آهي. پر سمجهه ۾ نٿو
اچي ته ڪيس ڪٿي پرڻايان. اهو به نٿو چاهيان ته
ڪنهن هاري جي ڌيءَ منهنجي گهر ۾ ننهن بڻجي اچي،
۽ شادي جو ڪاروبار ڪندڙن جي مدد به نٿو وٺڻ
چاهيان جو اهي ڪوڙا ڳالهائي غلط سلط سڱ
ڪرائيندا آهن.

اهو ٻڌي ڪنول چيو "انهيءَ ۾ پريشان ٿيڻ جي
ڪهڙي ضرورت آهي... ڪوڪو جو موجود آهي!
پنهنجي ڳوٺڙي ۾ پرپاسي وارن ڳوٺن ۾ ڪهڙو امير
گهرالو آهي جن کي ڪوڪو نه سڃاڻندي هجي. اهو
چئي هن ڪوڪو کي سڏ ڪيو جيڪا ڪجهه گهڙين
کان پوءِ دروازي ۾ ظاهر ٿي... ڪيس ڏسي ڪنول چيو
"تنهنجو مالڪ پنهنجي وڏي پٽ جي شادي تو ڪرڻ

چاهي ڪنهن وڏگهراڻي ڇوڪر سان توکي ڪو گهر سمجهي ٿو؟
ها ڇونه... هڪ ته "ليو" جو گهر آهي. جنهن
جون ڌيئر هاڻي جوان اڃا ٿيون آهن. هو ڪپوٽ جي
مارڪيٽ ۾ سڀ کان وڏو واپاري آهي، شريف گهر
آهي ۽ دولت جي وٽن ڪا ڪمي نه آهي.
ڪهڙو "ليو"؟ اهو ته نه جنهن جو دوڪان پيٽرن
واري دروازي جي پر ۾ آهي؟ وينگ پڇيو.
ها... اهوئي.
ان کي ته آءٌ به سڃاڻان. اسان جي فصل جو وڏي
۾ وڏو خريدار اهوئي ته آهي... جي اتان سڱ ملي
سگهي ته ٻيو ڇا گهرجي.
ڪنول چيو "مون کي اميد آهي ته هو انڪار
نه ڪندا."
وينگ "چيو توکي پڪ آهي ته اهو ڪم ٿي ويندو؟"
توکي ڪوڪو جي قابليت جو اڃان اندازو نه
ٿيو آهي شايد، پر جي ڪوڪو مون کي قائل نه
ڪري ها ته آءٌ تنهنجي گهر واري ٻنهي ڪڏهن به نه
قبوليان ها... هن لاءِ انعام مقرر ڪر... ڪنول چيس.
ڇونه... ڇونه... پر اڄ رات اڃان ترس... آءٌ پنهنجي
دوست چنگ سان صلاح مشورو ڪري وٺان. هو ليو
کي مون کان وڌيڪ سڃاڻي. آخر ڇوڪري جي زندگي
جو سوال آهي... "بهتر" چئي وينگ اتان هليو ويو.
چنگ سان صلاح به ڪيائين ۽ تنهن کان پوءِ به ڪافي

ڏينهن پاڻ انهيءَ مسئلي تي سوچيندو رهيو، تان جو
هڪ ٻيو واقعو به ظهور پذير ٿي ويو.

هڪ ڏينهن صبح جو سوير، جيئن ٿي چانهه پي،
ونگ ۽ چنگ زمين تي وڃڻ لاءِ گهران نڪتا، هنن
وڏي ڇوڪري کي ٽڙندي ٽاهڙندي، گهر ۾ گهڙندي
ڏٺو. هن جو چهرو ڳاڙهو ٿي لڳو ۽ اکيون به ڳاڙهيون
هيس. زمين تي پير به صحيح نٿي پيس. گهر ۾ داخل
ٿيندي هو ٽاهڙجي ڪريو ۽ ڪرنديئي ڪيس الٽي ٿي.
الٽي ڪرڻ کان پوءِ هو ائين ڦٿڪڻ لڳو ڄڻ ڪيس
زهر ڏنو ويو هجي... اهو ڏسي اولين اگهاڙن پيرن ڀڄندي
آئي... ونگ ۽ چنگ ڪيس ڪٺي اندر آڻي ۽ پيل ڪٽ
تي ليٽايو جتي اولين ڪپڙن سان سندس منهن صاف
ڪرائڻ لڳي ۽ چنگ سندس بوٽ لاهڻ لڳو. جڏهن نه
ونگ ڪجهه سوچي اندرئين ڪمري ۾ ويو جتي سندس
ٻيو نمبر پٽ مدرسي وڃڻ لاءِ ڪتاب گڏ ڪري رهيو هو.

پٽ کي مخاطب ٿيندي، ونگ چيو ”رات تنهنجو
وڏو ڀاءُ ڪيڏانهن ويو هو؟“

مون کي خبر ڪونهي... ننڍي پٽ آهستگيءَ سان
جواب ڏنو.

کل لاهي ڇڏيندو سانءِ... نه ته سچ سچ ٻڌاءِ ڇا هو
رات گهر هو؟؟

نه... ننڍي پٽ ڀڄندي ڀڄندي ورائيو.

ته پوءِ ڪيڏانهن ويو هو؟

مون کي خبر نہ آهي...
ڪڏهن جا ڦر... مونسان تو آنهون ڪانهون ڪرئين؟
اهترو چئي وينگ سندس ڪنڌ ۾ ڪٽي هٿ وڌو. ڇوڪري
جو ساهہ منجهڻ لڳو تہ هاتاڙيندي چيائين "ادا ڇهو هو
نہ جي مون ڪنهن سان ذڪر ڪيو تہ هو مون کي
ماري ڇڏيندو."
هڏاه نہ تہ آءٌ تو ساهہ ڪيائين... وينگ اکيـون
ڪرڙيون ڪندي چيو...
ڇوڪري سڏڪا ڀريندي چيو "هو ڪيـترين ئي
راتين کان توهان جي چاچي جي پٽ سان ڪيڏانهن
ويندو آهي... وڌيڪ مون کي خبر نہ آهي...
انهيءَ پر ۾ هڪ ڏاڏو پيو هو. وينگ اهو کنيو ۽
ڀوڙندو اوڏانهن ويو جتي سندس چاچي جو خاندان رهيل
هو. سندس سوٽ موجود هو ۽ نشي ۾ هو. پر عادي
شرابي هئڻ ڪري سندس حالت خراب ڪونہ هئي. نہ
سندس چال ۾ بي ترتيبي هئي، ۽ نہ آواز ۾... سنـدس
ويجهو اچي وينگ وڏي واڪ پڇيو "رات منهنجي پٽ
کي ڪيڏانهن وٺي ويو هئين؟
آءٌ ڪيڏانهن وٺي ويندس. هو پاڻ جوان آهي، جتي
مرضي پوس اتي وڃي سگهي ٿو.
وينگ ڏاڏو الاريندي وري پڇيو... "هڏاه... نہ تہ
اورو ڪري ڇڏيندوسانهہ
چاچي جو پٽ، سوٽ کي اهتري ڪاوڙ ۾ ڏسي

ڏجي ويو. وڏيڪ حجت ڪرڻ بنا چيائين ”وڏي حويلي ۾... جيڪا هاڻ عياشيءَ جو اڏو بڻجي وئي آهي. هڪ رنڊي وٽ...

نالو ڇا آهي ان رنڊيءَ جو؟

رجمي...

وينگ لوهه جي سيخ ڪنئي ۽ وڏي حويليءَ ڏانهن روانو ٿيو. حويلي جو وڏو دروازو جيڪو هميشه بند رهندو هو سو کليل هو. وينگ بنا ڪنهن روڪ جي اندر هليو ويو. حويليءَ تائين پهچڻ لاءِ ڪيس ڪافي پنڌ ڪرڻو پيو. ڦاٽڪ کان حويلي تائين، پڪين سرن سان رستو ٺهيل هو، ۽ رستي جي ٻنهي پاسن وڏا شاهي وڻ هئا. ۽ انيڪ قسمن جا گلن جا ٻوٽا پوکيل هئا. بچيل ميدان ۾ اوسي پاسي جي غريب ماڻهن پنهنجون ڪکائون جهوپڙيون ٺاهي ڇڏيون هيون. هر طرف گند ۽ ڪچري جا ڍير هئا ۽ فضا ۾ ڌپ پکڙيل هئي. هڪ وقت هو جڏهن انهي رستي تان هلندي وينگ ڏڪي رهيو هو ۽ اڄ سندس هٿن ۾ لوهه جي سيخ هئي ۽ قدمن ۾ پختگي ۽ اعتماد..

حويلي جي مرڪزي دروازي تي هڪ پوڙهي عورت اسٽول تي ويٺي هئي جنهن جي منهن ۾ هڪ به ڏند ڪونه هو. ڪيس ڏسي وينگ بيٺو ۽ پڇيائين ”رجمي ڪٿي آهي جيڪا هن حويلي ۾ ڌنڌو پيئي ڪري.

پوڙهيءَ چيس ”اندر هليو وڃ ۽ آخري ڪمري

جي دروازي تي، هٽ هڻ."

وينگ بدمست هاٿي وانگر ڏڪيندو اندر ويو ۽ آخري ڪمري جي بند ٿيل دروازي تي زور سان ٺڪاءُ ڪرايائين. پر پهرئين ٺڪاءَ تي ڪو جواب نه مليس. وري ٻيهر ٺڪاءُ ڪيائين ته اندران نشي ۾ ٻڏل عورت جو آواز آيو "تنگ نه ڪر ڇوڪرا... واپس هليو وڃ.. آءٌ سڄي رات اوهان جا انگل سهندي رهي آهيان ۽ هن وقت منهنجو جسم ڪنهن مرد جو بار نٿو سهي سگهي سمهڻ ڏيو مون کي.

پر وينگ ڪٿي ٿو مڙي. هو ائين ئي واپس وڃڻ لاءِ ته ڪونه آيو هو. سو هن وري دروازي تي هٿ هنيو. نيٺ هڪ عورت دروازو کوليو جيڪا جواني جي سرحدن کي عبور ڪري چڪي هئي. سندس اکيون سڄي رات جاڳڻ جي ڪري ۽ نشي واپرائڻ ڪري ڳاڙهيون هيون ۽ سڄيل هيون، چهري تي ڏندن جا نشان هئا ۽ چپن جي لالي پکڙيل هئي.

هن دروازو کوليندي چيو "صبح رات اچجان. هينئر آءٌ توکي ڪو مزو نه ڏيئي سگهنديس. عورت ٿڪل ٿڪل، اڪڙيل لهجي ۾ چيو.

آءٌ ڪو مزو يا لطف حاصل ڪرڻ ڪونه آيو آهيان. تنهنجي پٽ متعلق معلومات حاصل ڪرڻ آيو آهيان.

ته پوءِ جلدي ٻڌي وٺ مون کي سمهڻو آهي.

ڇا هو رات تو وٽ آيو هو؟

مون وٽ هڪ ئي رات ۾ ڪيترائي نوجوان ايندا آهن. ڪهڙي خبر تنهنجو پٽ ڪهڙو آهي.

هو سنهڙو ۽ ڊگهو آهي. اڃان مس جوان ٿيو آهي.

سائس گڏ پيو به هو؟ جيڪو ٻاڏو آهي ۽ سندس نڪ پڪوڙي جهڙو آهي.؟

هاها اهو منهنجو سوٽ آهي.

ته پوءِ تنهنجو پٽ جنهن کي مرد بڻجڻ جو شوق آهي سو هتان وڃي چڪو آهي. تون هاڻ وڌيڪ ڇا ٿو چاهين؟

صرف اهترو ته جي هو ٻيو دفعو تو وٽ اچي ته کيس اندر نه اچڻ ڏجان.." اهو چئي وسنگ ڪجهه سڪا ڪڍي جميءَ جي تريءَ تي رکيا ۽ چيائين "اهي پيشگي اٿئي. جي تو ائين ئي ڪيو جيئن مون چيو آهي ته آءٌ باقاعدگيءَ سان توکي ڪجهه نه ڪجهه ڏيندو رهندس."

جميءَ ورائيو "قبول آهي. هاڻ هن عمر ۾ مونکي مردن جي ضرورت آهي، اهي ڳتي ڳاڙها ڇورا ته الٽو منهنجي تن ۾ لڳل باهه کي وڌيڪ ڀڙڪائين ٿا.

پوءِ انهيءَ ڏينهن شام جو ڪنول جي ڪمري ۾ وينگ ڪوڪوءَ کي هدايت ڪئي ته "صبحاڻي لي جي گهر وڃي شاديءَ جي ڳالهه پڪي ڪري اچ. لي لالچي ۽ ڪنجوس انسان آهي، کيس اهو به چئج ته اسان کي ڏيج جي به ضرورت نه آهي." پوءِ هن

ڪوڪو کي به ڪجهه سڪا ڏنا ۽ اتان سڌو پنهنجي
چاچي جي پاسي ويو. چاچي ڪيس ڏسي طنز ڀريل لهجي
۾ چيو "اڄ اڄ وينگ" اڄ هن پاسي ڪيئن ڀُلجي پيئين.
پر وينگ سندس ڳالهه اڻ ٻڌي ڪري چيو "آءٌ اهو
معلوم ڪرڻ آيو آهيان ته ڇا مون پنهنجي ڇت هيٺ
ڏانگن ۽ ٻلائن کي پناهه ڏني آهي؟"

چاچي حيران ٿي پڇيو.. آءٌ تنهنجي ڳالهه نه سمجهيس.

ان تي وينگ ڏک ڀريءَ لهجي ۾ سڄي ڳالهه چاچي
کي ٻڌائي.. جنهن تي هن ٺهڪ ڏيندي چيو "صفا ڪو
پورو آهين وينگ.. ڀلا ڪنهن کي جوان ٿيڻ کان
تون ڪيئن ٿو روڪي سگهين" ڇا تون ڪنهن ڪتي
کي ڪتيءَ کان دور رکي سگهندين.؟

اهو ٻڌي وينگ چيو "مون کي توکان انهيءَ جواب
جي اميد ڪونه هئي چاچا" آءٌ اهو چوڻ آيو آهيان
ته جي تو وٽ مون لاءِ همدرديءَ جا ٻه لفظ به نه آهن،
ته مون وٽ به تو لاءِ ڪجهه نه آهي. نه رهڻ لاءِ جاءِ
نه کائڻ لاءِ خوراڪ...

ڀرو ٿي ڳالهاءِ وينگ.. توکي خبر نه آهي ته تون
ڪنهن سان مخاطب آهين. ڇا تون نٿو ڄاڻين ته ڳوٺ
جي سڀ کان امير شخص جي گهر ۾ ڏاڙو ڇو نٿو
لڳي، سندس اناج جي گودامن مان ڦر ڇو نٿي ٿئي
جڏهن ته اوسي پاسي جو هڪوئي زميندار ۽ وڏو مالهو
ڏاڙيلن جي سرگرمين کان بچيل نه آهي؟ ايترو چئي

هن پنهنجي چوغو جا بٽڻ کوليا. سندس سيني سان هڪ
ڳاڙهي ڏاڙهي ۽ هڪ ڪارو نقاب ٻڌل هو.

غور سان ڏس پائيٺا.. اهي نشانيون هن علائقي جي
خطرناڪ ترين ڌاڙيلن جي سردار جون آهن جيڪي ان
۽ دولت ڦري مالڪن کي ڪنهن ڇڏيندا آهن پر
تنهنجو گهر انهيءَ ڪري محفوظ آهي ۽ اوهين انهيءَ
ڪري زنده آهيو جو ڌاڙيلن جو سردار بڪاري وانگر
تنهنجي نڌي تي پيو آهي.

چاچي جون ڳالهيون ٻڌي وينگ کي ڄڻ نانگ
سُنگهي ويو. اهڙو ڪنچي جهڙي پيت... ته اهو سبب هو
جو سندس دولت ۽ آن سان پريل گودام ڌاڙيلن جي
ڪارروائين کان محفوظ هئا... هن ته ائين پئي سمجهيو
ته ديوتا مٿس مهربان آهن ۽ سندس دولت جي
حفاظت ڪري رهيا آهن. هو ماڙي ڪري چاچي جي
ڪمري مان نڪري آيو ۽ شام جو چاچيءَ کي سئين
لاءِ نوان ڪپڙا تيار ڪرڻ لاءِ ۽ چاچي جي تماڪ ۽
نشي جي ضرورتن پوريون ڪرڻ لاءِ چانديءَ جا سڪا
ڏنائين... هاڻ ته چاچي جي ضرورتن جو خيال رکڻ ويتر
مٿس فرض ٿي ويو هو.

هوڏانهن ڪوڪو، ليو سان ملي سڱ جي ڳالهه
پڪي ڪري آئي هئي. ليو کي انهي سڱابنديءَ تي
ڪو اعتراض نه هو، پر هو هن وقت ڇوڪريءَ جي
رخصتيءَ لاءِ تيار نه هو. سندس ڌيءَ جي عمر اڃان

مرف چوڏهن سال هئي ۽ هن ٿن سالن کان پوءِ شادي
ڪرائڻ جي ڳالهه ڪئي. باقي في الوقت هو مڱڻي
ڪرڻ ۾ راضي هو. اهو وينگ جي پريشانين جو حل
ڪونه هو. سندس پٽ تي نفساني خواهشن جو غلبو
هو ۽ هو پنهنجون خواهشون پوريون ڪرڻ لاءِ رنڊين
رٽ وڃڻ مجبور هو ۽ شراب جو سهارو به ڳوليئي رهيو
هو، جنهن جي ڪري وينگ جلد از جلد قانوني ۽ اخلاقي
ءدن اندر هڪ نوجوان ڇوڪري سندس حوالي ڪرڻ
چاهي ٿي جيئن هو آواره ۽ رول ٿيڻ کان بچي وڃي.
ر هاڻ ڇا ٿي ني سگهيو. هن پنهنجي ذهني پريشانين
کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ ڪجهه طور پنهنجي
ندگي وري ڏرتي لاءِ وقف ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽
وز صبح جو ڪنهن معمولي هاريءَ وانگر هر ڪلهي
ي رکي، ڪوڏر هٿ ۾ ڪٺي ڏڳن کي هڪليندو اچي
ىن تي پهچندو ۽ پوءِ سڄو ڏينهن هر پيو ڪاهيندو
و.. گهريلو مسئلن کان منهن موڙي هن ذهني سڪون
ي حاصل ڪرڻ چاهيو پر هيڏانهن به ڪٿ خير ڪونه
و. قدرت کي ٻيو ڪو تماشو ڏيکارڻو هو. هڪ ڏينهن
بح جي ٿڌي هوا جو مزو وٺندو، ڪو گيت جهونگاريندو
ىئن وينگ ۽ ڇنگ زمينن ڏانهن ٿي ويا تيئن آسمان
ي اوچتو مٽيءَ جا ڪڪر ڇانئجي ويا ۽ ڪجهه دير
طوفان اچي سندن مهمان ٿيو. جڏهن طوفان جهڪو
و، ۽ اکيون ڏسڻ جي قابل ٿيون ته وينگ ڏٺو پريان

ڪجهہ مکڙ مٺا پيا هئا... شايد مٿيءَ جو طوفان ڪين سندن ولر ڪان ڏار ڪري ڪٿي آيو هو. يعني، ماکڙ جو حملو ٿيڻ وارو هو ۽ مکڙ ڪٿي ويجهوئي موجود هئا.. انهيءَ خيال ايندڙي چنگ جي چهري تي نراسائي جا ڪڪر چانڊجي ويا وينگ بہ پريشان ٿي ويو چئني طرفن ناچ جا سلا ڪر ڪنيو بيٺا هئا، پر اجان لڏڻ جي منزل ڏور هئي، مکڙن جو لشڪر، ديوتائن جي قهر جي صورت ۾ تمام تيزيءَ سان سندن ڳوٺ ڏانهن وڌي رهيو هو ۽ هو پنهنجي محنت کي بچائڻ لاءِ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهيا؟ لسٽ مڪڙن اچي سندن ڳوٺ ۾ ديرو ڄمايو.. ڪروڙن، اربن جي تعداد ۾ ڳاڙها ۽ پيلا مکڙ فصلن ۾ ڪاهي پيا.. زمين تي سواءِ مکڙن جي ٻيو ڪجهہ بہ نظر نٿي آيو... فصل وڻ، ٻڻ، گهر، جهنگ جهر... مطلب تہ هر هنڌ مکڙئي مکڙ هئا. ان جي هڪ هڪ ٽلي تي سوين مکڙ چهٽل ڏسڻ ۾ ايندا هئا.. هاري ويچارا پنهنجي رت ۽ پگهر جي ڪمائي ائين ضايع ٿيندي ڏسندا رهيا، سڄو ڏينهن مکڙن کي ماريندا هئا ۽ باهہ تي پچائي ڪائيندا هئا، مکڙ سندن روزگار کائي رهيا هئا ۽ هي خود مکڙن کي کائي رهيا هئا پر مکڙ گهٽا هئا، انسانن جو مکڙن سان پهچڻ محال هو. هڪ هفتي اندر، ڏرتي ماءُ جڻ بيواهہ ٿي ويئي. سنڌس سولهن، سنڌس سهاڳ، سنڌس زندگي، يعني فصل چٽ ٿي ويا. ماکڙ پنهنجو ڪم

تباهي ۽ علائقي ۾ کين ڪري وري پورو ڪم
پچا، هار سندن مزور، هاري، هت وئي. تي رواني مچائي
به جا وينگ جيتوڻيڪ لڳا مرڻ بک بيءَ، ماهه پوڙها
مرڻ بک ڪيس به ته پر هئا، ويا تباهه فصل سمورا
سان اناج گودام سندس هو. ڪونه لاحق انديشو جو
هو. جام چاندي ۽ سون موتي هيرا وٽس ۽ هئا ريل
ويچارا مزور هاري ويو. تي سو هو ٺهيو جيڪي
ذريعو جو پيٽ سندن ويا.. جنمي وري پچائي ٽڪ ڪ
ڪيڏانهن پيو چڏي کي انهيءَ هئي تي ماهه ترتي ها
بک کين جنهن هو ماڻهو چڱو زميندار سندن ها؟ وڃن
بيروزگاري انهيءَ کين ۽ ...هو ورتو بچائي کان مرڻ
۽ بعد ..هٿائين ڏنو قرض لاءِ آکرڻ مان دور باري
هڪ هو ڪري تنهن هئن، موجود اڃان ساهه ڪجهه
هئا رهيا ڪري جدوجهد ۽ هئا بيٺا اٿي وري فعو
لاءِ. رهڻ نده

هو. چڪو تي ٽيڪ هاڻ پٽ جو وينگ هوڏانهن
۽ هو ويو اچي پنجو کي زوراين ارهه ۽ ارڏاين سندس
جڏهن ڏينهن هڪ هو. لڳو رهڻ خاموش وقت گهڻو او
ڪري تياري جي وڃڻ تي زمينن گڏ سان چنگ وينگ،
اوهين جي ”چيائين ڪيس ۽ ويو وٽ پيءُ هو هو، پيو
شهر کي مون ته رکڻ جاري تعليم آءٌ ته ٿا چاهيو
پڙهي آءٌ ڪجهه جيڪي هتي ڏيو. اجازت جي وڃڻ
هاڻ هتي ...اٿم ڪيو پورو پڙهي سو ئي سکيس

وڌيڪ پڙهڻ ممڪن نہ آهي.

وينگ غور سان پنهنجي تخم ڏانهن نهاريو. هو ڏڍ جو ڏکيو ۽ سنهڙي جسم جو مالڪ هو. سندس مٿين چپ، ڪاڏيءَ ۽ ڳلن تي ڏاڙهي مڇن جي سانول آڳي آئي هئي. پر هو اهڙو نٿي لڳو جهڙو مردن کي هجڻ گهرجي. وينگ چيس "شهر وڃڻ جي ضرورت نہ آهي. مونسان زمينن تي هل. هر ڪاهي، محنت ڪر ۽ مرد ٿي، تون هن وقت مرد نہ پر عورت ٿو لڳين." چوڪري ڪنڌ جهڪائي آهستگيءَ سان چيو "آءٌ توهان جي فيصلي جو انتظار ڪندس. مون کي ڪا تڪڙ نہ آهي پر توهان فيصلو ڪندي جلدبازيءَ جو مظاهرو ڪندا آهيو."

ٽنهن ڏينهن شام جو ٽڪل ٽڪل وينگ گهر پهچي، سنان پاڻي ڪري، نوان ريشمي ڪپڙا پاتا ۽ ڪنول مُرڪي سندس آڌرڀاءُ ڪيو ۽ چيائين "توهين رات جو مون وٽ رهو، يا پرائي گهر وڃو، پر رات جي ماني ضرور مون سان گڏ کائجو. ڪوڪوءَ توهان لاءِ تيتر تريا آهن. هوءَ چنگ ڪان به تتر ڦري آئي هئي جيڪو چه تتر توهان جي پهرين زال لاءِ کڻي هئي ويو. چنگ کي سمجهايو تہ هو غلط ورتي نہ ڪري.

چگو چگو.. آءٌ چئي ڇڏيندس ۽ اڄ ماني هتي ئي کائيندس، پر خبر نہ آهي ڇو مون کي گهٽي بڪ هن پاسي محسوس ٿيندي آهي. ايترو چئي وينگ ڪنول جي نرم ريشمي بستري تي آهلي پيو.. ڪنول ڪجهہ

دير خاموش رهڻ کان پوءِ چيو ”هيڏو اٿم وڏو پٽ اڄڪلهه توهان جي ڳالهه نٿو مڃي؟ هو شهر وڃڻ ٿو چاهي؟

ها اهو صحيح آهي، پر آءٌ کيس شهر وڃڻ جي اجازت نه ڏيندس، کيس اتي ئي رهڻو پوندو... توهان اجايو ضد ڇو ٿا ڪريو. جوان پٽ آهي، سندس خواهش توهان کي پوري ڪرڻ گهرجي. اهو منهنجي سوچڻ جو مسئلو آهي، تون پنهنجي ذهن کي نه ٿڪاءِ.

رات وينگ ڪنول سان گڏ گذاري. ٻئي ڏينهن سج جا پهريان ڪرڻا اڃان مس زمين تي پهتا ته وينگ اٿي ويٺو ۽ هو زمين تي وڃڻ جي تياري ڪرڻ لڳو. ڪنول بدستور سُتي پئي هئي. کيس احساس ئي نه هو نه مڙس کي ڌنڌي ڪاروبار تي موڪلڻ لاءِ تيار ڪرڻ زال جو فرض هو. هن کي ته بس ايتري خبر هئي ته زال جو فرض مڙس سان گڏ سمهڻ ۽ کيس لذت پهچائڻ آهي.

فصل تيار هو. وينگ جي مرضي هئي ته هيل جلد از جلد لاٻارو وجهي فصل لُٽي ونجي ڪٽي اٿين نه ٿئي جو هو سستيءَ ۾ رهي وڃن ۽ هن دفعي وري فصل ۾ ماڪڙ اچي پوي. هُن پاڻ ۽ سندس هاريـن ڏينهن رات هڪ ڪري فصل لُٽي ورتو. اناج جا گودام هڪ دفعو وري ڀرجي ويا. سندس دولت ۾ تمام گهڻو اضافو ٿي ويو ۽ هو سڀ ڪجهه وساري، صرف پنهنجين ٻنين جي حوالي ٿي ويو. گهرجي مسئلن ۽ فڪرن کي

پنهنجي دماغ مان ڪڍي ڦٽو ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ ميدان ۾ ڇا ٿي رهيو هو تنهن جو ڇڻ ته هاڻ وينگ سان ڪو واسطو نه هو.

اولين ته اڪ ٿي صبر سان رهڻ جو گهر ميڪي ورتو هو.. هو پنهنجو وقت پنهنجي ٻارن پوڙهي سهري ۽ مڙس جي خدمت ۾ گذاري ڇڏيندي هئي.. ڪنول جهڪا هاڻ اڳي جهڙي سنهڙي سيڪ نه رهي ۽ سندس جسم تي چڱي خاصي چربي چڙهي ويئي هئي، ۽ سندس پوليه ۽ آرهه ڳرا وڏا ۽ سڏول ٿي ويا هئا ۽ چهرو به سمرقندي صوفن جهان پرپل پرپل ۽ ڳاڙهو لڳندو هو سا سڄو ڏينهن ڦانهه تي پلنگ تي پيئي هوندي هئي، ۽ هر وقت ڪجهه نه ڪجهه کائڻ ۾ مصروف هوندي هئي. ڪوڪو بدستور سندس خدمت گذاريءَ ۾ حاضر رهندي هئي، هوءَ يا ته رڌلي ۾ ڪنول جي کائڻ لاءِ ڪو طعام تيار ڪرڻ ۾ مشغول نظر ايندي يا وري ڪنول جي جسم تي مختلف قسمن جي تيلن جي مالش ڪندي نظر ايندي. ڪنول جوان ڪونه هئي پر هوءَ خود کي جوان رکڻ لاءِ سوين جتن ڪندي هئي ڇو جو ڪيس احساس هو ته وينگ وٽس صرف انهيءَ جسم ۽ سونهن جي ڪري ايندو هو، جنهن ڏينهن سندس جسم تي پوڙهپڻ جا آثار ظاهر ٿيا ۽ جنهن ڏينهن وينگ کي جسماني آسودگي نه نصيب ٿي اهو ڏينهن سندس ڪنول وٽ سهماڻيءَ جو آخري ڏينهن ثابت ٿيندو.

وينگ جو وڏو پٽ هاڻ اڪيلائي پسند ٿي ويو هو. هو نه ڪنهن سان ڳالهائيندو هو، نه ملندو هو نه گهر جي معاملن ۾ دلچسپي وٺندو هو. هڪ ڪمري ۾ بند هر وقت ڪجهه لکڻ ۽ پڙهڻ ۾ مگن هوندو هو. گهر واري محاذ تي سک ۽ شانتي هجڻ ڪري وينگ کي به ڪو فڪر نه هو. ته اوچتو هڪ ڏينهن اولين کيس ٻڌايو "تنهنجو وڏو پٽ، تنهنجي غير حاضري ۾ هني اڳڻ تي وڃڻ لڳو آهي." اها ڳالهه ٻڌي وينگ کي بخيلي وٺي وئي ۽ اولين کي دپ ڪيندي چيائين "اهڙي ڳالهه ڪندي توکي شرم اچڻ کپندو هو. ڪنول ڪجهه به آهي، پر منهنجي زال آهي ۽ اها ڳالهه منهنجو پٽ به ڄاڻي ٿو."

پر اولين چيس ته پوءِ ڪنهن ڏينهن جڏهن سڀ اهو سمجهن ته توهان زمين تي ويا هليا آهيو، واپس گهر اچي پنهنجي اکين سان اهو تماشو ڏسي وٺجو.

وينگ انهيءَ رات سمهڻ لاءِ ڪنول ڏانهن ويو. اڄ هن ڪوبه اهتمام نه ڪيو هو، يعني جنهن حال ۾ هو تنهن ۾ هليو ويو. بستري تي ليٽي جڏهن هن ڪنول کي پنهنجي ڀاڪر ۾ گرفتار ڪرڻ چاهيو تڏهن هو نفرت ڀرئي انداز ۾ پاڻ ڇڏائي پريان پيل ڪرسيءَ تي وڃي ويٺي ۽ چيائين "مون وٽ اچڻ ته وهنجي خوشبو لڳائي پوءِ ايندو ڪر. تنهنجي جسم مان جهڪا ڌپ پئي اچي سا مون کان برداشت نٿي ٿئي.

اڄ ڪافي ڏينهن کان پوءِ وينگ کي جسماني آسودگي حاصل ڪرڻ جي خواهش ٿي هئي سو ڪنول جو اهو روپ ڏسي ٻاهه ٿي ويو ۽ وينديءَ وينديءَ چوندو ويو ته ”هاڻ اِتو کي هميشه اڪيلائيءَ جي ٻاهه ۾ جلڻو پوندو.“

وينگ جو ذهن عجيب عجيب خيالن سان ڀرجي ويو. هو سوچڻ لڳو ته ڇا اولين جيڪي ڪجهه چيو هئي سو واقعي صحيح هو؟ ڇا ڪنول هڪ ننڍي نيٽي، جوان ۽ گرم، جذبن ۽ آرزوئن سان ڀريل وجود جي خون جي گرمي حاصل ڪري ڪانئس نفرت ڪرڻ لڳي آهي؟ سندس پٽ هاڻ ڇو ڪنهن رنڍيءَ وٽ نٿو وڃي ڇا انهيءَ ڪري ته جنهن مقصد خاطر هو رنڍي وٽ ويندو هو سو هاڻ گهر ۾ ئي پورو ٿي رهيو آهي؟ ڇا ڪنول کي اها خبر نه آهي ته اهو نوجوان جنهن مان هوءَ لذت حاصل ڪري رهي آهي، سندس مڙس جو پٽ آهي؟ ۽ ڇا سندس پٽ کي انهيءَ حقيقت جي ڄاڻ نه آهي ته جنهن عورت جي آغوش مان هو پنهنجون خواهشون پوريون ڪري رهيو آهي سا سندس پيءُ جي زال آهي؟؟ ڇا دنيا ۾ ائين به ٿي سگهي ٿو؟ ڇا رشتا ايترا انڌا به ٿين ٿا؟؟ جيئن جيئن هُن سوچيو ٿي تيون ڳالهيون ٿي ذهن ۾ پيدا ٿيون. تنهن ڪري فيصلو ڪيائين ته اولين جي صلاح تي عمل ڪري پاڻ حقيقت معلوم ڪندو. ۽ ٻئي ڏينهن هن رڙ ڪري چيو ”ته

ٽڪ ٽي ٻج جي خريداري لاءِ شهر وڃي رهيو آهيان ۽ دير سان موٽندس، منهنجي ماني زمين تي نه موڪلجو.“ اِنڊرو چئي هو گهر مان نڪري ويو. ڪافي پنڌ ڪري رستي جي هڪ پاسي هڪ گهاٽي وڻ جي ڇانوَ ۾ ويهي وقت گذرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو. منجهند مهل هن واپس گهر وڃڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٽڪل ٽڪل انداز ۾ گهر ڏانهن وڃڻ لڳو. اها سوچ ئي هُن لاءِ ذهني اذيت جو سبب هئي ته جڏهن هو گهر پهچندو تڏهن ڪنول ۽ پنهنجي پٽ کي هڪٻئي جي ڀاڪرن ۾ ڏسندو.. اها ڪنول جنهن لاءِ هن پنهنجي گلندڙ ڪڏندڙ خوشين سان ڀمتار زندگي برباد ڪئي جنهن جي هر خواهش پوري ٿي ڪيائين، سا ساڻس اهڙو دولاب ڪندي، سو هن ڪڏهن خوابن ۾ نه سوچيو هو.

هو ٻليءَ وانگر پير پير ۾ پائي گهر ۾ گهڙيو ڪو آواز ڪرڻ بنا ڪنول جي ڪمري وٽ پهتو. اندران سندس پٽ جو آواز اُچي رهيو هو.

وينگ جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو. اکيون ڳاڙهيون ٿي ويس ۽ دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز ٿي ويس. هو اهڙيءَ ريت ساهه کڻي رهيو هو جڻ ميلن پنڌ تان ڊوڙندو آيو هجي. هن واپس پنهنجي ڪمري ۾ اچي لڪڻ ڪنيو ۽ واپس ڪنول جي ڪمري ڏانهن ويو. اندران اڃان به آواز اچي رهيا هئا ۽ کين ڪا خبر نه هئي ته سندن چوري پڪڙجي پئي آهي متن عذاب

نازل ٿيڻ وارو آهي” وهنگ اندر گهڙيو ته ڪنول کي
پلنگ تي ليٽيل ڏٺائين، سندس جسم تي اهڙو لباس
هو جنهن مان جسم جو هر انگ پڌرو هو. سندس اکين
۾ سرور هو ۽ چهري تي اڻ لکي خوشيءَ جا اڻ ڳڻيا
تاثر ۽ سندس پٺ منهن اهڙيءَ ريت جهڪيل هو ڄڻ
کيس پيار ڪري رهيو هجي.

وهنگ روڙهه ڪري وڃي پٺ تان پيو ۽ لٺين جو
وسڪارو ڪري ڏنائين. ڇوڪرو اوچتي حملي جي ڪري
پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪجهه به نه ڪري سگهيو ۽ رڙيون
ڪرڻ لڳو. هونئن به هو اڃان ڪچڙو جوان هو ۽
وهنگ مضبوط، محنتي هاري، تنهن مان ڇوڪري جو
ڇٽڻ محال هو. ڪنول کيس بچائڻ لاءِ وچ ۾ آئي
ته وهنگ کيس به سهڙي رکيو. ڪنول ته نازڪ جسم
جي مالڪ هئي جنهن کي ڪڏهن ڪنهن ڪک به نه هنيو
هو، سا ڀلا اهڙي مار ڪيئن برداشت ڪري ها، ڪن پل
۾ ڍيري ٿي پئي. وهنگ جو پٽ به بيهوش ٿي ويو ۽
هو کيس گهليندو ڪنول جي ڪمري مان ٻاهر ويو.
ڇوڪري جي نڪ ۽ منهن مان رت جاري هو.

ڇوڪري کي ٻاهر ڇڏي هو وري ڪنول جي
ڪمري ۾ آيو جنهن جي جسم تان سنهڙو ريشمي لباس
هاڻ بالڪل لهي ويو هو ۽ اگهاڙي پئي هئي.. وهنگ
کي وري ايندو ڏسي هوءَ سندس پيرن تي ڪري پئي
۽ روئڻهارڪي ٿي چيائين ”توهان ڇو مون کي ۽ پنهنجي

پٽ کي مارڻ نٿا چاهيو؟ ماءُ ۽ پٽ جو رشتو اهڙو نه هوندو آهي جنهن تي ڪنهن به قسم جو شڪ ڪجي. اعتبار ڪريو ها اڄ پهريون دفعو آيو هو ۽ ڪوڪوءَ کي چوڻ آيو هو ته جلد سندس شاديءَ جو بلو ڪرائي.

پر وينگ کي انهيءَ ڳالهه تي اعتبار نه آيو.. هن ڪنول تي ٺڪيو ۽ سندس ڪمري مان نڪري ويو. ٻئي ڏينهن هن وڏي پٽ کي شهر وڃڻ جي اجازت ڏني ۽ چيائينس هاڻ تنهنجو هن گهر سان ڪو واسطو نه آهي. وڃي ڪمائي زندگي گذار، سمجهه ته تون يتيم آهين.“

چوڪري وينگ کي ڪو جواب نه ڏنو ۽ جڏهن موڪلائڻ لاءِ ماءُ جي ڪمري ۾ پهتو ته اولهن نفرت وچان پنهنجو منهن ڦيري ڇڏيو.

# باب سورهون

وڏي ڀٽ جي وڃڻ کان پوءِ وينگ سُنگ جو ساهه کنيو. سندس حرڪتن وينگ کي ڏاڍو پريشان ڪيو هو. هاڻ هن پنهنجي اولاد تي ڌيان ڏيڻ شروع ڪيو، متان انهن سان به ڪو ڏڦي وڃي.. سندس ننڍو پٽ جسماني طور تي اهڙو نه هو جهڙو سندس گڏ زمين تي محنت جو ڪم ڪري سگهي، اهو سوچي هن فيصلو ڪيو ته کيس ڪنهن ڪاروبار ۾ لڳائجي" پهي ڏينهن هن ڪوڪوءَ کي چانديءَ جا ڪجهه سڪا ڏيندي چيو "تون وڏي پٽ جي سهري وٽ وڃ ۽ کيس چئو ته آءٌ سالس هڪ ضروري معاملي ۾ صلاح مشورو ڪرڻ چاهيان ٿو. پوءِ هو اسان جي گهر اچڻ پسند ڪري يا آءٌ اوڏانهن وڃان. تنهن سان ڪو فرق نٿو پوي."

ڪوڪو سچ لٿي مهل موٽي آئي ۽ وينگ کي چيائين "محترم ليو صبحاڻ شام جو پنهنجي گهر توهان جو منتظر رهندو." ۽ پوءِ لهجي ۾ وڏيڪ مليان پيدا ڪري چيائين، سرڪار هو اهڙو امير ۽ وڏو ماڻهو نه آهي جيترا اوهان آهيو.. پنهنجي مرتبي ۽ حيثيت جي شايد خود اوهان کي خبر نه آهي.. ليو سان ڪو به معاملو ڪندي انهيءَ ڳالهه جو خيال رکجو.

”وقت بي وقت مشورا ڏيڻ لاءِ مهرباني. اُهو صبحاڻي
مقرر وقت تي پهچي ويندس. هن ڏينهن عاليشان ريشمي
لباس ۽ چمڙي جي اعليٰ جتي پائي، وارن کي تيل
۽ جسم کي عطر لڳائي هو ليو جي گهر پهچي ويو.
دروازي تي هڪ پوڙهي ماڻهوءَ سندس آڌرڀاءُ ڪيو
۽ ملاقاتي ڪمري ڏانهن رهنمائي ڪيائين.. ڪن پل
کان پوءِ ليو به اچي پهتو... رسمي عليڪ سليڪ ۽
خير خيريت جي سٽا سٽا کان پوءِ وينگ هڪدم مقصد
جي ڳالهه شروع ڪئي. اُهو هڪ ڪم سان آيو آهيان
محرم ليو.. تون شهر جو سٺو واپاري آهين ۽ منهنجو
ننڍو پٽ اهڙو نه آهي جيڪو زمين جو سينو چيري
ان ۾ ٻج ڇٽي ۽ فصل اُپائي سگهي.. اُهو چاهيان ٿو
ته ڪيس پاڻ سان گڏ ڪاروبار ۾ لڳا ۽ ڪيس ڪاروباري
اصول سيکار.. هو توکان ڪو پگهار نه وٺندو، اُلٽو
اُهو توکي انهيءَ خدمت عيوض ڪجهه رقم ڏيندس ۽
انهيءَ سان تون پنهنجي ڪاروبار کي وڌائج ۽ منهنجي
پٽ کي پگهار به ڏج، پر ڪيس اها خبر نه پوي ته هو
توکان پگهار ٿو حاصل ڪري. ۽ نه ساڻس ڪو لحاظ
ڪج.. ڪيس پنهنجو نوڪر سمجهج.. بس اهڙو ڪج
جو ڇوڪرو ڪاروبار ۾ قابل ٿي وڃي ۽ ڪيس احساس
ٿي وڃي ته زندگي ڪو رنگين خواب نه آهي.

ڇا هو ڪجهه پڙهيل آهي؟ ليو پڇيو.

ها.. هو حساب ڪتاب ڪري ٿو ڄاڻي ۽ انگ

ڇڏائي ٿو سگهي.” ايترو چئي وينگ هڪ ٿيلهيءَ مان
چانديءَ جا پنج سئو سڪا ڪڍي ليو کي پيش ڪيا.
هن جهٽ ۾ سڪا پنهنجي قبضي ۾ ورتا ۽ چيائين
انهن جي ڀلا ڪهڙي ضرورت هئي.” ظاهر آهي ته
اهو جملو صرف رسمي طور چيو ويو هو...

ليو چيو ”تنهنجو پٽ منهنجو پٽ آهي.. آءٌ کيس
جلدئي ڪاروباري گُرن ۾ ماهر ڪري ڇڏيندس، پر
منهنجو هڪ شرط آهي..

سو وري ڪهڙو؟

”منهنجي ڀي ڌيءَ به جوان ٿي رهي آهي، توکي
پنهنجي پٽ کي منهنجو ناٺي بنائڻو پوندو...

وينگ ڪلندي چيو ”تون سچو پچ و ڪاروباري
آهين. مون کي تنهنجو اهو شرط به منظور آهي.. تنهن
ڏينهن وينگ جڏهن گهر موٽيو ته ڪنول ڏانهن وڃڻ
بدران اولين وٽ آيو. اڄ هن تمام ڏکي عرصي کان
پوءِ پنهنجي غمگسار ۽ همدرد زال ڏانهن غور سان
نهاريو.. اولين ۾ تمام گهڻي تبديلي اچي وئي هئي..
سندس چهري ۽ جسم تي گوشت بالڪل نه رهيو هو
۽ اکين ۾ معمولي چمڪ به نه هئس.. وينگ جڏهن
کيس ننڍي پٽ جي مڱڻي جي ڳالهه ٻڌائي ته به هن
ڪنهن خوشيءَ جو اظهار نه ڪيو.. اولين کي غمن
کائي ڇڏيو هو ۽ هوءَ فڪرات جي ڏڍن ۾ قابو ٿي
چڪي هئي. اهو ڏسي وينگ جي دل کي ڏڪ لڳو.

ٻرساريءَ جي احساس واري لهجي ۾ پڇيائين ”چا
ٿون بيمار آهين؟ اهو ٿوڪي چا ٿي ويو آهي؟ ٿون
اڙيي ته نه هئين.
اولين نگاهون مٿي ڪري پنهنجي مڙس ڏانهن نهاريو
جل چوندي هجي، ڇڱو، جو ٿوڪي نيٺ منهنجو خيال
ته آيو.. وينگ سندس نگاهن سان نگاهون ملائي نه سگهيو.
ان پنهنجون نظرون جهڪائي ڇڏيون.. اها عورت جنهن
ڪيس ٻار ڄڻي ڏنا، جنهن ساڻس گڏ زمين تي محنت
ڪئي، ٻڪون ڏنيون ۽ ڪشالا ڪڍيا. هميشه سندس
ٻڪ لاءِ ڪوشان رهي ۽ بدلي ۾ پنهنجي لاءِ ڪجهه
، طلب نه ڪيائين، تنهن ساڻيءَ کي هن بيمار ۽ مددگار
ٻڌي ڏنو.. وينگ جي نظرن جهڪائڻ تي اولين چيو
"دا، منهنجي طبيعت ٺيڪ نٿي رهي.. صبح جو بستري
تان اٿي نٿي سگهان، بابا کي اٽارڻ ڏي ته ساهه ۾
رڇيو وڃان، ڪرنگهي جي هڏيءَ ۾ سور ٿئي ٿو ۽
ڏورو به نٿي ڏيئي سگهان." ايترو چوندي اولين جي
اکين ۾ لڙڪ تري آيا.

وينگ چيو ته ٿون آرام ڪر.. پنهنجي حصي کان
گهڻو ڪم ٿون ڪري چڪي آهين، هاڻ تنهنجو آرام
ڪرڻ جو وارو آهي. آءٌ صبحاڻ ڏي ترلاءِ ڪجهه خاص
انهيءَ جو بندوبست ڪرائي ٿو وٺان ۽ شهر مان حڪيم
گهرائي تنهنجو علاج به شروع ٿو ڪرايان.

اولين چيو ”منهنجي بيماريءَ جو هاڻ ڪوبه علاج

ممڪن نه آهي. مون هڪ ڊگهي مدت هن بيماري سان
جنگ ڪئي آهي، ۽ بيماريءَ کي فتح حاصل ٿي آهي.

وينگ اولين کي سهارو ڏيئي پلنگ تائين وٺي آيو،
پوءِ ڏينهن هو شهر ويو ۽ اتان جي مشهور حڪيم کي
پاڻ سان گڏ وٺي آيو. حڪيم اولين جي طبيعت ڏسي
چيو بيماري چوٽ چڙهي چڪي آهي، بچڻ ڏکيو آهي
جي چانديءَ جا سئو سڪا خرچ ڪري سگهين ته پوءِ
ڪوشش ڪري سگهجي ٿي. ڦيڦڙ ۽ بڪيون جواب
ڏيئي رهيا آهن ۽ دل ڪبوتر جي ڪنهن جيان ڦڙ ڦڙ
پيو ڪري."

وينگ ورائيو "تو کي سڀڪجهه ملندو، منهنجي زال
کي بچائڻ لاءِ جتن ڪر... هيءَ منهنجي پيار جي
ماڻ آهي."

لالچي حڪيم چيو "انهي خرچ تي هوءَ صرف ڏهه
هفتا زنده رهندي، باقي جي هڪ هزار چانديءَ جا
سڪا خرچ ڪرين ته شايد سندس حياتي اڃان ڊگهي ٿئي"

وينگ ڪاوڙ مان چيو "ڇا تون مونکي غريب
ٿو سمجهين؟ آءٌ پنهنجي زال کي مرڻ کان بچائڻ لاءِ
پنهنجي سموري زمين به وڪڻي سگهان ٿو... بار بار
خرچ جي ڳالهه نه ڪر.."

حڪيم کي چانديءَ جا سڪا ڏيئي هو اندر ڪمري
۾ ويو ته اولين ڦٿڪي رهي هئي.. هو اولين سان گڏ
وڃي ويٺو ۽ سندس هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتائين..

اولين شڪر گذاري واري نظرن سان وينگ ڏانهن
نهاريندي چيو ”مون کي بچائڻ جي ڪوشش فضول
آهي سرتاج منهنجي زندگي ايتري اهم ۽ ضروري نه
آهي جنهن لاءِ اوهين ڌرتي ماءُ کي وڪڻو.“

پر وينگ کي هاڻ احساس ٿي رهيو هو ته اولين
کي بيمار سندس لاپرواهيءَ ڪيو هو، ۽ ڪيس نئين
زندگي بخشڻ لاءِ هو هر جتن ڪرڻ لاءِ تيار هو.
اولين جي عمر اڃان ايتري گهٽي نه هئي. هن اڃان
زندگيءَ ۾ پوريون چاليهه بهارون به نه ڏٺيون هيون.
پر ڪيترين ئي بيمارين هڪ ئي وقت سندس وجود
سان چهٽي پيون هيون. پر موت شايد اڃان ڪانئس ڊڄي
رهيو هو. جيڪو سندس ويجهو نٿي آيو جيتوڻيڪ هوءَ
اڌ مئي ٿي چڪي هئي.

سيارو آيو ته اولين صفا اٿڻ کان رهجي ويئي. وينگ
۽ سندس ٻارن کي هاڻ خبر پيئي ته اولين جي زندگي
ڪيتري اهم هئي! باهه ٻارڻ، مانيون پچائڻ، گوشت ۽
ڀاڄي ٺاهڻ ۽ گهر جي صفائي جهڙا ڪم ڪيترا نه
ڏکيا هئا. پيو ته ٺهيو، وينگ جي پوڙهي پيءُ کي
سهارو ڏيئي ويهارڻ ۽ ڪيس چانهه پيارڻ ڪين ڏاڍو
ڏکيو ٿي لڳو.

پوڙهو جيڪو هاڻ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ کان بنهه لاچار هو،
تنهن کي خبر ئي نه پيئي ته هاڻ اولين صبح جو ڪيس
چانهه پيارڻ ڇو نه ايندي آهي ۽ رات جو سيءَ کان

ٻچائڻ لاءِ سندس پيرن ۾ گرم پاڻيءَ جي بوتل ڇو نه رکندي آهي... هڪ ڏينهن وينگ پنهنجي پوڙهي ضعيف ۽ لاغر پيءُ کي سهارو ڏيئي اولين جي ڪمري ۾ وٺي ويو. جتي هوءَ آخري پساهه کڻي رهي هئي. پوڙهي کي جڏهن حقيقت جو علم ٿيو ته هو زاروزار روئڻ لڳو. اولين ويهه سالن تائين جهڙي نموني سندس خدمت ڪئي هئي. تيئن شايد ڪا ڌيءَ به نه ڪري ها. سا تنهن هاڻ ڪانئن موڪلائي رهي هئي. پوڙهي سوچيو، جنهن کي مرڻ گهرجي سو زندهه آهي ۽ جنهن جي زندگيءَ تي ڪيترن ئي جانين جو دارومدار هو سا ائين بي وس ۽ لاچار پيئي هئي ۽ موت جو انتظار ڪري رهي هئي. بيماري جي تمام عرصي دوران وينگ زمين کي وساري ويٺو رهيو. هو هر وقت اولين جي پلنگ تي ويٺو هوندو هو ۽ وقت تي کيس دوا ڏيندو ۽ ماني کارائيندو هو. وقفي وقفي سان ڪمري ۾ باهه تازي ڪندو هو. جيئن ڪمرو گرم رهي، ۽ ڪوشش ڪندو هو جيئن ڳالهين سان سندس تڪليف جي شدت ڪجهه گهٽ ٿئي.. ڇنگ به وينگ وٽ اچي ويهندو هو ۽ پنهنجي دوست جي غم کي گهٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اهڙي ئي هڪ ٿڌي رات جڏهن ٻاهر زبردست مينهن پئجي رهيو هو ۽ وينگ، اولين جي سيرانديءَ کان ويٺو هو، تڏهن اولين پنهنجن چپن تي مُرڪ آڻيندي چيو ”آءٌ ٻچي ته ڪونه سگهنديس پر توهان پنهنجو

ڪرڻو، دل وڏي ڪرڻو، منهنجي ڳالهه ٻڌو، فقط ٿورا ڏينهن رام
محنتي آهيو. بهادر ۽ توهان ته، پيدا ڪريو، همت ۽ ان
مارڪيٽ صبحاڻي جڳائي. نه کي توهان هارڻ دل نه
ها موڪلي ۽ اچو وٺي ڪپڙو جو ڪفن لاءِ مون ۽ جو
دفن ڪجو هنڌ انهيءَ پر ڪجو. نه دفن ۽ قبرستان
ڪرڻ سان انهن هو. ڪاهيو هر گڏجي اسان تي
ڪجهه اناج ويندي، ٿي گهٽ ڪجهه زمين جي هان
روز ڪاهيندا هر جڏهن توهان پر ٿيندو پيدا همت
دل جي توهان ياد منهنجي ته پهچندا وٽ قبر منهنجي
تازي ٿي ويندي...
اولهن جون ڳالهيون ٻڌي وينگ پنهنجي وجود ۾
خال محسوس ڪيو... سندس سيني ۾ چڻ ته ڏک
پنهنجي آواز تي ڪنٽرول ڪندي چيائين.. "اهڙيون
ون نه ڪر اولهن. تون ٺيڪ ٿي ويندين."
ٻئي ڏينهن وينگ بازار ويو ۽ ڪپڙن جي دوڪان
هڪ نرم ۽ نفيس ريشمي ڪفن ورتائين.. دوڪاندار
ڪي چڱيءَ طرح سڃاڻيندو هو تنهن کيس صلاح
"هي ڪفن وٽ، سستا ملي ويندي... هيءَ ڪي به
ريشمي ۽ قيمتي ڪفن پرائيندين. پوڙهو ته هاڻ زمين
ويجهو ٿي رهيو آهي."
وينگ هي ڪفن خريد ڪيا ۽ واپس گهر موٽيو.
ڏينهن هو انهيءَ رستي تان زال جي ڏيج جي پيٽي
گهر آيو هو، ۽ اڄ سندس ڪفن وٺي ٻئي آيو.

انهيءَ رات هن چنگ کي چيو ته زمين جي هڪ مٿاهين هنڌ لاهه زمين هموار ڪري ڇڏي، ڇو ته سين کي هڪ ڏينهن مرڻو آهي...

چنگ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. وينگ کي چيائين توکي ڇا ٿي ويو آهي؟ اهڙيون منحوس ڳالهيون ڇو ٿو ڪرين.“

پر وينگ ورائيو. ”اها حقيقت آهي چنگ پاڻ پاڻ سين کي مٽيءَ جو ذائقو چکڻو پوندو.. موت کان ڪهڙو ميهڻو.“

اولين جي انهن بيماريءَ وارن ڏينهن ۾ وينگ هڪ دفعو ڪنول ڏانهن نه ويو هو. ڪنول به چوري پڪڙجي پوڻ ڪري ڪا حجت نٿي ڪري سگهي. هاڻ ته هوءَ بس انهيءَ ۾ خوش هئي ته وينگ کيس گهر مان ڪڍيو ڪونه هو ۽ انهي ڪري سندس ڪاڻ پيٽ واري عياشي برقرار هئي. هڪ ڏينهن اولين وينگ کي چيو ”ڪوڪو کي سڏي وٺو...“

چو؟ ڪوڪوءَ سان تنهنجو ڪهڙو ڪم.؟؟

”آءٌ کيس توهان جي مانيءَ متعلق سمجهائڻ چاهيان ٿي. توهان جي پسند ۽ ناپسند کان کيس واقف ڪرڻ ٿي چاهيان.“

خدا جي مار پوي ڪوڪوءَ تي.. تون زنده رهندين ۽ آءٌ صرف تنهنجي هٿ جي ناهل ماني کائيندس...

اولين چيو.. منهنجي هڪ ڳالهه ياد رکجو. ڪمر ۾ منهنجي ڪمري ۾ نه اچي، نه منهنجي سامان سان هٿ چراند ڪري. جي ڪنهن ائين ڪيو ته آءٌ راتين جو خوابن ۾ ڪيس ڊيڄارڻ ايندس ۽ ها منهنجي هڪ آخري خواهش پوري ڪريو. مون پنهنجي لنهن ڪي اڄ تائين نه ڏٺو آهي. مرڻ کان اڳ ڪيس پنهنجي اکين تي ڏسڻ چاهيان ٿي ڪيس گهرايو.

وينگ چيو "آءٌ پوري ڪوشش ڪندس ته تنهنجي ننهن هت اچي سگهي پر واعدو نٿو ڪري سگهان ڇو جو اها ڳالهه منهنجي وس ۾ نه آهي."

ٻئي ڏينهن وينگ ڪوڪو ۽ کي چانديءَ جا سڪا ڏيئي ليو جي گهر روانو ڪيو ۽ شام ٿيڻ تي ليو جي زال پنهنجي ڌيءَ سان گڏ سندس گهر اچي سهڙي. ننهن کي ڏسي اولين جي چهري تي خوشيءَ جا تاثر پکڙجي ويا ۽ سندس سڪل چپن تي مُرڪ تري آئي سندس ننهن سهڻي ۽ باحيا هئي، شرم وچان هن ڪنڌ ڏي مٿي نٿي ڪيو. پر سس کي انهيءَ مرڻينگ حالت ۾ ڏسي سندس وڏين وڏين ڪجلين اکين ۾ لڙڪ تري آيا. اولين کيس ويجهو سڏ ڪيو ۽ پنهنجي سيني سان لڳائي کيس پيار ڪيائين. ننهن هورهان اولين جو مٿو ٽپڻ شروع ڪيو. جنهن سان سس کي عجيب سرور ملڻ لڳو.. هن ننهن جي ماءُ کي منٿ ڪندي چيو "پيڻ لمنگر کي هت رهڻ ڏي. منهنجو پٽ هتي ڪونه آهي

۽ تون ڏسين پيٺي ته ”قبر، هن بستري کان گهڻو پري
نه آهي..

سيٺ، اولين جي ڳالهه ٻڌي چيو، ”هي توهان جي
ڏي آهي.. پر اتيئي رهي اوهان جي خدمت ڪري.
آخر ته ڪيس هن ئي گهر ۾ اچڻو آهي..“ ۽ پوءِ ڏيءُ
کي چيائين ”اسان کي وساري ڇڏ. پنهنجي سس جي
خوشيءَ لاءِ جتن ڪر، سندس ٻه خدمت پهچيئي ڪر،
تون چوٿهه قسمن جا طعام ناهي ڄاڻين ٿي، سس لاءِ
طاقت واري لذيذ خوراڪ تيار ڪج. ۽ ها مٿن بار نه
ٻڌج. ”ايترو چئي هن چانديءَ ۽ سون جا ڪافي سڪا
ڪيدي ڏيءُ ڏانهن وڌايا.“ اهو ڏسي اولين چيو ”اهو
ڇا ٿي ڪريو پيو.. سون ۽ چاندي ته هن گهر ۾ اڳ ئي
بي‌حساب موجود آهي، اهو سڀ منهنجي هن ساچڻي
لنهن تان قربان. تون پنهنجا پئسا پاڻ وٽ رک.“

پوءِ وينگ پنهنجي سيٺ کي روانو ڪري جڏهن
موٽيو ته هن اولين ۾ زندگيءَ جي رمق ڏٺي. اولين
مرڪندي چيو لنهن اچي ويٺي آهي، پٽ کي ٻه گهرائي
وٽ، پنهنجن هنن ڪمرن جي روشني وڌي ويندي.

وينگ اهو ٻڌو ته مرڪندو ٻاهر نڪتو. ٻاهر چنگ
سلفيءَ سان شغل ڪري رهيو هو. ڪيس چيائين ”چنگ،
منهنجا دوست، توکي هينئر جو هينئر هڪ ڊگهي سفر
تي آسهڻو پوندو ۽ هن رول ڪٽي کي ڳولي اچڻو
پوندو...“

چنگ مرڪيو. ۽ چيائين "مون کي خبر آهي ته هو ڪٿي آهي ۽ ڇا ڪندو آهي آءٌ ضرور کيس وٺي ايندس."

وينگ چيو "چنجاس ته تنهنجي ماءُ مرڻ ۾ آهي ۽ قبر ۾ لهڻ کان اڳ تنهنجي شادي ڪرڻ ٿي چاهي. جي تو کي ماءُ سان ۽ هن گهر سان ڪو ٿورو آنس به هجي ته هڪدم گهر هليو اچ."

ٻئي ڏينهن سنڌس وڏو پٽ گهر پهچي ويو. هو هاڻ هڪ سخت جان ۽ مضبوط جوان ٿي لڳو. قد اڳيئي ڊگهو هوس ۽ رنگ ڳاڙهو هو. کيس ڏسي وينگ دل ئي دل ۾ فخر محسوس ڪيو ۽ کيس سيني سان لڳائي، پيار ڪري کيس ماءُ جي ڪمري ڏانهن وٺي هليو. اولين جڏهن پنهنجي ڪيڙو پٽ کي ڏٺو ته سنڌس ڳلن تي ڳاڙهاڻ پکڙجي ويئي. مُرڪندي چيائين، چڱو ٿيو جو تون اچي ويئين پٽ.. منهنجي خواهش هئي ته مرڻ کان اڳ تنهنجي خوشي ڏسان.

پٽ ماءُ کي ڪراڙي پائيندي چيو "ڪهڙيون ڳالهيون ٿي ڪرين امان؟ تون ته اڃا ڪافي گهڻو ٺيڪ ٿي لڳين. شل تنهنجو ڇانءُ اسان مٿان قائم رهي.

پوءِ ليو جي مرضيءَ سان وينگ، چنگ کي ساڻ وٺي دوستن کي لينڊ ڏيڻ لاءِ نڪري پيو. سڀني کي هن شادي ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني.. اها رات ۽ اڳيون ڏينهن خوب آتش بازي ڇڏي ويئي.

دهلاڙين ۽ شرنائي وازن شادي جي گيتن جون ڌنون
وڄايون ۽ ڳائڻين گيت ڳاتا.. وينگ شادي جي انتظامن
تي پالي وانگر پئسو لٽائي رهيو هو، هڪ ته انهيءَ
ڪري جيئن ماڻهن کي خبر پوي ته سندس حيثيت ڇا
آهي ۽ ٻيو انهيءَ ڪري جيئن موت جي دروازي تي
بيٺل سندس زال اهو نه سمجهي ته وينگ پٽ جي شادي
۾ ڪنجوسيءَ کان ڪم ورتو. هن هڪ تمام وڏي
دعوت جو به بندوبست ڪيو هو جنهن ۾ انيڪ قسمن
جا طعام وافر مقدار ۾ تيار ڪرايا ويا هئا ۽ دعوت جو
انتظام چنگ، ڪوڪو، وينگ جي چاچي ۽ چاچيءَ جي
هٿن ۾ هو.

اولين بيماريءَ ۽ تمام گهڻي ڪمزوريءَ جي باوجود
ڳاڙهو وڳو پاتو هو ۽ ڇاڪاڻ ته هوءَ خود شاديءَ
جي رسمن ۽ سٺوڻن سائن ۾ حصو نٿي وٺي سگهي
تنهن ڪري وينگ سندس ڪمري جون تمام دريون ۽
دروازا کولرائي ڇڏيا هئا جيئن هو درين ۽ دروازن مان
تماشو ڏسندي رهي.. نيٺ شاديءَ جون ريتون رسمون
پوريون ٿيون ۽ گهوٽ ڪنوار کي سندن ڪمري ۾
پهچايو ويو. هوڏانهن ٻاهر دعوت اڃان هلي رهي هئي.
ڪوٺ جو ٻچو ٻچو دعوت ۾ شريڪ هو ۽ اولين پنهنجي
ڪمري مان اهو سڀ هُل هنگامو ڏسي ۽ ٻڌي رهي
هئي ۽ کيس عجيب طمانيت جو احساس ٿي رهيو هو.
نيٺ دعوت به خيرخوبيءَ سان پوري ٿي.. مهمان

هڪ هڪ ڪري موڪلائي ويا ۽ هيڏانهن اولين جي
سيني تان ڄڻ ڪو وڏو بار هٽي ويو. ڪجهي عرصي
کان پوءِ کيس ننڊ آئي ۽ هوءَ دنيا کان بي خبر ننڊ
جي واديءَ ۾ گم ٿي ويئي. ٻئي ڏينهن صبح جو سندس
حالت اڃا وڌيڪ خراب ٿي ويئي ۽ هن ڪنوار کي
ڏسڻ جي خواهش ڏيکاري. هڪدم ڪنوار کي سندس
ڪمري ۾ پهچايو ويو. جيڪا قيمتي بخمل جي ڳاڙهي
ڳاس ۾ ويڙهيل هئي جنهن تي سون جي تند سان ڀرت
ڀريل هو. سندس هٿن تي مهندي لڳل هئي ۽ جسم
مان خوشبو اچي رهي هئي. اولين ڏڪندڙ هٿن سان
کيس پنهنجي سيني سان لڳايو ۽ ٻڏندڙ آواز ۾ چيائين
"منهنجو وقت پورو ٿي ويو ڏيئڙي.. هاڻ هي گهر
تنهنجي حوالي. پنهنجي مڙس، سندس پيءُ ۽ انهيءَ جي
پيءُ جي آرام جو هرممڪن خيال رکج ۽ منهنجي
معصوم ڌيءَ جي به پارت اٿئي جيڪا نه ڳالهائي ٿي
سگهي ۽ نه ٻڌي ٿي سگهي. کيس پنهنجي ڀيڻ ڪري
سمجهج." ايترو چئي سندس اکين ۾ لڙڪ تري آيا.
ٺيڪ انهي وقت وينگ به ڪمري ۾ آيو. هن اولين
ڏانهن نهاريو ۽ کيس احساس ٿيو ڄڻ اولين ڊگهي سفر
لاءِ تيار هئي. اهو ڏسي هن سيني کي ڪمري مان
ٻاهر وڃڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن سڀ ڪمري مان
نڪري ويا ته هن ٻروڙي وڃي اولين کي سهارو ڏنو ۽
سندس مٿو پنهنجي هنج ۾ رکيائين. اولين ڏاڍي

ڪوشش سان مُرڪي ۽ پرپور نگاهن سان هڪ وار پنهنجي زندگيءَ جي ساٿي کي ڏنائين ۽ پوءِ جهٽ ڪن ۾ سڀ رشتا ناتا ٽوڙي ابدي سفر تي رواني ٿي ويئي.

وينگ جي اکين مان لڙڪن جو درياءُ اٿلي پيو.. هن جهڪي پنهنجي همدرد غمگسار ساٿيءَ جي نِراڙ کي چميو ۽ پنهنجي هٿن سان سندس اکيون بند ڪري خدا حافظ چيائين. ايتري ۾ چنگ اندر گهڙي آيو. هن جي اکين ۾ به لڙڪ هئا. ڪيس ڏسي وينگ جي ضبط جا سڀ بند ٽٽي پيا ۽ هو ٻارن وانگر روئندي چنگ کي ٻڌائڻ لڳو، منهنجي همدرد، منهنجي وفادار منهنجي زندگيءَ جي ساٿي مون کان رُسي ويئي چنگ. چنگ سندس ڪلهي تي پنهنجو هٿ رکندي چيو "صبر ڪبر منهنجا دوست تنهنجو پيءُ به اسان کي ڇڏي ويو آهي. هاڻ هن گهر مان هڪ ئي وقت ٻه جنازا کڄندا.

زمين جي هڪ سرسبز ٽڪر ۾ زمين هموار ڪري اتي ٻه قبرون ٺاهيون ويون. وينگ جي گهر مان ٻه جنازا هڪ ئي وقت کنيا ويا. سندن ڳوٺ ۽ ڀرپاسي مان تمام گهڻي خلق جنازن ۾ شامل هئي. ڇا ته قدرت جو نظام آهي. اڄان هڪ ڏينهن اڳ اهي سڀ ماڻهو وينگ جي خوشيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ موجود هئا ۽ اڄ سندس زال ۽ پيءُ کي قبر ۾ داخل ڪرڻ لاءِ آيل هئا. ڪنول به جنازن سان گڏ هلي رهي هئي، ۽ سڀن کان گهڻو آئو ٿي رهي هئي. شايد هن ماڻهن تي اهو ٿي ظاهر

ڪرڻ چاهيو ته هوءَ پنهنجي مڙس جي غم ۾ شريڪ ٿئي ۽ ڪيس پنهنجي سوڪ جي موت تي ڏاڍو ڏک ٿيو هو. وينگ بلڪل خاموش هو. هن نه رڙيون ڪيون ۽ نه رُنو. پر جڏهن بي جان جسمن کي قبرن ۾ لاٿو، ان تي برابر ڪئي وئي ته هو وڌيڪ ضبط نه ڪري سگهيو ۽ سندس اکين مان لڙڪ وهي آيا. ۽ سندس آواز روئڻهارڪو ٿي ويو. اڄ هو پنهنجي ٻن عزيز ترين هستين کان هميشه لاءِ جدا ٿي رهيو هو. جڏهن ماڻهو واپس ورڻ لڳا ته هو به ننڍيون ننڍيون وکون کڻندو انهن سان شامل ٿي ويو. ٿورو اڳيرو هلي هو بيهي رهيو هو ۽ مُڙي پوئتي نهارڻ لڳو. اوڏانهن جتي سندس اڌ عمر سمهيل هئي. هاڻ کيس هڪ نئين زندگي شروع ڪرڻي هئي.. لڙڪ رمجهم سندس اکين مان وهڻ لڳا ۽ هن بالڪل ڪنهن ٻار جيان پنهنجي هٿ جي ترئيءَ سان لڙڪ اگهڻ جي ڪوشش ڪئي.

خوشي ۽ غم جا ڪڪر جڏهن ڪجهه هٽيا، موت جهڙي سانحي جو پڙاڏو جڏهن ڪجهه هلڪو ٿيو تڏهن هڪ ڏينهن چنگ، وينگ وٽ لنگهي آيو ۽ ٻچندي ٻچندي چوائين "چاڻان تو منهنجا دوست ته زندگيءَ جي عزيز ترين ساٿين جي وڇوڙي توکي تهوڙي ڇڏيو آهي. پر انهيءَ غم ۾ هاڻ پنهنجي زندگي ته برباد نه ڪر.. ٿرتي ماڻهوءَ کي تنهنجي ضرورت آهي.

وينگ وراڻيو. "ون کان ته اها ڳالهه ٿي وسري وئي

آهي ته ڪو منهنجي زمين آهي. پنهنجن پيارن کي دفن ڪرڻ سولو نه آهي.

چنگ ڪجهه دير خاموش رهي چيو "پاسيان تو ته هيل وري پوڙون ايندڙيون. آسمان تي جڏهن ڪڪر نظر اچن ٿا تن جو رخ ظاهر ڪري ٿو ته هن دفعي تمام گهڻا مينهن پوندا، ايترا جو ڪي تمام فصلن کي لوڙهي ويندا. واهه، شاخون دريا ۽ نديون ٿي پونديون. سڄي زمين جل ٿل ٿي ويندي.

اهو پڙي وينگ ٻاهر نڪري آيو. چنگ جو خيال صحيح ٿي لڳو. آسمان تي هڪ آفت موجود هئي جيڪا متن تباهي جو پيغام ڪٺي اچڻ واري هئي. فصل تيار هئا پر ڪجهه نٿي ڪري سگهيا. ٻئي ڏينهن ٿي مينهن وسڻ شروع ٿي ويو ۽ پوءِ بند ٽٽڻ جو نالو ٿي نه وٺي. ڪونن جا ڪوٽ درياءَ ۽ سمنڊ جو منظر پيش ڪرڻ لڳا. حد نگاهه تائين رکو پاڻي ٿي نظر آيو. فصل تباهه ٿي ويا. غريبن جا گهر ڊهي پيا ۽ سندن ٿوري گهڻي پونجي به پاڻي جي حوالي ٿي وئي. ماڻهو بک مرڻ لڳا ۽ بکن کان بچڻ لاءِ ڪي اتر ڏانهن شهر طرف لڏي ويا ۽ ڪي ڏکڻ پاسي، جتي پوڙ ڪونه آئي هئي. وينگ پوڙ جي پاڻيءَ کان محفوظ هو. سندس گودامن ۾ اناج جو ذخيرو موجود هو، هن پنهنجن ڪڙمين کي به پنهنجي مٿاڻ تي ٺهيل گهر ۾ گهرائي ورتو هو جتي ڪين باقاعدي راشن پاڻي ملندو هو. وينگ کي پنهنجي



مزور ماڻهن جو ڏاڍو خيال هو. ڪمس ڄاڻ هئي ته انهن
جي ئي محنت ۽ پورهئي ڪمس انهي مقام تي پهچايو
هو ۽ اهي ئي ڀاڻي لهڻ ڪانپوءِ سندس زمين جو سينو
چيري ٻج ڇٽيندا ۽ فصل تيار ڪندا. تنهن ڪري هن
نئي چاهيو ته مصيبت جي هن وقت ۾ ڪين هڪ مرڻ
لاءِ اڪيلو ۽ بي يار ۽ مددگار ڇڏي ڏي. هاري مينهن جي
ڪڏ ٽيل پاڻي سان مڇيون جهلي ايندا هئا ۽ پاڻي جا
پکي شڪار ڪري ايندا هئا جن کي وري ڪوڪو
۽ وينگ جي ننهن پڇائيندڙن هيون ۽ سڀ ڪڏجي
ڪائيندا هئا. هوڏانهن وينگ جو چاچو هو. جنهن کي
نشي لاءِ رقم جي ضرورت پوندي هئي ۽ وينگ اها
رقم ڏيڻ لاءِ مجبور هو. جيتوڻيڪ هو ظاهر اهو ڪندو
ڪندو هو ته ڪمس پنهنجي بي روزگار چاچي جو ڏاڍو
خيال هو ۽ هو خوشي سان سندس ضرورتون پوريون
ڪندو هو. چاچي جون ضرورتون پوريون نـه ڪري
ها ته سندس ٽولي جا ڌاڙيل ڪمس پيڪيو ڪري ڇڏين
ها. پوڙ نه صرف سندس، پيٽل فصل کي نقصان ڪيو
هو، ڌاڙيل سندس ڪـڏ ڪمل ڪـُل پولجـي ڪائنس
کسي وجن ها، ۽ هن هاڻ وري غريب نئي ٽيڻ چاهيو،
پر سندس انهي ڪمزوريءَ جي ڪري چاچي جـي
مطالبن ۾ روز بروز اضافو ٿيندو ويو. تازي پوڙ وينگ
کي خرچ جي معاملي ۾ محتاط ٿي وڃڻ تي مجبور
ڪيو هو سو چاچي جي روز روز جـي مطالبن کان

نيٺ ڪِڪ تي پيو ۽ هڪ ڏينهن ڪاوڙ ۾ ڪِيس چيائين، ”ڇا توهان اهو چاهيو ٿا ته اسين وقت کان اڳ بک مري وڃون؟ پوڙ جو پالي اچا لٿو به نه آهي ۽ توهان منهنجي سموري پونجي ڦرڻ پنيان اچي پيا آهيو...“

پر شاطر ۽ ظالم چاچي تي سندس انهي تقرير جو ڪو اثر نه ٿيو. هن چيو ”ڪوڙ نه ڳالهاءِ پاڻتيا آءٌ چاڻان ٿو ته تو وٽ ڪيتري دولت آهي. پر جي تو اسانجون ضرورتون پوريون ڪرڻ کان انڪار ڪيو ته آءٌ پنهنجو حق ڪسي به سگهان ٿو. اهو نه وسار ته ڪو آءٌ بيوس ۽ اڪيلو آهيان. منهنجي سائين رت پيڙيون به آهن ۽ هو هڪ دفعو هت اچي ويا ته ڪک به نه ڇڏيندا. ۽ پوءِ مون کي نه چئجان..

اهو ٻڌي وينگ خاموش ٿي ويو.. هيٺاهين وٺندي چيائين ”چاچا سائين، آءٌ توهان جو پاڻتيو آهيان.. مونکي غلط نه سمجهو. دراصل پوڙ جي پالي جي ڪا خبر نٿي پوي ته ڪڏهن لهندو ۽ وري ڪڏهن پچائي ٿي سگهندي.. پاڻ سڀن کي خرچ جي معاملي ۾ احتياط ڪرڻ گهرجي. هي ڏکيو وقت گذري وڃي پوءِ توهان کي جيترو وٺي اوترو خرچ ڪجو.

اهو ٻڌي چاچي ٺهڪ ڏنو ۽ چيائين. ها ائين ٺيڪ آهي. پرواهه نه ڪر سڀ ٺيڪ ٿي ويندو.

وينگ جو وڏو پٽ هر وقت چاچي جي آواره ۽ لوفر پٽ تي نظر رکندو هو جهڪو درين ۽ دروازن

جي سيرن مان هڪڙس زال کي پيو ڏسندو هو. هن پنهنجي نوجوان زال تي پابندي وجهي ڇڏي هئي ته هوءَ اُگهڙ ٿي نه نڪري، ۽ هڪ ڏينهن نيٺ هن پنهنجي پيءُ کي چيو ”توهانجو سئوٽ سچو ڏينهن اگهڙ ٿي نوس نوس پيو ڪندو آهي، ڪٿي منهنجي هٿان مارجي نه وڃي. اوهين کين گهر مان ڪڍو جي نه ته آئون پنهنجي زال کي هتان وٺي ٿو وڃان.

وينگ جواب ڏنس. توکي خبر آهي منهنجو چاچو ڪير آهي؟ هو صرف منهنجي پيءُ جو ڀاءُ نه پر هن علائقي جي رهزن ڌاڙيلن جو سردار پڻ آهي. اُهو ٻه سالن ايتري نفرت ڪريان ٿو جيترو تنهنجي دل ۾ آهي، پر پنهنجي خاندان کي نقصان کان بچائڻ لاءِ هنن ڪتن اڳيان دولت جي خيرات اڇلائڻي پوي ٿي. جي اسان انهن کي ناراض ڪيو ته اسان مان ڪنهن کي به سچ ڏسڻ نصيب نه ٿيندو.

”ڇا ائين ٿو ٿي سگهي ته اسين پنهنجن هارين جي مدد سان انهن ڪتن کي قتل ڪري ڇڏيون ۽ سندن لاش ٻوڏ جي پاڻيءَ ۾ وهائي ڇڏيون؟

ٿي ته سگهي ٿو پر. پر ائين ڪرڻ سان به ڌاڙيلن لاءِ اسان جي گهر جا دروازا کلي ويندا. انهن جو زنده رهڻ، اسان جي زندگي لاءِ ضروري آهي.

وينگ، پنهنجي چاچي کي فصلن کي نقصان پهچائڻ واري سوڏر کان ٻه وڏيڪ بيدردي سان ٿي مارڻ

چاهيو، پر ائين ڪرڻ ۾ سندن ئي نقصان هو ۽ انهيءَ ڪري هو خاموش رهي تماشو ڏسڻ تي مجبور هو.

رات جو وينگ انهي مسئلي تي چنگ سان ڳالهايو چنگ چيو تنهنجي چاچي جو صرف هڪ علاج آهي. ڪيس ايترو نشو پيار جو هو ارڳرد ڪان بيخبر ٿي وڃي. ۽ ڪنهن کي سڃاڻي به نه سگهي.

وينگ وراڻيو "پر چنگ، اڄڪلهه آفيم سون جي اگهه تي ملي ٿي.

ڪجهه نه ڪرڻو پوندو. پنهنجي خاندان کي بدنام ڏاڍيلن جي ڪاروائين ڪان بچائڻ لاءِ ايترو خرچ ته ڪرڻو ئي پوندو.. نه ته ٻي ته ڪا صورت نه آهي.

وينگ چيو" برابر. اسان کي ائين ئي ڪرڻو پوندو.

ٻئي ڏينهن وينگ ٻه ڪاويه، تولا آفيم پنهنجي چاچي لاءِ وٺي آيو، جنهن جي عوض ڪيس ڪيترائي چاندي جا سڪا ڏيڻا پيا.

ٻئي ڏينهن وينگ چاچي وٽ ويو ۽ آفيم جي ڏبلي سندس حوالي ڪيائين. ايترو آفيم ڏسي چاچي جون واڇون ٽڙي ويون خوشي مان ٽهڪندي چيائين. آفيم ته سون جي اگهه ٿي وڪجي پائيتيا. ۽ تون ڪيترو ڪيڏي هيتري آفيم وٺي آيو آهين؟؟

وينگ فرمانبرداري واري انداز ۾ وراڻيو" بابا ڪانپوءِ هن گهر جا بزرگ توهان ئي ته آهيو. بابا به آفيم جو

شروعين هوندو هو پر تڏهن هن گهر ۾ وقت تي کائڻ لاءِ اناج به ڪونه هوندو هو. هاڻ توهان لاءِ آفيم وٺي آءٌ پنهنجي دل کي تسلي ڏيڻ ٿو چاهيان.

چاچي کي آفيم ڏيئي وينگ واپس هليو آيو. ڪيس پڪ هئي ته هاڻ چاچهنس ڪيس ڪو نشــون دڙڪو ڪونه ڏيندو.

جيئن وينگ واپس ٿي ويو تيئن سندس ڪنن پنهنجي ننڍي ڏيءَ جون رڙيون پئيون. هو ڊوڙي انهيءَ پاسي ويو جتان رڙيون پئي آيون هيون. اتي ڇا ڏٺائين ته سندس ننڍي ڌي جنڪا جواني جي ماڙي ۾ قدم رکي رهي هئي ۽ انتهائي سهڻي ۽ سڊول جسم جي مالڪ هئي. سا وينگ جي لوفر سئوٽ جي پاڪر ۾ قابــو هئي. سئوٽ جا هٿ ڇوڪري جي نوخيز ارهن تي هئا ۽ هو ڪيس چمي رهيو هو. اهو ڏسي وينگ جو رت ٽهڪي هليو. پر ۾ پهل هڪ سيخ کڻي يڪساهي اڻ ڏهه وهائي ڪڍيائينس. ڏکن لڳڻ ڪري سندس منهن نڪ ۽ مٿي مان رت جاري ٿي ويو ۽ سندس گرفت ڍري ٿي وڃڻ ڪري ڇوڪري پاڻ ڇڏائي اچي پيءَ کي چنبڙي پيئي ۽ سڏڪا ڀرڻ لڳي. وينگ سندس مٿي تي هٿ ڦيرڻ لڳو ۽ پوءِ ڪيس پنهنجـي پاسي وٺي ويو. چاچو ۽ سندس پٽ لاڳيتو سندن خاندان لاءِ مصيبت بڻيل هئا پر هو ڪجهه به ڪري نٿي سگهيو. ڇوڪري ليو جي پٽ سان مڱايل هئي سو هن فيصلو

ڪيو ته جلد از جلد ڇوڪري جي شادي ڪري ڇڏجي.
ائين نه ٿئي جو اڄ ته هو موجود هو ۽ ڇوڪري
ٻچي ويٺي. ڪڏهن سندس غيرموجودگي ۾ بي غيرت
سنوت ڇوڪري جي عزت لٽڻ ۾ ڪامياب نه ٿي وڃي.
اهو ويچاري هو ليو وٽ پاڻ هلي ويو ۽ کيس شادي
جو چيائين، پر ليو ورائيو هن سال پوڻ جي ڪري
مون کي ڪاروبار ۾ تمام گهڻو نقصان ٿيو آهي ۽
شادي جو خرچ پرڻ جي سگهه نٿو ساريان.

وينگ چيس" خرچ جي پرواهه نه ڪريو. سمورو
خرچ آءٌ ڪندس. پر ليو اها ڳالهه نه مڃي، چيائين
ته پاءُ ائين نه ٿيندو خدا مونکي به هر نموني نوازيو
آهي. بس رکو هي سال صبر ڪر، پوءِ آءٌ توکي وڌيڪ
انتظار ڪرڻ جو ڪونه چوندس.

وينگ وڌيڪ ڪجهه نه سگهيو. ڪيئن ليو کي
ٻڌائي ها ته هو ڪهڙو خطرو محسوس ڪري ولس
آيو هو، نه ته ڪا سندس ڌي ڪا ايڏي وڏي به ڪونه
ٿي ويئي هئي جو هو پاڻ ڌيءُ جي سلهڙن ۾ ٻوڙيندو
وڃي ۽ شادي جي درخواست ڪري.

هاڻ هو پيو ڪجهه به نٿي ڪري سگهيو سواءِ انهي
جي ته ڌيءُ تي نظر رکي، سندس حفاظت ڪري ۽
پنهنجي راڪاس سنوت کان کيس بچائي.

پوءِ جو پاڻي هاڻي پوئتي موٽڻ شروع ٿيو هو.
ڇنگ اچي کيس اها ڳالهه ٻڌائي ۽ چيائين زمينون

تنهنجو انتظار ڪري رهيون آهن. ياد رک منهنجا دوست غربت سستي جو پيو آهي، وقت هٿن مان نڪري ويو ته وري ڪونه هٿ ايندو. تون ته محنت جو عادي آهين.
وينگ ورائيو. ”چنگ نو مونکي اهي ڏينهن ياد ڏيارينا آهن جڏهن آءُ واقعي هڪ محنتي هاري هوس، جنهن ته سٺو انسان هوس.

۽ پوءِ هو سنهري زمين تي وڃڻ لاءِ اٿيو ئي ته سندس وڏو پٽ پوڙندو ڏانهس آيو ۽ خوشي پري لهجي ۾ چيائين بابا سائين، اناج ۾ حصو ونڊائڻ لاءِ هڪ پيو جيو گهر ۾ اچي رهيو آهي.
وينگ سمجهي ويو ته هو ڏاڏو بڻجڻ وارو هو. مرڪندي پٽ جي پٺي تي هٿ ڦيريندي چيائين“ ڌرتي اسان سڀن جي ماءُ آهي. مهربان ۽ شفيق ماءُ... هوءَ هن دفعي وڌيڪ اناج پيدا ڪندي، تون ڪو فڪر نه ڪر.

زمين ڏانهن ويندي رستي ۾ هن چنگ کي چيو“ ننهن جو پهريون ڀار آهي. ڪيس سٺي خوراڪ جي ضرورت ٿيندي. گوشت، مڇي، بيضا، پشتا بادام منهنجي اي زال سندس خيال ڪونه رکندي. اهو ڪم توکي ڪرڻو پوندو. اها چاهيان ٿو ته منهنجو پوٽو صحتمند هجي.
تون فڪر نه ڪر دوست. مونکي ڏاڏو بڻجڻ اچي ٿو.
وينگ کي هاڻ پوٽي جي پيدائش جو انتظار هو. هڪ ڏينهن صبح جو کيس اها خوشخبري ملي ته هو

ڏاڏو ٻڻجي ويو آهي. اها خوشيءَ جي خبر هئي، وينگ
کي اڄ اها خوشي ٻيو دفعو ملي هئي. پهريون دفعو تڏهن
جڏهن هو پيءُ بڻيو هو. تڏهن ٻہ سندس ذهن ۾ عجيب
خيال هئا. پيءُ ٻڻجڻ جو اهو سندس پهريون تجربو
هو. ۽ اڄ ٻہ سندس دل جي ڪيفيت عجيب هئي.
اڄ وري ڏاڏو ٻڻجڻ جو پهريون تجربو ٿيو هوس.
خيالن ئي خيالن ۾ هو ماضيءَ ۾ موٽي ويو. جڏهن سندس
زال پهريون ٻار ڄڻيو. زمين تي ڪم ڪندي ڪندي
اوچتو هوءَ گهر ڏانهن رواني ٿي هئي ۽ صبح
جو ٻار ڄڻيو هئائين. سندس مدد لاءِ نہ تہ ڪا ٻانهي هئي ۽
نہ ڪا ڏائي. نہ هن ڪا رڙ ڪئي نہ تڪليف جي
شڪايت ۽ ٻار ڄمڻ جي ٻن ڏينهن کانپوءِ هوءَ وري
زمين تي ڪم ڪري رهي هئي. ۽ هيڏانهن وينگ جي
ننهن هئي. جنهن جي خدمت لاءِ چار ٻانهيون مقرر
هيون، ۽ ٻہ دايون سڄي رات سائس گڏ رهيون هيون.
تہ ٻہ هوءَ سڄي رات ذبح ٿيندڙ ٻڪري جيان رڙيون
ڪندي رهي هئي. وينگ سوچيو. سڀ نخرا ۽ ناز دولت
سان آهن.

پوءِ هن چنگ کي گهرائي کيس حڪم ڏنو تہ ڪا
اهڙي عورت ڳولهي هٿ ڪر جنهن جي ارهن ۾ ڪمر
جو دريا هجي... مون کي اندازو آهي تہ منهنجي ننهن،
پوٽي جي ٻڪ نہ ٽٽائي سگهندي، مٿان وري ٻار
جي ڏائڻ سان سندس جسم ٻي ڍلو ٿي پوندو

جيڪا ڳالهه منهنجي نفيس پڙهيل پٽ لاءِ قابل قبول نه هوندي.

خوشيون اچن ٿيون ته پوءِ ڏک اچن ٿيون. هڪ طرف پوٽي جي پيدائش جي خوشي ته ٻئي پاسي پوڙهي جسي ماليءَ جي موت. ڳوٺ ۾ ڪو به گهر سلامت ڪونه هو. ڳوٺاڻا جڏهن واپس موٽيا ته وٽن ڪجهه به نه هو، ڪين پنهنجا گهرڙا ٺاهڻ لاءِ، فصل لڻي تائين گذر لاءِ، ڍڳن ۽ ٻجن جي خريداريءَ لاءِ رقم جي ضرورت هئي ۽ رقم ڪين صرف وينڪ کان ملي سگهي ٿي. وينڪ پاڻ به انهي دور مان گذري چڪو هو. ڪيس احساس هو ته هن وقت سندس غريب ڳوٺاڻن ڀائرن جي ڇا ڪيفيت هوندي. هن سندن مدد ڪرڻ چاهي ٿي. پر هو پاڻ به قسمت جي مهرباني سان امير ٿيل ڪونه هو. هن پنهنجو رت ۽ ست هڪ ڪيو هو، سچو سچو سال، ڇا اونهارو ڇا سيارو. پنهنجو پگهر وهايو هئائين، ڪفايت شعاري کان ڪم ورتو هئائين، پيسو پيسو سنڀالي رکيو هئائين تڏهن وڃي هو ان منزل تي پهتو هو. جو اڄ پيا سڀ سندس در تي سوالي هئا. هن مناسب شرطن تي ماڻهن کي قرض ڏنا اناج ٻج ڏنائين ته جيسين فصل تيار ٿين، هو بک مرن.

وينڪ هاڻ فيصلو ڪيو هو ته هو پاڻ زمين ۾ ڪم نه ڪندو. هاڻ هو جوان ۽ اڳي جيان مضبوط

ڇڪوڙ رهيو هو. هاڻ ڪيس آرام جي ضرورت هئي. سندس پٽ جوان هئا ۽ پڙهيل ڪڙهيل هئا. اهي زمين جو ڪم سنڀالي سگهيا ٿي، هو ڪين مشورو ڏيندو ۽ ڇوڪرا انهن تي عمل ڪندا ۽ ائين زمين جي ڪم ۾ رولو به نه پوندو ۽ نه نقصان جو انديشو رهندو. وينگ سوچيو شايد هاڻ زندگي جا باقي ڏينهن آزاد ۽ سڪون سان گذري سگهن. ڳوٺ ۾ هر ڪو ماڻهو ڪيس عزت جي نگاهه سان ڏسندو هو. اولاد جي نظرن ۾ به سندس عزت موجود هئي. پيو هاڻ ڪيس ڇا گهرجي. پر ڇا زندگي ايتري سئولي آهي؟؟ اڃان هڪ وڏو مسئلو نه موجود هو جيڪو ڪيس سک جو ساهه نه کڻڻ ڏيندو. انهيءَ مسئلي جو تعلق سندس ڇاڇي جي خاندان جي گهر ۾ موجودگي هئي. ڇاڇي خود ڪي نه هو خريد ڪري ڇڪو هو. پر ڇاڇي جي لوفر پٽ جو ڪو مناسب علاج نه ٿي سگهيو هو. هن جي اکين ۾ غيرت جو انگ موجود نه هو، ويٺي ويهاري ڪي بنا ڪنهن ڪم ۾ محنت ڪرڻ جي ايءَ جي صدقي ماني پيٽي ملندي هئي ۽ نشو پورو ڪرڻ لاءِ چاندي به ملندي هئي. تنهنڪري هو سڄو سڄو ڏينهن پيو گهر ۾ لوس لوس ڪندو هو ۽ وينگ جي نازڪ ۽ سهڻي ڌي ۽ سندس ننهن (جيڪا پڻ پار چمڻ ڪاڻپوءِ وڌيڪ سهڻي ٿي ويئي هئي) پويان ناسڪا هڻندو هو. وڏو پٽ انهي صورتحال جي ڪري هر وقت ڪاوڙيو وتندو هو. انهي

صورتحال جو ڪو حل ونگ ڳولهي نہ سگهيو هو.
نہ تہ ڪيس گهران ڪڍي ئي سگهيو، نہ ڪين قتل ڪري
ئي سگهيو. ٻنهي مسئلن کان فارغ ٿي هاڻ هو انهيءَ
مسئلي تي غور ڪندو هو تہ هڪ ڏينهن سندس وڏو
پٽ ڪاوڙ ۾ منهن ڳاڙهو ڪري وٽس لنگهي آيو ۽
کيس چوڻ لڳو تہ بابا هاڻ قصو حد کان وڌي ويو
آهي. توهان جو سئوٽ شراب پيو مست الست ٿيو
پيو اڱڻ تي گهمندو آهي. ڪڏهن منهنجي ڪمري جي
در ۽ درين مان پيو اندر نهاريندو آهي تہ ڪڏهن امڙ
(ڪنول) واري اڱڻ تي هليو ويندو آهي.

ونگ پٽ جي شڪايت کي ٻڌاءِ ئي سمجهيو،
پر هو ڪري ڇا ٿي سگهيو. هن جو خيال هو تہ انهي
مسئلي جو حل جذباتي انداز فڪر ۾ نہ هو پر ٿڌي
ذهن سان سوچڻو پوندو ۽ اهڙوئي حل ڳولڻو پوندو
جنهن سان نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ بچي. پر انهي وقت
اڃا تائين سندس وڏو پٽ ڪا ڳڙ ٻڙ نہ ڪري وجهي
تنهن خيال کان کيس ٿورو ڪاوڙ ۾ چيائين تہ توکي
ڇا ٿي ويو آهي؟ ڇا تنهنجي زال ڪا ٻار آهي جنهن
جي عزت جو توکي ايترو فڪر اچي لڳو آهي؟ گهر
۾ هر وقت ايترا ٻاتي موجود رهن ٿا تن جي موجودگي
۾ ڀلا هن لوفر کي ايتري همت ٿيندي؟ باقي جي گهر
۾ لوس لوس، ڀو ڪري تہ ڪرڻ ڏينس، ڪتي کي
تو ڇا چوندين؟

پٽ چيو” بابا سائين، هن گهر جي اگهڻ تي صرف منهنجي زال نٿي رهي جنهنجي عزت کي خطرو لاحق هجي. منهنجو ٻه جوان ۽ ڪنواريون ڀينرن ٻه رهن ٿيون، ۽ هو جيڪي ڪجهه ڪري ٻيو سو مناسب نه آهي.

وينگ چيس” پوءِ پلا تون آخر ڇا ٿو چاهين؟ آءٌ توکي ٻڌائي چڪو آهيان ته چاچي جي خاندان کي گهر مان لوڏڻ يا سندن زندگيون ختم ڪرڻ سان پنهنجا مسئلا حل نه ٿي ويندا.

پٽ ورائيو” ڇا اٿين نٿو ٿي سگهي ته پاڻ شهر لڏي هلون؟ هن ڳوٺاڻي زندگي ۾ پلا ڇا رکيو آهي؟ هاڻ پاڻ وٽ خدا جو ڏنو سڀ ڪجهه آهي، شهر هلي آرام جي زندگي گذاريون“ پوءِ هن گهر ۾ پلي چاچي جو خاندان پيو رهي. شهر ۾ ڌاڙيلن جو به ڪو خطرو نه هوندو.

زندگي فرار جو نالو نه آهي پچا. هڪ معمولي مسئلي جي ڪري پاڻ پنهنجون زمينون، گهر ۽ ڳوٺ ڇڏي شهر هليا هلون، اها بزدلي آهي. هن زمين ۾ منهنجي سائڻن ۽ منهنجي زال جا هڏا موجود آهن، ڌرتي جي هن لڪري، سونکي هڪ غريب مسڪين هاري واري حيثيت مان هن مرتبي تي پهچايو آهي. تنهن کي آءٌ ڪيئن ڇڏي ڏيان؟ انهي ڪالسواه زمين مالڪ مان آهي. مالڪ غير حاضر آهي ۽ زمين سان پيار ۽ شفقت جو مظاهرو

نشو ڪري ته زمين به رسيو وڃي. زمين هڪ اهڙي محبوبه آهي جنهن جا پيار جي جواب ۾ بيانت سک مهيا ڪري ٿي، پر جي ڌانهس ڌيان نه ڏجي ته ڌرتي جي ڪک خالي رهجيو وڃي. توهان اڄ جيڪي ڪجهه آهيو سو زمين جي هن حصي جي مهربانين جي ڪري.

پٽ چيو" ته پوءِ ائين ڪريو جو وڏي حويلي خريد ڪري وٺو. وڏي حويلي اڪيلي خالي پئي آهي، ۽ اها هن علائقي جي سڀ کان وڏي جاگيردار جي ملڪيت هئي، اڪيلو اوهين ئي جا وڏا جاگيردار آهيو ۽ اها حويلي آهي به پنهنجي زمين جي وچ ۾، چاچي وارا هت رهيا پيا هجن ۽ پاڻ حويلي ۾ اٿي هلون. ائين ڪرڻ سان توهان جي ڳالهه به رهجي ايندي ۽ آءٌ به مستقل جي عذاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري وٺندس. ۽ آئون توهان سان واعدو ٿو ڪريان بابا ته هميشه هڪ فرمانبردار پٽ ٿي رهندس، نه جوا کيڏندس، نه نشو ڪندس، ۽ پنهنجي زال کان سواءِ بي ڪنهن عورت ڏانهن اک کڻي نهاريندس به ڪونه.

پٽ جي اها صلاح وڏيرڪ کي به پسند آئي. اها حويلي جنهن جي وڏي در تي ڪنهن زماني ۾ سندس پيءُ چوڪيدار هو، ۽ سندس زال ماڻهي جي حيثيت ۾ ڪم ڪندي هئي. اڄ هو خريد ڪري سگهيو ٿي پنهنجي رهائش لاءِ. حويلي جي مالڪن عمارتون پوڻان

هٿي پنهنجو ڍينگو ڍيري ڪري ڇڏيو ۽ وينگ پنهنجي
محنت ۽ قسمت ۽ مهرباني سان انهي مرتبي تي اچي
پهتو هو جو اما سويل خريد ڪري سگهي. هن پٽ
جي انهيءَ صلاح تي عمل ڪري جو واعدو ڪيو ۽
ڪيس اهي چند ڏينهن صبر ڪان ڪم وٺڻ جي تلقين
ڪيائين.

# باب سترهون

اهو خواب به حقيقت بڻجي ويو. وينگ وڏي حويلي جو مالڪ بڻجي ويو. حويلي خريد ڪرڻ کان پوءِ هن سڀ کان اڳ ڪنول ۽ ڪوڪوءَ کي لڏڻ جو حڪم ڏنو. ڪنول جي جسماني حالت اهڙي ته ڇڪي هئي جو هن وينگ سان ناز نخرا ڪرڻ ڇڏي ڏنا هئا. سمجهائين ٿي ته وينگ جنهن ڪنول تي مٺو هو سا نازڪ ۽ سنهڙي هئي، جوان هئي، سندس اره هٿن ۽ اڇي سکهيا ۽ سندس پولهه ڏسڻ ولسان هئا، پر هاڻ جيڪا ڪنول زنده هئي سا ٿلهي ۽ بي‌ڍولي هئي. سندس چهري ۽ جسم جي پهن حسن تي چرٻيءَ جا مڻ چڙهيل هئا. اره ۽ پولهه ته نظر پري ڏسڻ جهڙا به ڪين رهيا هئا. مٿان وري عمر به وڏي ٿي وئي هئس ننهڪري هوءَ سٺي خوراڪ، ٻانهين جي خدمت چاڪري ۽ بي‌فڪري واري زندگيءَ کي پسند ڪرڻ لڳي هئي ۽ انهي تي شڪر ڪندي هئي. انساني خواهشون اڳي وانگر هر وقت غالب نه رهنديون هيون جيڪو ڪس وينگ جي ضرورت محسوس ٿئي. هونئن به وينگ پاڻ ٿي هفتي ڏهين ڏينهن ۾ هڪ چڪر وٽس لڳائي ويندو هو ۽ وينگ جي پيو دنعو اڄ ڪ تائين

منجهس جنسي خواهشون بيدار نه ٿينديون هيون. سو ڪنول الهيءَ ڳالهه، تي ڪو اعتراض نه ڪيو ته ڪيس اڪيلو ٿي ٻئين جاءِ ۾ رهڻ لاءِ پئي چيو ويو. ڪنول، ڪانپوءِ وينگ پنهنجي وڏي پٽ کي هدايت ڪئي ته پنهنجي زال ٻار ۽ خادمن سان گڏ حويلي ۾ هليو وڃي. پٽ کانئس پڇيو. "پر بابا، پوءِ توهان ڪڏهن هلندا؟

وينگ جواب ڏنس" توکي ڪٿي ٽڪڻ هئي هن گهر کي ڇڏڻ جي، آءٌ جلدي هي گهر نٿو ڇڏي سگهان. هڪ ته هن گهر سان منهنجي سموري زندگيءَ جون يادون وابسته آهن ۽ ٻيو ته منهنجي معصوم ٻالي ڀولي ڌيءَ جي زندگي جو به سوال آهي.

پيءُ کي ته آءٌ پاڻ سان ونيو ٿو هلان. ٿي سگهي ٿو ته تنهنجي دل ۾ پيءُ جي محبت هجي، پر مون محسوس ڪيو آهي ته تنهنجي زال ڪيس نٿي ڀانئي. زالن جي اچڻ ڪانپوءِ پيٽن جا رشتا ختم ٿيو وڃن.

ڇوڪري وڌيڪ حجت نه ڪئي ۽ پنهنجو سامان ٻڌو ڪٺائي وڏي حويلي ۾ وڃي ڏيرو ڄمايائين. پوپان وينگ جي اباڻي گهر ۾ هو پاڻ، سندس ڇاڇي جو خاندان وڃي بچيا. ڇاڇهس جو خاندان هاڻ وري ڪنول جي خالي ڪيل ڪمرن ۾ رهڻ لڳو. چنگ ۽ ٻيا هاري گهرجي ٻاهرين ڪمرن ۾ اچي رهيا ۽ خود وينگ اولهن واري پاسي رهڻ لڳو. هن هڪ

محنتي عورت کي خادمہ جي حيثيت ۾ پگهار تي رکيو
جيڪا سندس گونگي ڌيءَ جي ضرورتن جو خيال رکڻ
لڳي ۽ هر وقت ساڻس گڏ رهندي هئي جيئن وينگ جو
سئوٽ ڪڏهن ڪا ڪريل حرڪت نہ ڪري ويهي. هاڻي گهر
۾ انهي خيال کان ڪجهہ سڪون رهڻ لڳو جو وينگ
جو وڏو پٽ حويلي ۾ وڃي رهڻ لڳو هو جنهن ڪري
وينگ جي سوٽ ۽ منجهس جنگ جو خطرو ٽري ويو.
خود وينگ سڄو ڏينهن گهر ۾ رهندو هو ۽
هڪ نوڪراڻي بہ موجود هئي جنهن ڪري وينگ جي
سئوٽ کي ڪنهن ڪريل حرڪت ڪرڻ جي همت ئي
نہ ٿي سگهي. ائين زندگي، هڪ اهڙي دور ۾ داخل
ٿي جتي صرف آرام ۽ سڪون هو. وينگ جو ننڍو
پٽ هاڻ ڪاروبار جا سمورا گُر سکي چڪو هو ۽
عمر بہ شادي واري ٿي وئي هيس تنهن ڪري وينگ
فيصلو ڪيو تہ سندس شادي بہ ڪري ڇڏجي. ڇوڪرو
اڳ ئي ليو جي گهر منگايل هو تنهن ڪري ڇوڪري
جي ڳولها جو مسئلو بہ ڪونہ هو.

وينگ هاڻ گهڻو آرام ڪرڻ جي ڪري ۽ طاقت
وارين خوراڪون کائڻ جي ڪري ٿلهو ٿي ويو هو ۽
سهڻ دورائڻ کونگهرا بہ هڻڻ لڳو هو. سندس دوست
چنگ بدستور سنهڙو ۽ ڪمزور هو ڇو تہ هو چرٻي
واري خوراڪ ۽ گهڻي خوراڪ کان پري ڀڄندو هو
۽ کيس وينگ جي زمين جي نگراني جو ڪم بہ

ڪرلو پوندو هو. وينگ ڪڏهن ڪڏهن رات گذارڻ
لاءِ ڪنول وٽ پهچي ويندو هو پر هاڻي انهي عمل
۾ نه ته ڪنول ڪا خاص دلچسپي وٺندي هئي ۽ نه
خود وينگ کي جواني وارو مزو حاصل ٿيندو هو. مٿان
وڏي عمر ۽ چرسي وڌي وڃڻ ڪري منجهس اڳين
طاقت به ڪونه رهي هئي ۽ هو نامردي واري شاهراه
جو مسافر بڻجي ويو هو. پر انهي تي به ڪنول ڪا
شڪايت نه ڪئي ڇو جو هن پاڻ هاڻ پنهنجي خواهش
جي تڪميل جو هڪ ٻيو ذريعو ڳولهي هٿ ڪيو هو
جنهن ۾ کيس ننڍين ننڍين جوان، ۽ گرم ڇوڪرين
جي ضرورت پوندي هئي جنهن لاءِ ڪيتريون ئي ٻاهريون
رکي ڇڏيون هيون جو ڪي سندس جسم کي گرمائش
پهچائينديون هيون ۽ سائس گڏوگڏ ڪوڪوءَ کي به
لذت مهيا ڪنديون هيون. ڪنول کي انهي رستي تي
هلائڻ واري به ڪوڪو ئي هئي.

ڪجهه عرصي ڪانپوءِ وينگ کي خبر پئي ته ملڪ
جي ڏاکڻين حصي ۾ جنگ تي رهي هئي. ۽ سندس موٽ
به جنگ ۾ حصو وٺڻ لاءِ اوڏانهن وڃي رهيو هو. اها
خبر وڏي خوشي جي هئي ڇو ته کيس گهڻي اميد
هئي ته سندس بزدل سئوٽ مارجي ويندو ۽ سندس ذهن
تان هڪ وڏو بار لهي ويندو. اهي ڳالهيون سوچي هو
چاچي جي ڪمري ۾ ويو ۽ کيس آفيم جي دهلي
ڏيندي چيائين ”هن دفعي تو لاءِ خاص آفيم هٿ ڪئي

اٿم.. ۽ چاچا ٻڌو اٿم ته منهنجو ڀاءُ دشمنن سان
وڙهڻ لاءِ ميدان ۾ وڃي رهيو آهي. اهين هو اسانجي
خاندان جو نالو روشن ڪندو..” پوءِ ڪيسي مان چاندي
جا سڪا ڪڍندي چيائين ”هي منهنجي طرفان پنهنجي
ڀاءُ جي ضرورتن لاءِ آهن. جنگ مان فاتح ٿي موٽيو ته
آءٌ پوري ڳوٺ جي دعوت ڪندس ۽ ڀاءُ جي فتح
جو جشن شاهان شان نموني ملهائيندس ۽ جي مري ويو
ته سندس جنازي ۾ سڄو ڳوٺ شامل ٿيندو. ۽ کيس تمام
شان ۽ شوڪت سان دفن ڪيو ويندو ۽ سندس يادگار
تعمير ڪرائي ويندي.

تجربيڪار چاچي مرڪندي چيو ”بيوقوف آهي،
ملڪ لاءِ جان خطري ۾ وجهڻ عقلمندن جو شيوو نه
آهي. آءٌ سندس جاءِ تي هجان ها ته جهڪر ڀڄي
وڃان ها. زندگي اهين لٽائڻ لاءِ نٿي ملي.

وينگ ورائيو. ”اها تنهنجي سوچ آهي چاچا
آءٌ ته اهين ٿو سوچيان ته منهنجو ڀاءُ اهو قدم کڻي
خاندان جو نالو روشن ڪري رهيو آهي. اهترو چئي
وينگ اتان هليو ويو. رات جو هن پنهنجي چاچي جي
روئڻ جو آواز ٻڌو. هوءَ پٽ جي جدائي ۽ جنگ جي
ميدان ۾ سندس زندگي جي خاتمي جي خيال
کان روئي رهي هئي. پر وينگ خوشيون ملهائي رهيو
هو ۽ دعائون گهري رهيو هو ته سندس سوٽ جنگ

جي ميدان ۾ دشمنن جي گولين جو بک بڻجي وڃي.
سئوٽ جي وڃڻ کانپوءِ وينگ سڪ جو ساهه کنيو
هاڻ کيس ڪوبه فڪر نه هو. ڏينهن جي عزت مٿان
لٽڪندڙ تلوار به هٽي چڪي هئي هو سڄو ڏينهن
آرام ڪندو هو ۽ سٺا سٺا طعام کائيندو هو. زمين تي
ڪم ڪرڻ لاءِ صحتمند ۽ محنتي هاري هئا ۽ انهن
جي نظرداري ڪرڻ لاءِ سندس وفادار ساٿي چنگ
موجود هو. مهيني کان پوءِ وينگ پوٽي جي پيدائش
جي خوشي ۾ سڄي ڳوٺ کي دعوت ڏني. تمام
وڏي دعوت جو بندوبست ڪيو ويو ۽ ڪئي قسمن
جا طعام تيار ڪرايا ويا ۽ شراب جو بندوبست به ڪيو
ويو هو. دعوتي اڃا کائي رهيا هئا ته هڪ هاري ڊوڙندو
آيو ۽ اچي وينگ کي ٻڌايائين ته چنگ مٿان چٽ
ڪري پيئي آهي. اسان کيس هڪدي ته ورتو آهي پر
بچڻ جي ڪا اميد نه آهي ۽ هو اوهان سان ملڻ
چاهي ٿو.
وينگ مهمانن کي اهو واقعو ٻڌايو ۽ کانئس اجازت
وٺي اوڏانهن ويو هليو. چنگ زخمي هو ۽ سندس حالت
خراب هئي. وينگ کي ڏسي هن مرڪڻ جي ڪوشش
ڪئي ۽ چيائين ته آءٌ تنهنجي نمڪ خوار ۽ ايماندار
دوست جي حيثيت ۾ مري رهيو آهيان. ڇا تون مونکي
قيمتي ڪفن جي قابل سمجهين ٿو؟
وينگ لڙڪن تي ڪنٽرول ڪندي چيو آءٌ توکي

مرڻ ڪونه ڏيندس.

چنگ چيو ”يارن جهڙيون ڳالهيون نه ڪر منهنجا دوست. منهنجو وقت پورو ٿي ويو ۽ مونکي اطمينان آهي ته مون ڪڏهن بي ايماني نه ڪئي ۽ نوڪي ڪڏهن دوکو نه ڏنم. هاڻي موت منهنجي بستري جي پير ۾ موجود آهي. تون سندس رستو نٿو روڪي سگهين ۽ مونکي به وڌيڪ وقت زنده رهڻ جي تمنا نه آهي“
اهترو چئي هن پنهنجو ڏڪندڙ هٿ وينگ ڏانهن وڌايو. وينگ اڳتي وڌي سندس ڪمزور هٿ پنهنجي هٿ ۾ قابو ڪيو. ۽ چنگ جي ساهه جي ڏور ٽٽي پئي. ورهين جي دوستي ۽ اعتماد جو رشتو، ظالم موت سيڪنڊن ۾ ٽوڙي ڇڏيو. موت ڪيڏي نه بيدردي سان ڪن پل ۾ زندگي ڀر جي ساٿ کي ٽوڙيو ڇڏي. ۽ وينگ پنهنجي دوست جي لاش جي مٿان جهڪي روئڻ لڳو. ڪنهن ننڍڙي ٻار جيان، جنهن جا رانديڪا هڪ هڪ ڪري ڪو ظالم ڀڃندو هجي. پهرين پيءُ ۽ وفادار زال ۽ هاڻ وفادار ساٿي ۽ دوست، چنگ، هارين سان به ڪڏهن ڪو برو ورتاءُ نه ڪيو هو. هو سڀ به سندس موت تي ڏکي هئا ۽ سندن اکين ۾ به لڙڪ هئا. ڪجهه دير ڪانپوءِ وينگ پنهنجي خاص ملازم کي شاندار ۽ قيمتي ڪفن جو ڪپڙو خريد ڪرڻ لاءِ موڪليو ۽ جڏهن سڀ بندوبست ٿي ويو. تڏهن چنگ کي اولهن ۽ وينگ جي پيءُ جي پير ۾ دفن ڪيو ويو. سندس

وڏي پٽ انهي تي اعتراض ڪيو پر وينگ جي اڳيان سندس اعتراض جي ڪا اهميت نہ هئي، اهو ئي ڪيو ويو جيڪو وينگ چاهيو ٿي.

چنگ جي مرڻ ڪانپوءِ وينگ ذهني طور تي هر وقت ڪنهن نہ ڪنهن تڪليف ۾ مبتلا رهڻ لڳو. هن زمين تي وڃڻ تہ چنگ جي زندگي ۾ ئي ڇڏي ڏنو هو. سو هاڻ بہ ڪونہ ويندو هو ۽ زمينن تي ڪم ڪنهن بہ نگراني ڪانسواءِ هلي رهيو هو. وينگ کي هاڻ پراڻو گهر ڪاٽڻ تي آيو. هن فيصلو ڪيو تہ ڪيس بہ نئين خريد ڪيل حويلي ۾ وڃي رهڻ گهرجي. اتي پوءِ بہ هُو غلط ڪرڻ جا ڪئي موقعا ملي سگهيا ٿي. ڪنول هئي، سندس وڏي پٽ جو خاندان هو جنهن ۾ هڪ تندرست صحتمند ٻار بہ شامل هو. اهو سوچي هو پنهنجي ننڍين پٽن ۽ ڌيئرن کي ساڻ وٺي حويلي ۾ وڃي رهيو. حويلي ۾ سندس اچڻ سان بہ ڪا سوڙهہ ڪونہ ٿي هئي ڇو جو حويلي ڪنهن بادشاهہ جي محل کان هرگز گهٽ نہ هئي.

اڃا حويلي ۾ وٺي هفتو ڪِسَ ئي مس ٿيو هو تہ هڪ ڏينهن فوجين جو هڪ قافلو جنهن جو سردار وينگ جو سئوٽ هو. سندن ڪوٽ مان لنگهيو ۽ ڪجهہ دير آرام ڪرڻ لاءِ حويلي ۾ گهڙي آيا. فوجين کي خاڪي رنگ جون ورديون پهريل هيون ۽ پيرن ۾ لانگ بوٽ هئا. وينگ کي ڏسي سندس سئوٽ ڏاڍي

ڏاڍي ڇب ۽ اڪير سان اڳتي وڌيو ۽ خوشيءَ سان رڙ ڪري ڪئي ڪمس ڀاڪر وڌائين. ننهي جسي دامن ۾ هڪڙي لاءِ نفرت ۽ ڪدورت هئي، پر لسوڪ ڪسي ڏيکارڻ لاءِ هو انهي ملاقات تي خوشي جو اظهار ڪري رهيا هئا. فوجين پنهنجا بوٽ ۽ ورديون لاهي ڇڏيون ڪمون ۽ پنهنجي جسم تان سفر جي مٽي ۽ گرمي جي ڪري ٿيل پگهر جي ڏيپ کي دور ڪرڻ لاءِ حويلي جي باغ ۾ ڦهيل تلاءُ ۾ لهي پيا. ننڍڙي تلاءُ ۾ ڄڻ طوفان اچي ويو. رنگ برنگي، ننڍڙيون مڇيون جيڪي خاص طور تي شهر مان آڻي تلاءُ ۾ ڇڏي ويون هيون سي انهيءَ طوفان بدتميزي کان گهٻرائجي هيڏانهن هوڏانهن ڪا پناهه ڳولهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳيون. ۽ نظم ۽ ضبط کان وانجهيل فوجي ڪين پڪڙي پڪڙي تلاءُ کان ٻاهر اڇلائڻ لڳا ۽ سندن ڦٿڪڻ جو تماشو ڏسي ٽهڪ ڏيڻ لڳا. اها صورتحال وينگ لاءِ تڪليف ده هئي پر هو انهي جي باوجود سندن ميزباني ڪرڻ تي مجبور هو ڇو ته سندن انڪار، فوجين کي حويلي جو حشر نشر ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي ها. اهو سوچي هن مٿادين دل سان سٺرٽ کي چيو منهنجي غريباڻي گهر جا دروازا انهي وقت تائين توهان لاءِ کليل رهندا جيسين توهان هن ڳوٺ ۾ مقيم آهيو. توهين منهنجا مهمان آهيو.

پاڪ چيس " اسان کي تنهنجي آڇ قبول آهي. تنهنجي

مهرباني جو تو منهنجو مان مٿاهون ڪيو. منهنجي
هنن سائين جي نظرن ۾ منهنجي عزت وڌي ويندي.

فوجي ٻاهر باغ ۾ رهندا هئا ۽ وينگ جو سئوٽ
اندر گهر ۾، فوج جي سخت ۽ ضابطن واري زندگي
به منجهس ڪا تبديلي نه آندي هئي. هو سڄو ڏينهن
گهر ۾ پيو ٺوس ٺوس ڪندو هو ۽ وينگ جي ڌيئرن
سندس ننهن، ڪنول ۽ ڪوڪوءَ سان ڇيڙخاني پيو
ڪندو هو. سندن جسم جي مخصوص عضون متعلق
واه رئي ڪندو ۽ وجهه ملندس ته هٿ چراند ڪان به نه
ڪسندو هو. اڳ ته ڪيس ڀيڻ جي اڙ هئي ۽ هاڻ ته هو
فوج جي هڪ ڪمپني جو اڳواڻ هو جهڪي سڀ جو
سڀ مٿي ڦريل هئا. انهيءَ ڪري وينگ يا سندس پٽ،
سندس بدتميزين تي خاموش رهڻ تي مجبور هئا. حويلي
جو نقشو ئي مٽجي ويو. فوجي ٻاهر باغ ٻارڻ لاءِ
ميوي جي وڻن مان ڏاريون ڀڃيندا هئا ۽ هلندي ڦرندي
رنگين ۽ سهڻن گلن کي ڇني پنهنجن پيرن هيٺ چيڀاٽي
ڇڏيندا هئا. وينگ حويلي جي باغ ۽ گلن ڦلن کي سنوارڻ
تي تمام گهڻو خرچ ڪيو هو. فوجين سندس سڄو خرچ
ضايع ڪرائي ڇڏيو.

هوڏانهن وينگ جي سئوٽ جون ۽ مستيون جاري
هيون، هن هڪ ٻن خادمائن تي هٿ وجهڻ جي به
ڪوشش ڪئي پر اهي ڪنهن نموني رڙيون ڪندي
سندس گرفت مان نڪري ڀڄي ويون. اما صورتحال

ڏسي ونهنگ کي فيصلو ڪرڻو پيو ته انهي بدمست
جنسي جانور کي پنهنجي اندر جي باهه وسائڻ لاءِ پاڻ
ئي ڪا خادمه پيش ڪجي نه ته عين ممڪن آهي ته
ڪنهن وقت گهڻي جوش ۾ هو ونهنگ جي خاندان
جي عزت تي هٿ وجهي ويهي ۽ حويلي ۾ رتو ڇاڻ
ئي پوي. اهو سوچي هن ڪوڪوءَ کي ولس موڪليو
ته ڪانئس پڇا ڪري اچي ته خادمائن مان ڪهس
ڪهڙي پسند آهي. ڪوڪو واپس اچي ٻڌايو ته
هُن کي ڪنول جي جسم تي مالش ڪندڙ ڇوڪري
پسند آهي.

ڪنول جي انهي خادمه جو نالو پير بلاسم هو، عمر
تيرهن چوڏهن سال مس هوندي هوس پر سندس جسم
تي اهڙي جواني ۽ بهار آيل هئي جو هر ڏسندڙ جي
منهن ۾ جيڪر پاڻي اچي وڃي. پير بلاسم اڃا
ڪنواري هئي. هن کي جڏهن خبر پيئي مالڪ جو
پاڻ، بدمست هاٿي پنهنجي بستري لاءِ سندس گهر ڪري
رهيو هو ته سڄي وجود کي ڏڪڻي وٺي ويئي ۽ هوءَ
ٻارن وانگر روئڻ لڳي. ڪوڪوءَ کي چيائين ”مونکي
بچاءِ سائين. هو سون کي ساري ڇڏيندو. ڪوڪو
رعب مان چيس“ روئين ٿي؟ تون ته صفا ڪا ڪانئر
زال آهين، اڙي مرد بستري ۾ ڪڏهن زال کي ماري
سگهيو آهي؟ گهٻراءِ نه، هو ٿڪجي پوندو ۽ توکي
گهڻو وقت تڪليف نه ٿيندي.

پر ڇوڪري ڇا جو ماٺ ڪري، ايتري ۾ مٿان
وينگ اچي ويو. ڇوڪريءَ جي روئڻ جو سبب ٻڌڻ
ڪانپوءِ چيائين "هن معصوم ملڙي کي منهنجي پاءِ
جي ڪمري ۾ نه موڪليو. انهيءَ مقصد لاءِ ڪا
تجربيڪار ۽ صحتمند خادم موڪليو. هن جو مقصد
صرف پنهنجي خواهش جي تسڪين آهي انهيءَ لاءِ ڪنهن
مکڙي کي ڇپائڻ ضروري نه آهي.

رات جو ڪوڪو اهڙي ئي هڪ خادم کي جوڪا
جوان هئي، مردن جو تجربو هئس ۽ جسم مضبوط
هئس، کي وٺي فوجي سردار جي ڪمري ۾ ڇڏي آئي
ڇوڪري جي ٻرڀل جسم ۽ سهڻن ۽ ڀرپور ارهن کي
ڏسي هن انهي ڳالهه تي ڪوبه غور نه ڪيو ته سندس
پسند جو خيال ڇو نه رکيو ويو. ڪوڪوءَ کي ٻاهر
وڃڻ جو اشارو ڪيائين ۽ ڪک ڳاڙهيندو خادم کي
ڇهڻ ويو. ميدان جنگ ۾ گوليون هلائيندڙ جوان ۽
مضبوط فوجي ٿورڙي دير ڪانپوءِ ڦانهه ٿيو پلنگ تي
پيو هو ۽ خادم اڌڙين نظرن سان ڏانهس نهاري رهي
هئي جڻ چوندي هجي "بس همت ٻه ايتري؟"

ٻئي ڏينهن صبح جو فوجن جي ڪمپني ڪوچ
ڪري ويئي.

فوجن جي رواني ٿي وڃڻ کان پوءِ حويلي ۾
نوان گل پوکيا ويا ۽ تلاءَ جي مرمت ڪرائي، تازو
ٻرلي ڇڏي نيون ڇٻون ڇڏيون ويون ۽ جهڪي فرش،

دريون، دروازا ۽ آرائشي محراب، ڦوجي ڀڄي ويا هئا
تن جي مرمت لاءِ شهر مان ڪاريگر گهرايا ويا.

ونگ هاڻ ستر ورهين جو اچي ٿيو هو، جيتوڻيڪ،
سندس صحت ڪافي سٺي هئي ته به هو خود ڪمزور
۽ سست محسوس ڪندو هو. ظاهر آهي ته سڄي زندگي
ماڻهو هڪجهڙي صحت جو مالڪ ٿي نٿو رهي سگهي.
عمر گذرڻ سان گڏوگڏ جوانيءَ واري طاقت ۽ قوت
به آهستي آهستي ساٿ ڇڏيو وڃي. ونگ کي ڪاڏي
پئسي ۽ طاقت جي دوائن جي ڪا ڪمي نه هئي. پر عمر
انهن سڀني ڳالهين جي دشمن هئي هو هاڻ عمر جي انهي
حصي ۾ پهچي چڪو هو جتي پهچي نامردي ۽ ڪجهه
نه ڪري سگهڻ ڪري پوڙها شرافت جو لباس پهري
ويندا آهن. ونگ ۾ به هاڻ شهواني خواهشون ڪونه
رهيون هيون. ڪيس ضرورت ۽ طلب هئي ته صرف
ذهني سڪون ۽ آرام جي- دلي اطمينان جي. پر اهي
ڳالهيون ڪانئس پري هيون. غريب هو سڄو ڏينهن
محنت مزدوري ڪندو هو، ٿوم ۽ بصر جي چٽني سان
ماني کائيندو هو. تڏهن به زندگي ۾ سک هو، آرام ۽
راحت هئي، پر هاڻ ٻيو سڀڪجهه هو سک ۽ سڪون
نه هو. دولت سندس گهر مان اهي اڻ ملهه شيون ڪڍي
ٻاهر ڪيون ۽ انهن جي جاءِ تي نفرت ڌڪار ۽ بغض
اچي والاري هئي. ونگ ننڍي پٽ جي شادي به

ڪرائي ڇڏي هئي، ۽ سنڌس ٻئي پٽ پنهنجر هجـڻ
(ڀاءُ جون ڏيون) جي باوجود هڪٻئي جون جڳ تـ
سخت دشمن هيون. ننڍين ننڍيـن ڳالهين تان منجهن
جهيڙو شروع ٿي ويندو هو ۽ سنڌن انهي دشمني ٻنهي
ڀائرن کي به هڪٻئي جو دشمن بڻائي ڇڏيو هو. انهي
ڪانسواءِ هو ٻئي ونگ، جي گونگي ڌيءُ کي به نـ
سهنديون هيون ۽ ڇوڪري جا ڀائر به انهي سلسلي ۾
پنهنجهن زالن کي ڪجهه نه چوندا هئا. هو ته ٻئي زالن
جا غلام هئا. جيئن زالون چونديون هيون. تيئن ڪندا
هئا. گهر ۾ هر وقت اهو جهيڙو لڳو پيو هو ۽ انهي
جي موجودگـي ۾ سک ۽ سکون ڪٿان ڪراچـي
جنهن جي وينگ کي ضرورت ۽ ڳولها هئي. هو اڪثر
سوچيندو هو ته ڪاش جي هو امير ۽ دولتمند ٿئي
جي آس نه ڪري ها، وٽس اهڙي دولت نه هجي ها. ايڏا
سک نه هجن ته جيڪر سنڌس پٽن کي به محنت ۽
مزوري ڪري پيٽ پارڻو پوي ها. ۽ محنت ڪن ها
ته شايد منجهن اهي نفرتون ۽ دشمنيون نه پيدا ٿيـن
ها. ڇو ته غريبي ۽ محنت نفرت جو نـه پر محبت
جو سبق ڏينديون آهن. پر هاڻ ڇا ٿي ٿي سگهيو.
هو تر جو تمام وڏو جاگيردار هو. جنهن کي رهـڻ
لاءِ سٺ ڪمرن واري حويلي هئي، باغ هئا، زمينون
هيون ۽ اناج جو تمام وڏو ڪاروبار هـو، پر سکـي
نه هو.

انهن ٿي سوچن وارن ڏينهن ۾ هڪ رات هو حويليءَ
جي باغ ۾ چٻر تي ليٽيو پيو هو ته ٻرهان پيربلاسم
کي ويندي ڏٺائين. ٽجاڻ ڇو ٻيربلاسم کي ڏسي سندس
دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز ٿي ويئي. سڄي جسم ۾
ڄڻ ته ساڪوڙيون چڪ هڻڻ لڳيون. دماغ ۾ عجيب عجيب
خيالن اچي گهر ڪيو. هو پريشان ٿي اٿي ويهي رهيو
۽ سڏ ڪيائين.

ٻيربلاسم.

رات جي خاموشيءَ ۾ وينگ جو آواز پڙاڏو بڻجي
گونجيو. ستر سالن جو پوڙهو، چوڏهن. سالن جي نوخيز
ڇوڪريءَ کي پاڻ ڏانهن سڏي رهيو هو. ٻيربلاسم آواز
ٻڌي ٻيهي رهي ۽ پوءِ ٻناڪنهن ڊپ جي ڏانهنس هلي آئي.

ٻيربلاسم .... جڏهن هوءَ وينگ جي پير ۾ ويٺي تڏهن
وينگ ڌيمي آواز ۾ وري کيس پڪاريو. واچومنڊل
خاموش هو. ڪٿان به ڪو آواز ڪونه ٿي ٻڌڻ ۾ آيو.
صرف وڻن جا پن هوا جي زور تي سر سر ڪري رهيا
هئا. ڇوڪري بلڪل وينگ کي سامهون ويٺي هئي.
شايد هن به سمجهي ورتو هو ته مالڪ رات ۾ اڪيلائيءَ
وقت کيس ڇو سڏيو هو. پر ته به کيس ڪو ڊپ نه
هو. هوءَ ساهه کڻي رهي هئي ته سندس ٽمبول آرهه
هيٺ مٿي ٿي رهيا هئا ۽ سندس اکين ۾ چمڪ هئي.
وينگ کيس ساهه کڻندي ۽ سندس آرهن کي هيٺ مٿي
ٿيندي ڏسندو رهيو. پوءِ پنهنجا ڏڪندڙ هٿ وڌائي

سندس آڱرين تي ڦيرائڻ لڳو. ڇوڪريءَ جي چهري تي
پگهر جون بوندون ظاهر ٿي پيئون ۽ دل ائين ڌڙ ڌڙ
ڪرڻ لڳي جو وينگ پنهنجي هٿ جي ترِيءَ تي
محسوس ڪرڻ لڳو. وينگ کي سمجهه ۾ نه پئي آيو
ته کيس ڇا ڪرڻ گهرجي؟ اهو اڄ کيس ڇا ٿي ويو
هو. پيربلاسم سندس پوٽي ها ڏهٽيءَ جي عمر جي هئي.
کيس ڏمي رت سندس شريانن ۾ ڇو ٺهڪڻ لڳو هو ۽
ڇو سندس دل جي ڌڙڪڻ جي رفتار تيز ٿي هئي؟
مٿان وري ڇوڪري به خاموش رهي ڄڻ ته کيس همٿائي
رهي هئي. هوءَ ٿي جي انڪار ڪري ها ته به وينگ
جا ارادا بدلجي وڃن ها. پر هن جي چهري جا تاثر ته
اهو چئي رهيا هئا ته کيس ڪو اعتراض نه هو. ائين
ڇو هو؟ جڏهن کيس وينگ جي سوٽ جي بستري تي
سمهڻ لاءِ چونڊيو ويو هو تڏهن هن اهڙو ڪم ڪيو
هو جو الامان .... ۽ هينئر وينگ جي سامهون سندس
رويو يڪسر ٻيو هو.
وينگ چيو "ويهه .... منهنجي پر ۾ ٿي ويهه. آءٌ
پوڙهو ٿي ويو آهيان، منهنجو جسم ٿڌو آهي، مان تنهنجي
جسم جي گرميءَ سان منهنجو جسم به گرم ٿئي.
وينگ محسوس ڪيو ته سندس زبان ٿڙي رهي هئي.
هڪ نوجوان، ڀرپور شباب ۽ گرم جسم جي مالڪ
ڇوڪريءَ جو قرب سندس زبان ۽ هٿن جي ڏڪڻ جو
سبب بڻجي رهيو هو.

پيربلاسم جنهن جو آوز پيو پيو پئي لڳو ۽ سندس وجود تي عجيب نشو طاري ٿي رهيو هو تنهن ورائيو "سون کي پوڙها مرد پسند آهن ڇو ته هو مهربان هوندا آهن، ظالم نه ڪندا آهن ۽ سامهين کي تڪليف نه رسائيندا آهن.

وينگ اهو ٻڌي حيران ٿي ويو ۽ وري پڇيائين "توکي جوانن کان نفرت ڇو آهي؟" پيربلاسم ورائيو "جوان مرد ظالم ۽ نامهربان هوندا آهن، هو سامهين کي اذيت ۾ مبتلا ڪري لذت حاصل ڪندا آهن. ۽ آءٌ اذيت ۽ تڪليف برداشت نٿي ڪري سگهان.

اهو جواب ٻڌي وينگ، پيربلاسم جو نازڪ گل جهڙو وجود پنهنجي ٻاڪر ۾ جڪڙي ورتو ۽ ڪيس ڪٺي انهيءَ ڪمري ۾ آيو جيڪو هن ڪئي هزار سون جا سڪا خرچ ڪري پنهنجي آرام لاءِ تيار ڪرايو هو. پيربلاسم جي انگ انگ مان خوشي ظاهر ٿي رهي هئي. هوءَ هن وقت ڪا اڻ ٽڙيل مُکڙي نٿي ڀاسي. ائين ٿي لڳي ڄڻ ٽڙيل گلاب هئي. خوشبوءِ سان ڀرپور، رنگين، تازي تازي.

ڪمري ۾ پهچڻ کان پوءِ معاملو ختم ٿيڻ ۾ ڪا دير نه لڳي. وينگ کي خدشو ٿيو ته پيربلاسم جون خواهشون اڌوريون رهجي وڃن هونديون. ڪيس لذت نه ملي هوندي. انهيءَ ڪري سندس احساس ختم ڪرڻ لاءِ چيائين "تون ڏسڻ پئي ته آءٌ بلڪل پوڙهو ٿي

چڪو آهيان ۽ منهنجو وجود مرد ٿي چڪو آهي.
منهنجي وجود ۾ هاڻ ڪو به شعلو باقي نه آهي.

پيربلاسم جنهن جون اکيون بند هيون ۽ جسم پکهر ۾ پڏل هو تنهن مطمئن لهجي ۾ جواب ڏنو "اوهان جو قرب منهنجي عزت افزائي آهي. توهان مون کي انهيءَ قابل سمجهيو تنهن لاءِ مهرباني، مون کي هئي ڪنهن به وڏي ڪ شعلي جي ضرورت نه آهي.

۽ واقعي پيربلاسم جي انداز مان اهو ظاهر ٿي رهيو هو ته هوءَ لذت جي حصول کان وانجهيل نه رهي هئي. هوءَ بلڪل مطمئن هئي.

پيربلاسم هاڻ ٻانهي نه رهي هئي. هوءَ وينگ جي دل جي راڻي ٿي چڪي هئي ۽ هر وقت وينگ جي خدمت ۾ حاضر رهندي هئي. ايتري دولت ۽ جاگير هوندي به وينگ خود کي غريب محسوس ڪندو هو. کيس آرام ۽ سک جي تلاش هئي. انهيءَ ڪري هر وقت اڪيلو اڪيلو رهندو هو ۽ سندس سمورو وقت حويليءَ جي باغ ۾ گذرندو هو. هاڻ پيربلاسم جي ڪري سندس وقت ڪجهه سٺو گذرڻ لڳو. پر هو پاڻ محسوس ڪندو هو ته مردانگي هاڻ منجهس نالي ماتر وڃي رهي آهي. انهيءَ سوچ سان گڏ کيس اهو احساس به ٿيندو هو ته هو پيربلاسم تي ظلم ڪري رهيو هو جيڪا جوان هئي، ترتازه هئي، گرم هئي، جنهن جو شباب اصل ڦاٽو ٿي. سندس وجود جي گرمي کي ٺڏو ڪرڻ لاءِ اوتري ئي

گرمي ۽ جوش درڪار هو. اهو خيال اچڻ تي ڪڏهن
ڪڏهن هو پيرسلامر کي چوندو هو "تون ٻانهي آهين
۽ آءٌ مالڪ، تون ننڍي آهين ۽ آءٌ پوڙهو .... تون
ضرور سوچيندي هوندين ته مون دولت جي زور تي
تنهنجي جواني ۽ شباب جي بيعزتي ڪئي آهي.

پيرسلامر نظرون جهڪائي جواب ڏيندي "ائين نه
سوچيندا ڪريو مالڪ .... مون کي توهان کان سواءِ ٻئي
ڪنهن مرد جي ضرورت نه آهي."

هن دفعي جڏهن بهار آيو، نوان گل ٽڙيا، وڻن
ڦوٽ ڪئي ۽ هر طرف ساوڪ ئي نظر اچڻ لڳي.
ٽڏهن ڪافي ڏينهن کان پوءِ ويهنگ جي ناسن ۾ مٽيءَ
جي خوشبوءِ گهر ڪري ويئي، زمين تي وڻي ڪافي
عرصو ٿي ويو هوس. چنگ جي مرڻ کان پوءِ هن خود
کي بنهه اڪيلو اڪيلو محسوس ڪيو هو ۽ سڀڪجهه
ڇڏي حويليءَ ۾ هليو آيو هو. اهو سوچي ته آتي
سندس ٻنهي پٽن جا ٻار هئا، زالون هيون، ڪنول هئي،
تنهنڪري کيس اڪيلائيءَ جو جيڪو احساس ٿي رهيو
هو سو ختم ٿي ويندو ... پر ٿيو ان جي ابتڙ. حويليءَ
۾ ماڳهين کيس اهو احساس ڏنگڻ لڳو ته دولت حاصل
ٿي وڃڻ کان پوءِ سڪون ڪانئس موڪلائي ويو آهي
۽ هو چريو وانگر سڪون جي تلاش ۾ ڌڪا کائڻ
لڳو. مٽيءَ جي خوشبوءِ نڪ ۾ پهتس ته هڪ دفعو
وري پنهنجي اصل ڏانهن موٽي وڃڻ جي خواهش ڪر

ڪٿي جاڳي. سو هڪ ڏينهن پنهنجي وفادار نوڪر ۽
پيرنلاس کي ڪڍ وٺي هو پنهنجي اصلي گهر ڏانهن
وڃي نڪتو جتي هن غربت ۽ ٻڪ وارو دور گذاريو
هو. آتي پهچي کيس سک جو اڳ سو احساس ٿيو. هو
ڪافي ڏينهن کان پوءِ سک واري بي‌اولي ننڊ ستو.
بصر ۽ ٿوم جي چٽنيءَ سان ماني ڪاڌائين ۽ صبح جو
جڏهن اجهان سج جا پهريان ڪرڻا به زمين تائين نه
پهتا هئا، هو زمين ڏانهن نڪري ويو. ڌرتي ماءُ جو
ذرو ذرو سندس اچڻ تي خوش ٿيو ۽ وينگ کي محسوس
ٿيو ڄڻ ان جا پلل سلا سندس اچڻ جي خوشيءَ ۾
پهڪڻ لڳا هئا. وڻ ٽڻ ساوا ٿي ويا، ۽ فضا ۾ گيت
گونجڻ لڳا. جن ۾ سندس بيوفائيءَ جو شڪوو هو ۽
وري موٽي اچڻ تي خوشيءَ جو اظهار هو. ڌرتي ماءُ
پڪاري ڪيس چئي رهي هئي ته مون سان وفا
جي اميد تيسين رکجان جيسين تون پاڻ وفا ڪندين.
تون بيوفائي ڪندين ۽ ڦرو به نه ڪندين ته پوءِ آءٌ
به لاچار هوندس ـــ وينگ خود کي به احساس ٿيو ته
ڌرتي ماءُ سان بيوفائي ڪري هن چڱو نه ڪيو هو.
هلندي هلندي هو انهيءَ هنڌ اچي پهتو جتي سندس ابي،
اوامن ۽ چنگ جون قبرون هيون. هُن انهن سان به
بيوفائي ڪئي هئي. جڏهن ته کيس به هڪ ڏينهن ڌرتيءَ
جي انهيءَ لڪري کي وسائڻو هو ـــ هميشه هميشه لاءِ
انهيءَ هنڌ سمهڻو هو. پنهنجن پيارن جون قبرون ڏسي

۽ اهو هنڌ ڏمي جتي ڪيس هميشه لاءِ قيام ڪرڻو هو، سندس دل کي سڪون مليو. پيءُ ۽ اولين جي قبرن وچ ۾ جيڪا خالي جاءِ پيل هئي، جتي ڪيس سمهڻو هو، اتي وبهي هن ٿڌي مٽيءَ کي چُميو. مٽيءَ کي ڇهندي سندس هٿ ڏڪي رهيا هئا. قبر جو تصور ئي ڊيڄاريندڙ آهي.

گهر واپس اچي هن پنهنجي ڌيءَ کي ٻه ڀاڻ رت گهرائي ورتو ۽ پٽن کي گهر ڏي کين هدايتون ته هو هاڻ پراڻي گهر ۾ رهندو ۽ سندس لاءِ هڪ ريشمي ۽ نرم ڪفن گهرايو وڃي.

اهو ٻڌي پٽن چيو ”اهڙيون ڳالهيون نه ڪريو بابا ... توهان ته اڃا اسان ڪان به جوان آهيو.

پر وڏيرڪ چيو ”اهو منهنجو حڪم آهي .... منهنجي حڪم جي تعميل ڪريو. آءُ هاڻ وڌيڪ وقت زنده ڪونه رهندس.

ٻئي ڏينهن ڪفن اچي ويو جيڪو وڏيرڪ پنهنجي پلنگ جي سامهون پٽ تي ڏنگي ڇڏيو جيئن هر وقت ڪفن سندس اکين اڳيان رهي. ڪفن کي ڏسي ڪيس ابدي سڪون جو احساس ٿيندو هو. سڪون، جنهن جي ڳولا ۾ هو جهنگ ۽ ٻٽر جهاڳي آيو هو. سو هاڻ ڪانئس گهڻو پري نه هو.

هاڻ سندس نظر ۽ ٻڌڻ جي قوت ٻه گهٽ ٿي ويئي هئي، هو سڄو سڄو ڏينهن پنهنجي پيءُ جي

اڏوهي ڪاڌل ڪرسيءَ تي ويٺو هوندو هو ۽ ٻڍن ڪن نوڪر سندس حڪمن جي بجا آوريءَ لاءِ هر وقت مستعد رهندا هئا ۽ رات جو بستري تي سمهندو هو ته هڪ جوان جسم سڄي سڄي رات سندس سرد وجود کي گرمي پهچائيندو رهندو هو.

هڪ ڏينهن ڪنول، ڪوڪوءَ کي ساڻ وٺي وينگ سان ملڻ آئي. هوءَ هاڻ ايتري نه ٿلهي ٿي چڪي هئي جو ڪانئس هليو به نٿي ٿيو. وينگ کيس ڏسي پڇيو "سنهنجون نهرون نه خوش آهن نه؟"

ڪنول نشي ۾ ٻڏل آواز ۾ چيو "هو چئين ٻاهن وانگر هر وقت هڪٻئي کي پيون رُهڙين. تنهنجي وڏي پٽ ٻي شادي ڪري ورتي آهي ۽ ننڍي پٽ ڳوٺ جي بازار ۾ اناج جو دوڪان کوليو آهي."

وينگ کيس پيغام ڏنو ته سندس ٻنهي پٽن کي ساڻس ملڻ لاءِ موڪلي.

ٻئي ڏينهن ٻئي پٽ اچي پهتا. وينگ کين ڏسي چيو "آءُ مرڻ کان اڳ سموري جائداد، ڪاروبار ۽ زمينن جي ورهاست ڪرڻ ٿو چاهيان جيئن مون کان پوءِ اوهان ۾ جهيڙو نه ٿئي."

وڏي پٽ چيو "سموري زمين وڪڻي اسين رقم پاڻ ۾ ورهائي وٺنداسين."

اهو ٻڌي وينگ جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا ۽ چيائين "اهو ڪڏهن به نه ٿيندو. پاڻ سڀ ڌرتي ماءُ جا

ٻچا آهيون، ۽ ماءُ کي وڪڻبو نه آهي .... ماءُ کي ڪير ٻ نه وڪڻندو آهي. زمين وڪڻڻ، ماءُ وڪڻڻ مثل آهي. ڇا اوهين پنهنجي مثل ماءُ جو ڪنهن واپاريءَ سان سودو ڪندا؟ ڌرتيءَ کي پنهنجي ماءُ سمجهو .... ماءُ وڪرو ڪرڻ واري جنس نه آهي.

اهو ٻڌي پنهي پٽن جون اکيون شرم وچان جهڪي ويون ۽ هنن ورائيو ”نه بابا ... توهين اطمينان رکو. اسين زمين وڪرو نه ڪنداسين.“

شايد وينگ اهي ئي لفظ ٻڌڻ ٿي چاهيا. هُن مرڻ کان اڳ اهو اطمينان ٿي ڪرڻ چاهيو ته سندس پٽ زمين وڪرو نه ڪندا. پٽن جي واتان اهڙو اظهار ٻڌي ڪمش ڄڻ ته ابدي سڪون حاصل ٿي ويو. هاڻ هو آرام ۽ اطمينان سان مري سگهندو .... سُک ۽ سڪون حاصل ڪري سگهندو جيڪو دولتمند ٻئجي هو پنهنجي ئي هٿن سان وڃائي ويٺو هو. قبر ۾ ته هو خالي هٿين ويندو نه .... غريبيءَ جي حالت ۾، ۽ انهيءَ ذهني اطمينان سان ته پويان سندس پٽ ڌرتي ماءُ جو سودو نه ڪندا.

—

# عظمت ادبي اڪيڊمي حيدرآباد

نومبر ۾ شايع ٿيل ٻيو ڪتاب:

## ناري

ناري هڪ سياسي ڪارڪن .... جنهن پارٽيءَ خاطر کهڙيون قربانيون ڏنيون، پارٽيءَ جي جدوجهد ۾ کهڙيءَ ريت حصو ورتو، پر بيمار ٿيڻ کان پوءِ پارٽيءَ جي اڳواڻن ساڻس ڪهڙو سلوڪ ڪيو. هڪ عام ڪارڪن جو الميو .... هڪ عام ڪارڪن جي زندگيءَ جو داستان.

سفيد ڪاغذ، ٩٠ صفحا، ڪارڊ ڪور، قيمت ٨-٠٠

آڪٽوبر ۾ ڇپيل ڪتاب:

## ١. مهڪريءَ جا مضمون

جي. ايم مهڪري / محمد ابراهيم جويو

ملڪ جي نامياري مفڪر ۽ دانشور ڊاڪٽر جي. ايم مهڪري جا لکيل مضمون جيڪي انگريزي اخبارن ۾ ڇپيا ۽ انهن جو سنڌي ترجمو سائين محمد ابراهيم جويو صاحب جن ڪيو. سياسي ڪارڪنن ۽ سياست ۽ فلسفي ۾ دلچسپي رکندڙ سنڌي پاٺڪن لاءِ اسلهه تحفو.

سفيد ڪاغذ، ٢٧٥ صفحا، ڪارڊ ڪور، قيمت ٢٥-٠٠

### ٣. سچ جو فلسفو — رشيد ڀٽي

جرمن دانشور هيگل تاريخ متعلق سڀ کان ڀرپور جدلياتي ماديت جو فلسفو پيش ڪيو جنهن کي اڳتي هلي ڪارل مارڪس پنهنجي تاريخي ماديت واري نظرئي لاءِ بنياد بڻايو. جدلياتي فلسفو ۽ جدلياتي علم ڇا آهي؟ رشيد ڀٽي سنڌي ٻوليءَ ۾، آسان ۽ سليس ٻوليءَ ۾، وضاحتن ۽ دليلن ۽ مثالن سان اهو سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. تاريخ ۽ سياست جي شاگردن ۽ ڪارڪنن لاءِ.

سفيد ڪاغذ، ١٧٥ صفحا، ڪارڊ ڪور، قيمت ١٨-٠٠

انهن کان علاوه اڳ ڇپيل ڪتابن جو تعارف:

### ١. علم تدريس مظلومن لاءِ —

اسپيني مصنف پائلو فرائريءَ جو لکيل ۽ سنڌي ٻوليءَ جي عظيم ڄاڻو محترم محترم ابراهيم جويو جو ترجمو ڪيل ڪتاب .... سموري دنيا جي مظلومن لاءِ درسي ڪتاب. جيئن ٻارڙن کي سڀ کان پهريائين پرائمر ڪتاب پڙهايو ويندو آهي، تيئن مظلومن لاءِ هن ڪتاب ۾ بنيادي سبق سيکاريا ويا آهن، ظالم ڪير آهن، ظلم ڪيئن ٿو ٿئي ۽ مظلوم کي پنهنجو حق ڪيئن حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ پاڻ کي ظالم جي ظلم کان ڪهڙيءَ ريت بچائڻ جي .... اهو آهي اهڙيءَ ڪتاب جو متن.

صفحا ٢٠٠، سفيد ڪاغذ، ڪارڊ ڪور، قيمت ٢٥-٠٠

٢. الو لاو ۽ اڇهو —

ايشيا جي عظيم ليکڪ ڪرشن چندر جو لکيل ناول، هڪ هاريءَ جي زندگيءَ جي ڪهاڻي، جنهن زميندار جي ظلمن کان مجبور ٿي هارين جي حقن لاءِ تحريڪ هلائي .... هن هارين کي ڪيئن منظم ڪيو، سندن تربيت ڪهڙي ريت ڪئي، انهيءَ راهه ۾ ڪيئن ڪهڙيون تڪليفون ڏسڻيون پيون، زميندارن سندس خلاف ڪهڙيون چالون کيڏيون، انهيءَ سان گڏوگڏ محبت جا جذبا ۽ آخر ۾ هاريءَ کي مليل موت جي سزا جو احوال ....سفيد ڪاغذ، صفحا الڪل ٢٠٠، ڪارڊ ڪور، قيمت ٠٠-١٦ رپيا صرف.

٣. جڏهن جهوڪ ڊهري —

سنڌي ڪنڊ جي مهان دانشور سبط حسن جو لکيل، شاهه عنايت شهيد، سنڌ جي پهرئين سوشلسٽ جي زندگيءَ جو احوال جنهن جاگيردارن خلاف بغاوت جو علم بلند ڪيو ۽ ڏڙيل، پيڙهيل، غريب ۽ ٻيوس رعيت ۽ هاريءَ جي ڀلي لاءِ آواز بلند ڪيو .... رشيد ڀٽي انهيءَ ڪتابڙي کي سهڻي سنڌيءَ جو روپ ڏنو .... دلفريب ٽائيٽل، سفيد ڪاغذ، صفحا ٤٥ ۽ قيمت ٠٠-٦ رپيا صرف.

٤. چين ۾ قومي سوال —

ڪنهن ڪهڙي قومي ملڪ ۾ قوميت جي مسئلي کي ڪيئن حل ڪجي، انهيءَ جو بهترين جواب چين جي

قيادت قومي مسئلي کي ڪيئن نبيريو، انهيءَ مسئلي ۾ چين جي سڀ کان وڏي ”هان“ قوم جو ڪردار ڇا رهيو، ننڍين قومن جي احساس محروميءَ کي ڪهڙيءَ ريت ختم ڪيو ويو، ننڍين قومن جي حقن لاءِ ڪهڙا ڪهڙا اپاءَ ورتا ويا، تن سڀني جو ذڪر هن ڪتاب ۾ موجود آهي .... صفحا ۱۸۰، سفيد ڪاغذ، ٻه رنگو خوبصورت ڪارڊ ڪور، قيمت ۰۰-۱۶ رپيا

۵. تاريخ ڇا آهي —

ننڍي ڪند جي ڪميونسٽ نظرين جي حامي اديب باري عليگ جو تاريخ متعلق لکيل ڪتاب. تاريخ متعلق مختلف دورن ۾ مفڪرن ۽ دانشورن ڪهڙا ڪهڙا نظريا پيش ڪيا تن جو تت، ۽ تاريخ جي سبق جو احوال ته تاريخ پاڻ ورجائي ٿي .... ڪهڙيءَ ريت؟ اڄ جا حاڪم، جي ڪلهه جي حاڪمن جي قدمن جي نشانن تي هليا ته جهڙيءَ ريت ڪلهه جا حاڪم تباهه ٿي ويا، اڄ جا حڪمران به تباهه ٿي ويندا. اهو آهي تاريخ جو سبق، انهيءَ انجام کان بچڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟؟ .... صفحا ۱۵۰، سفيد ڪاغذ، سهڻو ڪارڊ ڪور، قيمت ۰۰-۱۲ رپيا

۶. لڳ ماٺيڻا لوهه —

شاهه ايران خلاف هلندڙ تحريڪ جي هڪ سرگرم اڳواڻ اشرف دهقاني جي گوريلا زندگيءَ جو احوال ..

تحريڪ دوران مڙس ۽ سنڌس ٻين ساٿين تي ڪهڙا ڪهڙا ظلم ڪيا ويا، ڪين ڪهڙيون قربانيون ڏيڻيون پيون. اهو ڪتاب جنهن جو پهريون ڇاپو صرف ٽن هفتن ۾ ختم ٿي ويو هو. الڪل ٻن سالن کان پوءِ ٻيو ڇاپو مارڪيٽ ۾ .... سفيد ڪاغذ، ١٥٠ صفحا، خوبصورت ڪارڊ ڪور، قيمت ١٤-٠٠ رپيا.

٧. ماؤزيتنگ جا قول —

هن صديءَ جي عظيم ترين انقلابي سياسي رهنما، چين ملڪ جي آزاديءَ جي ناسياري اڳواڻ، عظيم سياسي اديب ڪامريڊ ماؤزيتنگ جي قولن جو ميڙ جيڪو هر سياسي ڪارڪن جيءَ لائبريريءَ ۽ سياسي تربيت لاءِ لازمي آهي. طويل عرصي کان پوءِ ٻيو ڇاپو .... نئين خوبصورت ڪارڊ ڪور سان سينگاريل، سهڻي مصري ٽائيپ ۾ ڪمپوز ٿيل. ٢٢٤ صفحا، سفيد ڪاغذ، قيمت ٢٠-٠٠ رپيا صرف.

# عظمت ادبي اڪيڊميءَ جا
## ڪل ڇپرايل ڪتاب

| نمبر | ڪتاب | حالت | ڇاپا / قيمت |
|---|---|---|---|
| ١ | اکاڙي | (ختم ٿي ويل) | ٻه ڇاپا |
| ٢ | عشق | (ختم) | ٻه ڇاپا |
| ٣ | قرب جا ناتا | " | جلد ٻيو ايڊيشن اچڻ وارو |
| ٤ | قيدياڻيءَ جي ڊائري | " | ٻه ڇاپا |
| ٥ | پيار ۽ پاپ | " | ٻه ڇاپا |
| ٦ | ٻوڙهو ۽ سمنڊ | " | جلد ٻيو ڇاپو اچڻ وارو |
| ٧ | جنم قيدي | صرف چند ڪاپيون بچيل | ١٦-٠٠ |
| ٨ | جنگ ۽ انسان | (ختم) | جلد ٽيون ڇاپو اچڻ وارو |
| ٩ | جي مارينا نه موت | " | جلد ٽيون ڇاپو اچڻ وارو |
| ١٠ | ڏاڙن جا ڏک | " | |
| ١١ | ڪالهيون ڪنوارن جون | " | |
| ١٢ | جنس پيار ۽ شادي | " | ٢٠-٠٠ |
| ١٣ | پريت پراڻي ريت نرالي | " | |
| ١٤ | سنڌي ٻوليءَ کي للڪار | ٽئين ڇاپي جون ڪجهه ڪاپيون باقي | ٦-٠٠ |

| | | |
|---|---|---|
| ١٥. ان دانا | ھي ڇاپي جون ڪجھ ڪاپيون باقي (ختم) | ٦-٠٠ |
| ١٦. ويتنامي ڪھاڻيون | | |
| ١٧. ٻار ٻار ٻڙا ٻڙا | | ١٠-٠٠ |
| ١٨. تو جنين جي تات | | ١١-٠٠ |
| ١٩. لگ منهنجا لوھ | (ٻيو ڇاپو) | ١٤-٠٠ |
| ٢٠. بي اولاد | | ٥-٠٠ |
| ٢١. ڪرنڊڙ ديوارن | | ١٢-٠٠ |
| ٢٢. رام محمد ڀيسوزا | | ١٢-٠٠ |
| ٢٣. علم تدريس مظلومن لاءِ | | ٢٥-٠٠ |
| ٢٤. جڏهن جھوڪ جھرڻو | | ٦-٠٠ |
| ٢٥. الو لٽو ۽ اجھو | | ١٦-٠٠ |
| ٢٦. مائوزيتنگ جا قول | | ٢٠-٠٠ |
| ٢٧. چين ۽ قومي سوال | | ١٦-٠٠ |
| ٢٨. تاريخ ڇا آهي | | ١٢-٠٠ |
| ٢٩. سچ جو فلسفو | | ١٨-٠٠ |
| ٣٠. مهڪريءَ جا مضمون | | ٢٥-٠٠ |

عظمت ادبي اڪيڊمي

سردار پريس، گاڏي کاتو، حيدرآباد

